# ٻوليءَ سندا ٻول

سنڌي ٻوليءَ جي گهڻ معنائن لفظن
۽ ٻهاڪن جي تشريحي لغت

شهيد سومرو




سنڌي لئنگويج اٿارٽي

# ٻوليءَ سندا ٻول

(سنڌي ٻوليءَ جي گهڻ معنائن لفظن
۽ پهاڪن جي تشريحي لغت)

شهيد سومرو



سنڌي لئنگويج اٿارٽي

سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ جو ڪتاب نمبر91



**ٻوليءَ سندا ٻول**

مصنف: شهيد سومرو

ڇاپو: پهريون

سال: 2005ع

تعداد: 1000

قيمت: 200 روپيا، 10 ڊالر، 6 پائونڊ

**Catalogue Reference**
Soomro Shaheed.
Boli-a Sanda Bol
Sindhi Language
Sindhi Language Authority
ISBN 969-8194-42-8

**Boli- a Sanda Bol**

| | | |
|---|---|---|
| By | : | Shaheed Soomro |
| Edition | : | 1st 2005 |
| Quantity | : | 1000 |
| Published by | : | Sindhi Language Authority, National Highway, Hyd. |
| Tel | : | 022- 9240050-3 |
| Fax | : | 022- 9240051 |
| E-mail | : | sindhila@yahoo.com,sindhila1@hotmail.com |
| Website | : | www.sindhila.com.pk |
| Printers | : | Sindhu Publications, Hyderabad. |
| Price | : | Rs. 200/=$10, £ 6 |

هيءَ ڪتاب سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري غلام نبي بُليدي، سنڌو پبليڪيشن گاڏي کاتي، حيدرآباد مان ڇپرائي، اٿارٽيءَ جي آفيس، نئشنل هاءِ وي، حيدرآباد مان پڌرو ڪيو.

# ناشر پاران:

لغت کي ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ لاڳاپيل ٻوليءَ جي لفظن ۽ اصطلاحن جو بنيادي ۽ اهم دستاويز تصور ڪيو ويندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو بين الاقوامي سطح تي ڳالهائيون ۽ سمجهيون ويندڙ ٻوليون ، هر سال واڌارن ۽ سڌارن سان لاڳاپيل لغتن جي اشاعت کي يقيني بڻائينديون پيون اچن. ڪنهن بہ موضوع تي لغت جي تياري، هڪ يا ٻن ڏينهن جو پورهيو نہ، بلڪ سالن جي تحقيق ۽ مطالعي جو نچوڙ هوندي آهي، تنهن ڪري اها موضوع ۽ تحقيق جي لحاظ کان پنهنجي اندر وسعت رکڻ ڪري سمورين علمي خوبين سان صدين تائين ٻين کي فائدو پهچائي ٿي.

سنڌي ٻوليءَ کي اهو اعزاز حاصل آهي تہ ملڪي سطح تي اردوءَ کان پوءِ جنهن ٻوليءَ ۾ وڏ کان وڏ ادبي ذخيرو ۽ لغت جي اشاعت ممڪن بڻي آهي، اها سنڌي ٻولي ئي آهي . ان ڳالهہ کي نظر ۾ رکندي سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري پاران گهڻ موضوعاتي لغتن جي تياري ۽ اشاعت واريون ڪوششون تيز ڪيون ويون آهن.

سنڌي ٻوليءَ جي هڪ خوبي اها بہ آهي تہ ان جون حرفي پڇاڙيون متحرڪ ۽ سُر واريون آهن. اعرابن جي معمولي ڦيرڦار سان لفظن جي معنيٰ ۽ مطلب ۾ واضح فرق سامهون اچيو وڃي. ڪيترائي لفظ تہ وري اهڙا آهن جيڪي ساڳيون اعرابون رکڻ جي باوجود بہ پنهنجي اندر معنيٰ ۽ مطلب ۾ انفراديت رکندي نظر اچن ٿا.

محترم عبدالخالق "شهيد سومري" پاران تيار ڪيل سنڌي ٻوليءَ جي خاص لفظن ۽ اصطلاحن جي هيءَ تقابلي ۽ تشريحي لغت ان سلسلي ۾ هڪ جامع اپياس پيش ڪري ٿي. ان کان علاوه هن لغت ۾ مختلف جاين تي اهڙن خاص لفظن جي تشريح ۽ سمجهاڻي بيان ڪندي حوالي طور شاهہ لطيف جي بيتن کي پڻ ڪتب آندو ويو آهي، جيڪي جڻ تہ هن تحقيق جي سَنَد جون ساکون پريندي نظر ٿا اچن.

سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا ۽ تقابلي اپياس واري موضوع تي تيار ڪرايل هن لغت جي ڇپائيءَ سان نہ صرف ٻوليءَ ۾ گهٽ ۽ ساڳي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندڙ لفظن کي محفوظ ڪري سگهبو. پر ٻوليءَ تي تحقيق واري سلسلي کي پڻ هٿي ڏئي سگهبي.

لغت جو مسودو، اداري ۾ بطور چيئرمين ذميواريون سنڀالڻ کان پهرين ڪمپوز ٿي چڪو هو، جنهن لاءِ اداري جي اشاعتي شعبي جي سربراهه خالد آزاد ۽ سندس ساٿين جون ڪوششون ساراهه جوڳيون آهن. آئون هن لغت جي مرتب محترم عبدالخالق شهيد سومري جو پڻ ٿورائتو آهيان جو هن اداري سان سهڪار ڪيو.

اميد تہ هيءَ لغت سنڌي ٻولي، ادب ۽ لغت جي ڪم سان لاڳاپيل ٻين عالمن، اديبن، استادن ۽ شاگردن لاءِ فائديمند ثابت ٿيندي.

**عبدالقادر جوڻيجو**
چيئرمين

17 آڪٽوبر 2005ع
حيدرآباد، سنڌ.

# پنهنجي طرفان

شڪر الحمدلله ! جو اڄ منهنجو هيءُ ننڍڙو ڪتاب 'ٻوليءَ سندا ٻول" اوهان جي هٿن تائين پهچي ويو آهي، جيڪو سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري حيدرآباد، سنڌ طرفان ڇپرايو ويو آهي. هونئن بہ ڪنهن شاعر جو شعري مجموعو يا ڪنهن اديب جو نثر ۾ ڪتاب ڇپجي جڏهن پڙهندڙن جي هٿن تائين رَسندو آهي، تڏهن لکندڙ جي خوشيءَ جي حد ئي نہ رهندي آهي. ائين چئڻ تہ ٺٺر ۾ مينهن پوڻ ڪان پوءِ اُتي جي ماڻهن جا مُنهن مُرڪي پوندا آهن. جيءَ جَرڪي پوندا آهن، سارنگ ڪين سڪن جون شاخون موڪليندو آهي، تيئن آئون بہ اڄ نهايت خوش آهيان. اصل ۾ مان ڪو وڏو اديب يا عالم ڪو نہ آهيان، پر بنيادي طرح هڪ ننڍڙو شاعر آهيان. جو ڪَچي ڦِڪي شاعري ڪري يوسف جي خريدارن ۾ نالو لکرائيندو آهيان. بهر صورت گهڻي عرصي ڪان اهو علمي ۽ ادبي ذوق هو تہ اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪي اهڙا بہ هڪ جهڙا لفظ آهن، جن جون اعرابون بہ ساڳيون آهن، پر انهن لفظن جي معنيٰ ۽ مفهوم جدا جدا آهن.

مثال: مَنگَلُ: باھ "مَنگَلُ منهنجي من ۾، ٻاريو هوت حمام" (شاھ)
مَنگَلُ: ماڻهوءَ جو نالو.
مَنگَلُ: ڏينهن جو نالو.

اهڙي نموني جا ڪيئي لفظ هن ڪتاب ۾ اوهان کي نظر ايندا. مطلب تہ سڄو ڪتاب ان رنگ ۾ رڱيل آهي.

منهنجا سائين! هتي هي بہ عرض ڪندو هلان تہ مون پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو حصو درس و تدريس ۽ گذر معاش جي سلسلي ۾ ٻهراڙيءَ جي ماڻهن سان گذاريو آهي. انهن سادن ۽ صاف انسانن وٽ جيڪو ٻوليءَ جو خزانو آهي، سو ڊگريون ۽ سرٽيفڪيٽ رکندڙ پڙهيل لکيل ماڻهن وٽ مشڪل نظر اچي ٿو. مون کي ٻوليءَ جا گهڻا لفظ انهن هارين ۽ پورهيت ماڻهن کان حاصل ٿيا ۽ اُهي موتين جهڙا لفظ جڏهن شاھ سائين جي رسالي سان ڀيٽيم تہ ساڳيا لفظ هوبهو ملڻ شروع ٿي ويا.

مون جڏهن هيءُ ڪتاب لکڻ شروع ڪيو، تڏهن منهنجي سامهون شاھ سائينءَ جا ٻہ رسالا موجود هئا. پهريون سائين غلام محمد شاهوانيءَ جو ۽ ٻيو سائين ڪلياڻ آڏوانيءَ جو ترتيب ڏنل. بهر صورت هن ڪَنَن ڪم ۾ مون کي پورو هڪ سال لڳي ويو ۽ گهربل مقصد وارو ڪتاب تيار ٿي ويو.

البتہ هن ڪتاب کي مڪمل لغت چئي نٿو سگهجي، ڇاڪاڻ تہ مڪمل لغت لکڻ لاءِ وڏا علمي اصول ۽ قاعدا آهن، جنهن جي مون کي ڄاڻ ڪانهي، ڇو تہ جتي ڏونري جهڙا ٽلها ڪارائتا لغت جا ڪتاب لکيل آهن اتي هيءُ ڪتاب ٻانهون ٻڌيو بيٺو آهي. بس هڪڙي ادبي ۽ علمي جُهوپڙي ٿاهي ان ۾ هڪ ڏيئو ٻاريو اٿم. الله ڪيس هوائن کان بچائي.

باقي هڪڙو عرض ڪندو هلان تہ هن ڪتاب ۾ مون جيڪا نوان آندي آهي، اُها هيءَ آهي تہ هر لفظ جي معنيٰ لکي ان لفظ جي حوالي سان شاھ سائين جا بيت، سنڌي چوڻيون ۽ سنڌيءَ ۾ جملا پڻ ڏنا اٿم، جيئن منهنجي هن ذهني پورهئي کي هر پڙهندڙ آسانيءَ سان پڙهي ۽ سمجهي سگهي.

سنڌي ٻولي هڪ قديم ۽ شاهوڪار ٻولي آهي، جيڪا اسان کي ڌرتي ماءُ جيان آهي، تہ سڃاڻپ بہ آهي. عشق اهو هئڻ گهرجي تہ جيجل ماءُ جي ٻوليءَ کي اسان وڏايون، ويجهايون، پاڻ پڙهون ۽ ٻين کي پڙهي ٻڌايون. ڇاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ سان هر روشن خيال سنڌي ماڻهوءَ ۾ فڪري، قومي ۽ تخليقي سگهہ پيدا ٿئي ٿي. اهو ئي سبب آهي جو مون هيءُ ڪتاب 'ٻوليءَ سندا ٻول' سنڌيءَ ۾ لکيو آهي. شال هي منهنجو علمي ۽ ادبي پورهيو صاب پوي. اهڙي طرح هي گذارش ڪندو هلان تہ ڪو بہ ڪتاب، سواءِ قرآن پاڪ جي، حَرفِ آخر ٿي نٿو سگهي، تنهن ڪري ٿي سگهي ٿو تہ منهنجي هن ڪم ۾ ڪي فني ۽ علمي جهول بہ هجن. ان ڪري سنڌي ٻوليءَ جي اهڙن عالمن کي عرض آهي تہ منهنجي هن ڪتاب جي پڙهڻ ڪانپوءِ ادبي نيڪ نظر بہ ڦيرائن جيئن منهنجي رهنمائي ٿي سگهي. مون کي سندن مانائتي موٽ جو انتظار رهندو.

آخر ۾ آئون هن اداري جي چيئرمين صاحب، سيڪريٽري صاحب، اداري ۾ اشاعتي شعبي جي سٽ ۽ ڪمپيوٽر آپريٽرن جو نهايت ٿورائتو آهيان جن پنهنجو فرض نڀائيندي دلي طرح تعاون ڪري هيءُ ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيو.

مهرباني

الله ڏاهِي مَ ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن.
مونسين مون پرينَ، پورائيءَ ۾ پال ڪيا. (شاھ)

دعاگو

**شهيد سومرو** 21-12-2005

# الف

**اَپرو** بيمار، ضعيف، ڪمزور.
1- بَس يارَ! بيماريءَ اَپرو ڪري ڇڏيو آهي.
2- بَس پيارا! ڪيئي ڳالهيُون آهن، جو اَپرو ٿي ويو آهيان.

**اَپرو** مسڪينُ، غريبُ،
1- ادا! کهڙو بہ آهيان، پَرَ اوهان جو اَپرو ياءُ تہ آهيان.
2- سائين اَپرو ضرور آهيان، پَرَ بي ضمير ناهيان.

**اَپِري** ضعيفُ، ڪمزور، هيڻي، لَٽَلَ.
1- اَدَر، نـــدَرَ، اَپـــرِي، اوڳي اوائِي. (شـــاهـــ)
2- اَدَرِ، نـــدِر، اَپِري، گَمَنِ گُســـاتِي. (شـــاهـــ)

**اَپِري** مسڪينِ، غريبِ، محتاج.
اَدي آئون بہ اوهان جي اَپِري ڀيڻُ آهيان، مِڙئي پارَت هجيوَ.
**چوڻي:** اَپِري کي ميڇر گهڻو. 2- اَپِري سوِيرَئي ڀَلاٽي.

**اُتَرُ** طرفُ، پاسو.
1- اُتَر اوتُون ڏي، نـــ مـــون سَوَڙ، نـــ گَبرو. (شـــاهـــ)
2- اُتَرُ ڏِنـــي اوتَ، نـــ مـــون سَوَڙ نـــ گبـــرو. (شـــاهـــ)

**اُتَرُ** اصل رقم کان وڌيڪ پئسا.
1- هزار رپيا اُتَرُ ڏيندين، تہ پوءِ هي ڍڳو تنهنجو آهي.
2- بہ هزار رپيا اُتَرُ ڏئي، هيءَ مينهن ورتي اٿم.

**اُتَرُ** اصلي تور کان وڌيڪ ساهميءَ جي پڙ ۾ سامان وجهي ڏيڻ.
1- سيٺ صاحب! ڪجهہ اُتَرُ تہ ڏي.
2- توربندي تورو گهڻو وڌيڪ سامان اُتر ڏيڻ کپي.

**اُتَرَ** طرفَ، پاسي.
1- اڄ پڻ اُتـرَ پـارَ ڏي، تـاڙي ڪـئـي تـنـوارَ. (شـاهـ)

2- لـڳي اُترَ واءُ، ڪيـنـجهر هـنـدورو ٿـئـي. (شاهہ)
3- لـڳي اُترَ جي هِيرَ، مـارو منـهـنـجا ميـرَ. (شاهہ)

**اُتار** نقل ڪر، هڪ پني تان، ٻئي پني تي لکڻ.

**اُتارِ** لاهِ، هُتي ڇڏ، هِتي ڇڏ.

**اَڃَ** پاڻي.
1- جاتـو ڏِني اَڃَ، تَنهِن ٻـاڻيءَ پُنـا ڏيـنـهـڙا. (شاهہ)

**اَڃَ** ڇڏو ڏُڏُ ڇڏي لَسي.
1- مـيـهـارُ مَلاحَنِ ڪـي، اُيـو آڃي اَڃَ. (شـاهہ)

**اَڃَ** رُڃَ، ميدان.
هتي تہ ڪابہ شئي ڪانهي، رڳو اَڃَ لڳي پئي آهي.

**اَحَدُ** الله تعاليٰ جو صفاتي نالو
1- اَحـدُ احـمـد پـاڻ مِ، آهـي مـيـمُ فَرقُ. (شـاهہ)

**اَحَدُ** هڪڙو، واحدُ
2- اَحَدا جي اَرڪَ تيـا، سي ڪـانئَر ڪـبا ڪـانهَ. (شاهہ)

**اَڙِي** ڦاٿي، قابو تي.
1- مُنهنجِي دل اوهان سان، الائي ڇو اَڙي آ- (محمد فقير کٽياڻ)

**اَڙِي** گوهِي، بـي ايمانِي، ڪَمُ نـہ ڪَرڻ، جوابُ ڏيـڻ، ضـد ڪرڻ.
1- توهان هر ڇڱي ڪَمَ ۾ اَڙي ڪندا آهيو.
2- يارَ گهوڙو تہ ڀلو آهي، پر هلندي هلندي اَڙي ٿو ڪري.

**اَڙِي** اَٽڪي، ڦاسي.
1- ڪـا جا انـگ اَڙي، جِـنـ ڇِتـا ڦَتَ ڇڙي پـيـا. (شـاهہ)
2- آڙيـڪَنِ اَڙي، پِيَسِ هوتَ پـنـهـونءَ سين. (شـاهہ)

**اَڱهِي** بيمار، مريض، محتاج، لاچارُ.
1- اَديـون! اڱـهـي آهـيـان، پـريَنِ پـڄاڻـان. (شـاهہ)
2- پـڄاڻـان پِريَنِ، اديـون! اڱـهـي آهـيـان. (شـاهہ)

3- جَڏِيءَ رَيءَ جَمَالَ، اگـهِي تِي آهُون ڪري، (شاهـ)

**اَگِهي** قبول پئي، اثر ٿيو.

1- اگـهِي اَگـهائـي رنـجُ پـريـان ڪـي رسِـئـو. (شاهـ)

**اَگهائي** بيماري،

1- اگـهي اَگـهائِي، رَنـجُ پـريـان ڪـي رسِـئـو. (شاهـ)

2- اگـهائِي سَگـهـا ٿِيا، جي ويـنـا وَٽِ ويـڄن. (شاهـ)

چوڻي: اگـهائـي ايـنـدي گـهـوڙي وانگـر آهـي، ۽ ويـنـدي جُونءَ وانگر آهي.

**اَگهائِي** قبول ڪئي، منظور ٿي.

1- رب پاڪ جي در دعا اَگهائِي ۽ ٻيڙا پار ٿي ويا.

2- بس يـار! ڪنهـن جي دعا اگهائـي، جو نوڪري ملي وئي.

**اَلَڙُ** تڪڙو، هُوڙه، اڻ آزمودگار.

1- اُلـڙُ تـي مَـ آڇِ مـَ تـون، واتـاڙن وائِي. (شـاهــ)

**الَڙُ** ٻَڇَ، مارائڻ، تڪليف ڏيڻ.

1- وڏيري اڄ مرونءَ ۽ ڪتن جو اَلَڙُ ڪرايو.

2- اهو اَلَڙُ توئي ڪرايو آهي، جو مسڪينن کي مارايو اٿئي.

**اَنگُ** ڀاڳُ، نصيبُ، لکيو، قسمتَ.

1- مـولـيٰ ڪَيـو مَعمُور، انـگُ اَزل مِ اُنَ جي. (شاهـ)

2- اَنـگُ اُتـيـئـي لـکـيـو، جِتِ نـ رَسي ٻانَهن. (شاهـ)

3- لـکيـو جو نِراڙَ، سو اَنـگُ ڪـيـاڙيءَ نـ ٿـئي، (شاهـ)

4- اَنـگُ اڳِهِين لِکِـيـو، مُنهـنجو مـيـثـاقـاءِ، (شـاهـ)

**اَنگُ** عضوو.

1- اَنـگُنِ چاڙهي اَنـگ، رئـنـدِي سـا رَتَ ڦُڙا. (شـاهـ)

2- ڪـاهـوڙيـن اُهـجاڻَ، اَنـگُ نـ سـڃِي اڳِڙي، (شاهـ)

3- اَڄُ پڻ انگيم، انگَ، هَتان حبيبَنِ جي، (شاهہ)

**اَنگُ** نوڪَ، ڇُھنب، نوڪدار.

1- ڪاجا انگُ اَڙي، جئَن ڇُٽا ڦَٽَ ڇِڙي پيا. (شاهہ)

**اَنگُ** مَلَھہ جو انگ. جهڙوڪ 'وارو'، جانـنو، ڪَس، وچئين، ڦَڙڪ، اُٿَ ڏاوڻ، گُھمائڻ.

**اَنگُ** عَدَدُ. سٺِ، سَتَر، اَسي، هزار، پنج هزار.

**انگ** خصوصيت.

**اَٽيا** سُکل، بنا تيل جي.

1- اٽيا سَٽيا نہ ڪري، سونهن وجايَس سُورَ. (شاهہ)

**اَٽيا** غريب، مسڪين، آٽڻ ۽ چاڙهڻ وارا ماڻهو.

**اوپرا** ڌاريا، پراوا، اڻ ڏٺل، غير.

1- پنهنجي ڳوٺ ۾ اڄ مون ڪي اوپرا ماڻهو ڏٺا، الائجي ڪير هئا.

2- جڏهن بہ پنهنجي ڳوٺ ۾ ڪي اوپرا ماڻهو ڏسو تہ اول انهن کان خبرون وٺو.

3- اسان بہ هِنَ ترجا آهيون، اوپرا ڪونہ آهيون، هڪ ٻئي کي سڃاڻون ٿا.

4- اگڻ مـتـي اوپـرا، جڏهـن ڏِٺءِ اُٿَ.

5- اگڻ مـتـي اوپـرا، جڏهـن ڏِٺءِ تـوڏا.

**اوپرا** ڪَتَ جي سيراندي ۽ پيرانديءَ واريون ڪاٺيون.

ڪَتَ کي چار ڪاٺيون ٿينديون آهن، ٻن کي ٻانهيون چئبو آهي ۽ ٻن کي اوپرا چئبو آهي. ٻانهيون ڊگهيون ٿينديون آهن ۽ اوپرا ننڍا ٿين.

**اوڙاهُ** سمنڊ جو تَرو، وڏي ۽ اونهي ڪَڏَ.

1- هي چارون ۽ هي ڇيچ، اڃا اوڙاه اڳاهون ٿئو. (شاهہ)

2- ويـر مَ لاهـي ويـہُ، مَتـي آرَ اوڙاه جي. (شـاهـہ)

3- پـاڻَهِ وِجهـي ڪُنَ ۾، پـاڻَهِ اُڪـاري اوڙاه. (شـاهـ)

**اوڙاهُ** باه، مَچُ.

لڳو مـنهـنجي اندر ۾ اوڙاه، سورن مـنهـنجو سُک ڦٽـايو.
(رکيل شاهـ)

**اوڙاهُ** مصيبت، مشڪلات، تڪليف.

1- بس يار پاڻ کي بـ اوڙاه ۾ وڌائين ۽ اسان کي بہ آزار ۾ وڌائين.

**ايمانُ** ڀروسو، يقين. اٽل فيصلو.

1- وَحـدَهٗ لاشريـڪ لـهٗ، جن اُتـوسِين ايمان. (شـاهـ)

2- انَ ڀَر نـہ ايمان، جنءَ ڪلمي گو ڪـوٺائـين. (شاهـ)

3- نـڪي احمد مـوڪـليـو، عربَ ڪان ايمان. (سَچلُ)

4- تـوئِي ابـرِ رحـمـت، تـوئِي رَنـگ شَفَـقـت
سـندم جان تـو ۾ ۽ ايمـانُ تو ۾! (حـيدربـخش جتـوئـي)

**ايمانُ** همت، حوصلو.

1- ڪابـ تر ۾ بـيمـاري ڪانـهي، خادم خواه ڪٺي ايمان لاٿو اٿئي.

2- يار! خسـيس ڳالـهـ تي، پنـهنجو ايمان هاري ويـٺو آهين.

**ايمان** سچ.

ڇوٽي: اَنُ آهي تہ ايمانُ آهي.

ڇوٽي: ايمان مهمان آهي.

**اَئِي** ٻَڪري. اَئِي جو جمع اَيُون. (ٻڪَ ـ ريون)

1- يار! هن سال اهڙي بيماري پئي جو هڪ بـ اَئِي ڪانہ بچي.

2- بس ٻـُـي اَئيون آهن، انهن تي گذر سفر ٿئي پيو.

**اَئِي** اڙِي! ٻڙِي!

1- اَئي تو کي بہ سڄاڻان ٿي، هرو ڀرو منهنجو وات نہ کول.
2- آئِي شرم اچِئي ٿو، پاڻ ۾ پَٽُ وِڃي، هينئر آئي آهين سَڏُ ڏيڻ!

اَدبَ
نياز، نوڙت.
1- اَنئِي پَهرَ ادبَ سين، پِرِ اهائي پارِ، (شاهہ)
2- ادبَ ۽ اخلاص جا، سِڙهَ ٻَڌِج سوري، (شاهہ)

اَدبَ
اخلاق، خُلقَ.
1- اُپِيون گهٽي اَدبَ سِين، حورون حيرت هنڌَ، (شاهہ)
2- موتِي جن هٿان، آنڊِ گهٽي اَدبَ سِين. (شاهہ)

اَدبُ
لحاظُ، خيالُ، فِڪرُ.
1- وَٽُ ڪاتِي وَڍِ اَنگڙا، ادبُ ڪَرِمَ ڪوءِ، (شاهہ)

اَدبُ
عزت، مان.
1- آديسين اَدبُ، آهي اکڙين ۾. (شاهہ)
چوڻي: جيترو اَدبُ، اوترو سببُ.

اَدَبُ
پرهيز.
هتي ادب جي معنيٰ پرهيز ۽ سڏي وات ڏيکاريندڙ روحاني رهبر آهي.
1- ادبُ اکڙين کي، ڏِيهاڙِي ڏيان، (شاهہ)

اَنگُورَ
ڏُکَ، ڦَٽَ.
اُريام اَنگُورَ، سُتي سُپيرين جا.

اَنگُورَ
ميوات جو قسم.
چوڻي: لنگورَ جي هٿ ۾ انگورُ!

اَگهَنِ
بيمارَن، مَريضَنِ.
1- آهي گهٽو اَگهنِ جو، تَرسُ طَبِيبَنِ، (شاهہ)
2- اَگهنَ مِڙي اَڄُ، ڪَيو سَڏُ صحتَ ڪي. (شاهہ)

اَگهنِ
قِيمَتُنِ، بَها.

1- اَبا شهر وچي پيو شين جي اڳهَن جِي بہ خبرچار رکيون اَچجانءِ.
2- توهان کي جيڪي شيون کپن سي وٺو، اڳهَنِ ۾ اوهان کان وڌيڪ ڪونہ وٺبو.
3- ڦٽيون جيڪي بہ هَجَنِ سي ڪارخاني تي پهچايو، اڳهنِ ۾ پاڻ نَهي ويندا سِين.

آثارُ نشاني، اُهڃاڻ.
1- ذرو ناہ يَزِيدَ کي، اي عِشق جو آثارُ. (شاهہ)

آثارُ نمونو، رُخَ.
1- اَڄ مِينهَن پَوڻ جو آثارُ ڏسجي پيو.
2- تُنهنجي مُنهَن جو آثارُ ٻڌائي ٿو تہ تُنهنجي نيت ۾ خَلَلَ آهي.

آچارُ رَوِش، هلت.
1- اَوٽِت جو آچارُ، ڪانڌ ڪَنهِين سين مَ ڪري. (شاهہ)

آچارُ ڏينهن جو نالو. آچارُ (آچَرُ)
1- صبحاڻي آچارُ آهي، موڪَل بہ آهي، بهتر آهي اِهو ڏينهن گڏجاڻِي جو ڪَيُون.

آچارُ ڪَتاڻِ، سانداڻُ.
انبڙي جو آچارُ، ليمي جو آچار، گجرن جو آچارُ، مرچن جو آچارُ.

آچارُ نالو، ماٺهوءَ جو نالو، آچارُ.
1- چَني جو انتظام مامو آچارُ ئي سنيالي سگهي ٿو.
2- مون پنهنجي پُٽَ جو نالو آچارُ رکيو آهي، اِن لاءِ تہ هو آچارَ ڏينهن ڄاڻو آهي.

آچار ڪارڻ، سبب.
چوڻي: لاچارَ ڪي، آچارُ ڪونهي.

# ب

**باري** — الله تعاليٰ جو نالو. صفاتي نالو.

**باڙي** — ڳرا، وزن وارا.

1- او قابيل! اکين ۾، توکي باري ٻانَ. (شاهه)

2- وڏا وَڻ وٽڪار جا، جتي ٻرَ سُجن باري. (شاهه)

**باري** — ڳرو وزن کڻي هلندڙ اُٺن جو هڪ قسم.

چوڻي: باري کڻندا بارَ، ڪونهي ڪَم ڪنواٽن جو.

**باڙي** — تڪليف ڏيندڙ، اڙانگو.

1- واقف نه وڻ ڪارجي، باري سُجَن ٻرَ. (شاهه)

**باڙي** — تڪليفَ ۽ مُشڪل ڪي مُنهن ڏيڻ وارو.

1- اَبڙو آڳاهَن ۾، پرجهلو باري. (شاهه)

**بازي** — حرفت.

1- سونا! وانءِ صراف سِينءَ، پيجي ڇڏ بازي. (شاهه)

**بازي** — تماشو.

1- اڻ هوندي بازي، بازيگر بَرحال ڪي. (سامي)

2- زَر جي تِي زور بازي، زَرِ آته عشقُ نَهَ پَهَ. (بلبل)

**بازي** — شَرطَ.

1- تنهنجي ۽ منهنجي اڄ بازي لڳي، هڪ ڏينهُن ضرور خدا پاڻ کي به وارو ڏيندو.

2- سائين! توهان سان ته سِرَ جي بازي آهي، هرحالت ۾ ٻَڌلُ آهيان.

**بازي** — گوءِ.

'الف' خان 'ب' خان کان بازي کڻي ويو.

**بَرابَرِ** — هڪ جهڙائي، هڪ جَهڙو، پاڻ جَهڙو. مَٽُ.

1- رب جي نظر ۾ سڀ انسان برابر (هڪجھڙا) آهن.
2- دنيا ۾ سڀ ماڻهو پاڻ ۾ برابر ناهن.
چوڻي: گھوڙي ڪَنَ برابر آهن.
1- گھرُ، سورڻ نہ پڙي، جانِ تَندُن برابر توريان. (شاھہ)
2- سون برابر سڳڙا، ماروءَ سندا مون. (شاھہ)
بَرابَرِ بيشڪ، صحيح، دُرست.
1- الله پاڪ جا فيصلا برابر هوندا آهن.
2- تنهنجي اِها ڳالھہ، برابر ناهي.
3- اول ماڻهو خود کي برابر رکڻو آهي.
1- سون برابر سڳڙا لُون لونُ برابر لڪَ. (شاھہ)
بَري ٻَڪري جو قسم.
بِري ڇڏي ڏيڻ، آزاد ڪَرڻ. بَري رهڻ.
1- ڪورٽ سڳوري سيني کي بي قصور قرار ڏيندي بَري ڪري ڇڏيو.
2- جيترو بہ تي سگھي، مُنافقنِ کان ماڻهو بَري رَهي.
بَري ميداني فوج.
1- ڪالھہ ڳڏيوسون ڪاپڙي، بابُو بان بَري. (شاھہ)
بُري بُڇڙي، خراب، ناپسنديده.
1- بُريءَ بيڪاريءَ سين، هاري! پاڻُ مَ هيرِ. (شاھہ)
1- نشو ڪرڻ بلڪل بُري عادت آهي.
2- بُري سنگت مان هميشہ خطرو جاڻ.
3- سَچ چوڻ، بُري ڳالھہ ڪانهي.
4- جيڪڏهن منهنجي چڱي ڳالھہ بہ، توکي بُري تي لڳي، تہ تون چاڻ تنهنجو ڪم چاڻي.
5- ڪوڙ کان وڌيڪ دنيا ۾ ڪا بہ بُري بَلا آهي ئي ڪانہ.
چوڻي: بُري دوستي جو اَثر، جيئن ڪاٺَ کي سُرو.

**ٻِري** نياڳِي، ڇَنڊِي، نياڳ.
1- هيءَ جاءِ ٻُري آهي، هتان لڏڻُ گهُرجي.
2- اَهڙي ڪا وِڪَ ٻُري اَٿئي، جو ٽيڻ وارو ڪم ٻه نٿو ٿئي.
3- مائي حاجاڻي هرويرو ٻِري ڪانهي، پر غربت هُن کي ٻُري بڻايو آهي.

**بَگِي** ٽانگي جو پراڻو قسم.
1- اَبا! ان بَگِي واري کي سَڏُ ڪر ته اسٽيشن تي ڇڏي اچي.
2- هن سال سانوڻ خان جو بگِي ۽ گهوڙو ڪاميٽي ۾ پهريون نمبر آيا.

**بَگِي** اَڇي، سفيد.
1- بَس يار! تون پاڻ ڏِس وقت ڪان اڳ ڏاڙهي بَگي تي ويئي آهي.
2- اها بگِي ڳئون وڪڻين، ته مون کي ڏجانءِ.
3- مان تون وٽ بگِي ڏاڙهي ڪٽي آيو هوس، پر تو منهنجو هڪ به ڪم نه ڪيو.

**ٻُلُ** ٽپو، ڇلانگ، جَهمپُ، ٻُلُ جو جمع ٻُلَ (ٽپا).
1- جوانُ مڙس هئو، هڪڙوئي ٻُلُ ڏنائين ۽ واهُ ٽپي ويو.
2- اوچتو پيٽ ۾ سُور پيس، سڄي رات ٻُلَ ڏنا اٿس.

**ٻُلُ** موقعو، وارو، چانسِ. ٻُلُ جو جمع ٻُلَ (موقعا، وارا، چانسُون.) وارو.
1- يار! صاحب سان ملڻ جو هي واه جو ٻُلُ اَٿئي.
2- خير پرواه ناهي، اسان جي به ٻُلَ ۾ آيو ته گهَٽِ نه ٿيندس.
3- ڪڏهن ته فصل به ٻُلُ ڏيندو، سدائين هَمِڙا ڪونه هونداسين.
4- قدرت تو کي گهڻائي ٻُلَ عطا ڪيا، پر تو پاڻهين

وجائي ڇڏيا.

**ٻِلو** واهر، مدد، ڪوشش.

1- خدا ڪان سواءِ ٻيو ڪير ٻِلو ڪندو.

2- يار! اُتو تہ هلي ڪو ٻِلو ڪيون، تہ تنهنجي ڳوٺ ۾ بہ ڪو اسڪول نَهي.

3- يار! ناراض نہ ٿجانءِ، توبہ اسانجو دل سان ٻلو نہ ڪيو.

”ڪونهي ڪميٽيءَ جو، ٻِگرِ تو ٻِلو.“ (شاهہ)

**ٻِلو** بندوبست.

1- رُشوت خورن لاءِ بہ ضرور ٻِلو ٿيندو.

2- مون پنهنجي ڪم جو پاڻ ٻِلو ڪيو، تڏهن ڪَمُ ٿيو.

3- ويچاري جو ٻِلو تہ ڪيو، پوءِ ڪَتيس سندس قسمت.

**بَندِي** قيدي.

1- بَندي آخر بندي آهي.

2- بَس يار! نوڪري ڪرڻي ڪانهي، پر بندي آهي.

3- ٻِلا هڪ مجبور ۽ بندِي، (باندي) ماڻهو ڇا تو ڪري سگهي.

”بَندِي ٻِيا قَرار، اَسين لوڄُون لوهہَ ڪي“. (شاهہ)

**بندي** روڪ.

اڄ ڪلهہ پاڻيءَ جي بندي لڳي پيئي آهي.

**بَندِي** لکڻ جي بَندي، حساب ڪتاب جي بَندِي.

1- سيٺ! بَندِي ڪَڍُ، منهنجو حساب ڪتاب صاف ڪر.

2- جيڪو بہ حساب ڪتاب پنهنجو ٿئي سو بَنديءَ ۾ لکندا ڪيو.

3- پاڻ يار! ان جو حساب ڪيون، نَڪا بندِي رکون، ڪم توڪل تي پيو هَلي.

**بندِي** نوڪرياڻي، ٻانهي، غلام، حڪم جي ٻندي.

1- سائڻ! ٻَندي ته هونءَ ئي حڪم جي ٻندِي آهي، جيئن حڪم ڪندا ٻَندي تيئن ڪَندي.

2- نُورِي ته گندرِي، گندِي ءِ ٻَندِي هُئي، پَر سَمي ڪِٿي سُندري ڪَئي.

3- سائڻ! ٻَندي ضرور آهيان، پر گندي ناهيان.

**ٻَنو** نالو. ماڻهوءَ جو نالو ٻَنو.

**ٻنو** گهوٽ.

1- آخر خدا مون کي ٻه ٻَنو ڪندو.

2- نهي گهرُ ڪونه، هليو آ ٻنو 'گهوٽ' ٿيڻ.

3- آئون پنهنجي پُٽَ کي شال ٻَنو ڏِسي پوءِ مران.

**ٻُڻُ** پيڙهي، ٻُڻُ جو جمع ٻُڻَ. (پيڙهيون.)

1- هن ڳوٺ ۾ ٻُڻَ کان وٺي، اسان لوهارڪو ڌندو ڪندا اچون.

2- شڪر خدا جو آهي، جو اسان جي ٻُڻَ ۾ ڪوبه اَڻ پڙهيل ڪونهي.

3- دُعا ڪيو ته ٿَرَمان، ڏڪارَ جو ٻُڻُ ختم ٿئي.،

**ٻُڻُ** خاندان، گهراڻو.

1- ٻُڻُ ته سٺو اَٿس، پر خدا ڪِٿي ڦَتايو اَٿس.

2- اَئِي! چوانءِ ٿي ته چُپ ڪر، نه ته ڪريانءِ ٿي ٻُڻُ پڌرو.

**ٻُڻُ** پاڙ، بنياد، شروعات.

1- هي ٻَبَر ائين ڪونه ڪرندو، ٻُڻَ کان ڪَپيوسِ.

2- ڏاڏا! دودي چنيسر جي ڳالهه مون کي ٻُڻَ کان وٺي سڻاءِ.

3- ڳالهه جو نڪو ٻُڻُ نڪو بنيادُ، خواه مخواه ڪٽي مٿو ڪاڙهو اَٿئي.

**بُنيُون** قبرُون، مزارُون.
1- جي ڳالهين ڳنگاڻيا، تن بَنَنِ پاسي بُنيُون. (شاهه)
2- هن مقام ۾ اسان جي وڏڙن جُون بُنيون (قبرُون) آهن.
3- سونهن ۽ ثقافت جي لحاظ کان، جي بُنيون (قبرون-مزارُون) ڏسڻيون اِٿئي، تہ مکلي مُقام (ٺٽي) ۾ وَجي ڏِسي اَچُ.

**بُنيُون** دڙا، دَڙيُون، متانهان ويرانُ ڊِيرَ ۽ هنڌَ.
1- هِي جي پَريان بُنيُون (دڙا) ڏسين پِيو، ڪڏهنِ هتي بہ وڏي آبادي ۽ شهرُ هو.

**بَنيون** سرن پچائڻ جا هنڌ.
اميد پور جي پر ۾ جام بنيون آهن.

**بَرُ** رڻ، سُڃَ، ميدانُ.
1- نهارِيندِيَسِ نڪري، بوتَنِ ڪارَڻِ بَرُ. (شاهه)
2- بَرَ مَـڙوئِي بُوءِ، ڇپَرَ ڇاتُون مُڪيُون. (شاهه)
3- بِره مَٿايَسِ بَرُ، ناتَ سُکِي ڪيرَ سَڏُون ڪري؟ (شاهه)

**بَرُ** ڪپڙي جي ويڪر.
1- سيٺ! ڪپڙو مون کي اُهو ڏيکارِ، جَنهِن جو بَرُ وڏو هجي.
2- ڪپڙو تہ پَلو آهي، پَر بَرُ ننڍو اَٿسِ.

**باسَ** هڳاءُ، بُوءِ.
1- پيئي جنين باسَ، گَنجي ڏونگَرَ گامَ جِي. (شاهه)
2- جَڏهن پيئِي باسَ، ڇپَرِ هوت پنهونءَ جِي. (شاهه)

**باسَ** ڌَپَ، بَدبُوءِ.
1- اُچي جِي عبداللطيفُ چَئي، باسَ نہ پُهتي بوءِ؟ (شاهه)

**باسَ** دُعا، تمنا، خواهشَ.
1- جڏهن بہ منهنجي دل جي باسَ پورِي ٿي، تڏهن سين

ڪي مِنائي ڪارائيندسُ.

2- ڏيءُ! تنهنجي لاءِ تہ هميشہ اِهي ئي ٻاسون ٻاسيندِي آهيان، تہ شَلَ پنهنجي وَرَ ءِ گهرَ سان خوش هجين.

بارَ سِرنِ جون قطارون.

رازا جڏهن ڪنهن جاءِ جون پيتيون ڪٽندا آهن، تڏهن سِرنُ جون قطارون هڪ ٻئي جي مٿان هٽندا ويندا آهن، تہ اهڙين سرن جي قطار کي بارَ چئبو آهي.

1- بس بابا! باقي ٻہ بارَ هٽون تہ پوءِ ٽا چانهہ پِئون.

2- سيٺ! ايجا چار بارَ سِرُن جا لڳندا پوءِ پِٽ مڪمل ٿيندي.

بارَ دفعا، گهمرا، ڀيرا.

1- يار! آئون ڪيئي بارَ تنهنجي گهرِ آيو آهيان، پر تون ملين نَٿو.

2- مون تہ ڪيئي بارَ توکي سمجهايو آهي، پر تون مُڙين نٿو.

بارَ وزن.

چوڻي: بارَ ڪٽندا باري، ڪونهي ڪم ڪَنواٽَن جو.

چوڻي: بارَ گڏهہ تي، هينگي ڪودي.

بارَ احسانَ، ٿورا، مهربانيون.

1- پيارا! اِهي تنهنجا بارَ لاهي تہ نٿو سگهان، پر ڳائيندس ضرور پيو.

2- ٻئي ڪي ايڏي دِلِ ٻہ ڪانهي، جو توکان سواءِ منهنجا بار ڪٽي سگهي.

ڄڻي: بارَ هميشہ وَڏنِ تي هوندا آهن.

بارَ داريون.

- هلَنِ جي هِنگلاجَ ڏي، ٻابُو چڏي بارَ. (شاهہ)

# ٻ

ٻارِ — ڏُڪاءِ، مَڇاءِ.

1- اَمان! ٻاه ٻار تہ مانِي پچايون.

2- ڇوڪِري ٻاه چڱي طرح ٻارِ، اڃا ڏُڪي ڪانهي.

ٻارِ — ديرو، ڪَرو.

ڪڻڪ جي ٻار 'ديرو' جُوئر جِي ٻار 'ديرو' ٻارِ ڪي لاڙ ۾ ڪَرو بہ چوندا آهن.

جنهن جاءِ تي هاري فصل لُٽي وجي رکندا آهن. اُن هنڌ کي ٻار چئبو آهي.

ٻارِ — پنهنجي مُڙسِي ڪر، پنهنجي همت ڪري، پنهنجو ڪماءِ، پنهنجو ڪاءِ.

1- هاڻي پنهنجي ٻارِ تہ خبر پَوَئي.

2- اُتي پنهنجي ٻارِ، ڪوبہ ڪم ڪونہ ايندءِ.

ٻارِ — اوجَهلُ پاڻي، اونهون پاڻي.

"ايءَ سائين جو سبب، جِئن ٻُڏا اُڪاري ٻارِ مان". (شاهہ)

ٻارِڻُ — رَڌَ پچاءَ لاءِ ٻارڻ ۾ ڪم ايندڙ 'ڪاٺيون'.

1- ٻارڻ آهي ڪونہ، پَٽُ ڪٿان رَڌبو.

2- اَبا! شهر وڃي پيو، ٻارڻ لاءِ ڪاٺيون وٺيو اچجانءِ.

ٻارَڻُ — مصيبت، تڪليف، پريشاني.

1- حالت اِها آهي، جو چورن وري ٻارڻُ ٻاري ڇڏيو آهي.

2- ٻِلي مَستِي ڪر، اجهو ٿو تولاءِ بہ ٻارڻ ٻَري.

3- سڀ خبرون پون پَيون، جِن هِي ٻارَڻُ ٻارِيو آهي.

ٻارَڻُ — ذات.

ٻارَڻُ جو جمع ٻارَڻَ. ذات جو ٻارڻ.

**ٻارڻ** سنڌ جي لاڙ واري حصي ۾ رهن ٿا.

**ٻانهن** انسان جي جسم جو عضوو، حيلو، وسيلو، مدد.

1- انگ اُتي لکيو، جت نہ پُهچي ٻانهن. (شاهہ)

2- ڏانڍي ڪِپيءِ ڏار مان، يا تو ڪِپي ٻانهن. (شيخ اياز)

3- موڪي مليرُ سامهون، وٺي ٻانهن وڃانسِ. (شاهہ)

4- سَمي سُڃاڻي، ٻيڙو ٻڌسِ ٻانهن ۾. (شاهہ)

5- وِيچ ڏنيئين ڪهُ ٻانهن؟ سُو رَهِنئين ڪي سامهون. (شاهہ)

چوڻي: ڪِني ٻانهن وِڍي چڱي.

**ٻانَهن** زال، گهرواري، سُهڻي.

1- تو ڪيئن ٻوڙِي سُهڻي؟ ٻيلي مُنهنجي ٻانَهن. (شاهہ)

**ٻانَهنَ** فرد.

اڙي! فلاڻي جي ٻانهن منهنجي حوالي ڪر.

**ٻانهُون** مدد، دستگيري.

1- جيڪي ڏي ٻُڌن ڪي ٻانَهن، نات ساڻن وڃن سِيرَ ۾. (شاهہ)

**ٻانهُون** بدن جا عضوا.

1- سُتي لوڪ سيد چئي، ٻئي ڪڇ ٻانهُون. (شاهہ)

2- اُيي آلَڪَ سامَهُون، ٻانهُون ٻڌائون. (شاهہ)

**ٻُتَ** ذات.

ذات جا ٻُتَ، ميهڙ تعلقي ۾ رهن ٿا.

ٻوري ميهڙ تعلقي ۾ ٻُت سِرائي ڳوٺ مشهور آهي.

**ٻُتَ** هڪ ساهِي يا يَڪَ ساهِي.

هڪ ئي ساهِي ۾ يا هڪ ئي دَمَ ۾ لاڳيتو ڪم ڪرڻ يا لاڳيتو پنڌ ڪرڻ.

1- بَس ٻُتَ ۾ وَڃُ، ٻُت ۾ اَچُ.

2- يار! هِي پتيوالو واهَ جو آهي، ٻُتَ ۾ وڃي ٻُتَ ۾ اچي.

**ٻُتَ** اصل نه ڇَڏڻُ، هرگز نه ڇڏڻ، اصل نه اَچڻ، اصل نه وَڃڻ.

1- تو به گهٽيون مَستيون ڪيون آهن، هاڻي ٻُتَ نه ڇڏيندو سانءِ.

2- هاڻي ته صاحبُ ٻُتَ موڪل نثو ڏئي.

3- پِلي نه اَچي، ٻُتَ ئي نه اَچي، ڪو فرق نه پوندو.

**ٻُتَ** اونداهي، اونده.

1- هَهڙِي ٻُتَ ۾ ٻاهر نه وَڃُ.

2- بجلي ڪاهي، تنهن ڪري ٻُتَ لڳي پئي آهي.

3- متان ڇَئين هُت اُوندهه هُئي، هتي به ٻُتَ لڳي پئي اَٿئي.

ڇوٽي: اوهان به ٻُتَ ڪيو وينا آهيو، کهڙي ٻارِيو وينا آهيو.

**ٻُتَ** مُنهُن ڍَڪيل يا ويڙهيل.

ٻُت ۾ فقط اکيون ڏسڻ ۾ ايندڙيون آهن باقي سڄو مُنهن ڍڪيل، ويڙهيلُ ءِ لَڪَلُ هوندو آهي. جنهن ۾ ٻُتَ واري ماڻهوءَ کي سُڃاڻي نه سگهبو آهي.

ٻُتَ اَجرڪ، پِٽڪي يا ڪپڙي سان ٻڌي ويندي آهي.

چورَ هميشه ٻُتون ٻڌي چوريون ءِ ڦُرون ڪندا آهن. ماڪي لاهڻ لاءِ به ماڪي لاهيندڙ مُنهن کي ٻُتَ ويڙهي پوءِ ماڪي لاهيندا آهن، اِن ڪري جو متان ماڪيءَ جي مَکِ مُنهن تي ڏنگ نه هَڻي.

**ٻُڙا** زيورن جا ننگَ يا موتي.

1- ڌِهِريءَ ۾ واهَ جا سوناري ٻُڙا جَڙيا آهن.

2- پيرل جا پيءُ، ڪنگڻ جا هي ٻُڙا متائي، ٻيا نوان وجهرائي اَچُ.

3- اَدِي! هي هارُ ڪتان نهرايو اٿئي، ٻُڙا ڏاڍا سُهڻا ٿا لڳن.

ٻُڙا — پاڻي جا ٻُڙا. جيڪي اڪين جي بيماريءَ ۾ ڪٽبِ ايندا آهن.

ٻُڙا — عطر جا ٻُڙا.
اڳئين وقت ۾ ماڻهو ڪپهه جي ذرڙن کي عطر ۾ ٻوڙي ڪنن ۾ وجهندا هئا. جن کي عِطرَ جا ٻُڙا چئبو هو. هاڻي نه اُهي عِطرَ رهيا آهن، نه وري اُهي شوقين عِطر لڳائڻ وارا رهيا آهن.
اڄ ڪلهه خوشبُو جو جديد دور آيو آهي، جنهن ۾ سينٽَ ۽ پائوڊر پنهنجا رنگ پيا ڏيکارين.

ٻُڙا — ٻاجهه، ڪرم ۽ فضل جا هَٽَ. مَهرَ نظر.
1- اي پروردگار! اسان انسانن تان پنهنجي هٿن جا ٻُڙا ڪڏهن به نه لاهجانءِ.
2- اِنسان کي هر دور ۾ سندس (رب) ٻُڙنِ جي ضرورت آهي.
”مون تان مَهرَ نظر، پرين لاهَ مَ پنهنجي“ (شاهه)

ٻَگهِي — سنهڙي قسم جي مک. چوپائي مال تي وهندي آهي.
ان مکيءَ جي ويهڻ سان مال ۾ خارش پيدا ٿئي ٿي، جنهن ڪري چوپايو مال آرام نه ڪري سگهندو آهي.

ٻَگهي — (ٽانگو) گهوڙي گاڏي، جنهن کي اڳئين دور ۾ بگهي يا بگي به چوندا هئا.

ٻِلو — جانورُ جو قسم.
ٻِلا ٻن قسمن جا ٿين ٿا. هڪڙا گهَرو ٻلا، ٻيا جهنگلي ٻلا. ٻِلي جو جمع ٻِلا. معنيٰ ۽ مقصد ساڳيو آهي.

ٻِلو — پکيءَ جو قسم.
اُهو پکي چَٽون يا طوطو آهي، جنهن کي هاري ٻلو به چوندا آهن. اُهو هن ڪري جو فصل پچڻ تي صبح ۽

شام جي وقت طوطا (چَٽُون) ولرن جي صورت ۾ اچي سنگن تي ويهي اَنُ کائيندا آهن. هارِي صبح توڙي شام جو پيهي تي چڙهِي کانياٽي سان جهارِ هڪليندا آهن. جنهن ۾ خاص ڪري، طوطي کي زور سان وڏي آواز سان چوندا ته: هَورِ ٻلو! هورِ ٻلو! متان ويو آهين! اهڙي آواز ۽ کانياٽي جي نڪاءَ تي اُهي ٻِلا (طوطا) اُڏامي ويندا آهن.

ٻِلو اِهڙي اِنعام کي ٻِلو به چوندا آهن، جيڪو سونَ، چاندي، پتل، ٽامي جو ٺهيل هوندو آهي ۽ اهو ٻلو (انعام) ان ماڻهوءَ کي حڪومت يا ڪنهن اداري يا تنظيم طرفان ملندو آهي، جنهن جي قومي، علمي، ادبي، مذهبي، اخلاقي، تعليمي ميدان ۾ پنهنجي وطن ۾ سُٺي ڪارڪردگي ڏيکاريل هوندي آهي.

ٻَنو پوک جو ٻَنو. ٻَني جمع ۾ ٻَنا.
پوک واسطي زمين ۾ ٻارا ٺاهي ٻارن جا ٻَنا ٺاهبا آهن. جيئن ٻارن مان پاڻي وَهِي نه وڃي. گويا ٻَنا پاڻِي روڪڻ جو هڪ طريقو به آهي.
محنتي ۽ چاڻو هارِي وري ٻَنا زمين تي اهڙا خوبصورت ٺاهيندا آهن جيئن زمين جو سمورو فصل آسانِيءَ سان گهُمِي سگهجي.

ٻَنو ڏيک، نماءُ.
1- اصل ۾ يار حال ڪونهي، پر ٻاهريون ٻَنو ڪونه ٿا ڇڏيون.
2- گهر ۾ پَلي ڪِٽي اٽو نه به هجي، پر ٻاهريون ٻَنو ٺاهي ڇڏئُو.
3- ٻاهريون ٻنو رکڻ معنيٰ پاڻ کي دوکي ۾ رکڻو آهي.

ٻَنو هڪ شهر جو نالو.

جيڪو ننڍي ضلعي ۾ سجاول تعلقي ۾ آهي.

**ٻَنو**
نشان، سَنڌو، داغ، زخم، ٻَنو جو جمع ٻَنا.
1- مينهن جو سڱ اَهڙو لڳو اٿم، جو پاڻهن ۾ ٻنو ٿي پيو آهي.
2- پوليس اهڙو ماريو اٿس، جو بدن تي ٻَنا ٿي پيا اٿس.
3- ڪٽڪ جون ڳوٺيون ايتريون ڏوبُون اٿم، جو جسم تي ٻَنا ٿي پيا آهن.

**ٻُوٽِيُون**
پُوريُون، بَند ڪَيُون.
1- يار! اَفسوس جو ڇاڻ سڃاڻ هوندي بہ ڪٺي اکيون ٻوٽيون اٿئي.
2- بَس مرحوم اکيون ٻوٽيون، هنن لاءِ جهيڙو شروع ٿيو.
**چوڻي:** مهاٽو مڃي تي اکيون ٻوٽيندو (بند) ڪندو آهي.
ٻي **چوڻي** اها بہ آهي تہ: مهاٽو مڃيءَ تي مُنهن مٽيندو آهي.
1- پرين سي پَسنِ، ٻئي جنين ٻوٽيون. (شاهہ)
2- جَرڪي جَرڪِي جاڳُ، اُٺاسِي ڳوٺ اکيون ٻوٽيون. (شيخ اياز)

**ٻُوٽِيُون**
حڪمت جون دوائون.
جيڪي جبلن، پهاڙن ۽ جهنگن جي وڻن ۽ ٻوٽن مان حاصل ٿينديون آهن. حڪيم ۽ طبيب انهن ٻوٽين کي پنهنجي حڪمت ۽ علم سان ناهي، صاف ڪري دوائون تيار ڪندا آهن. جديد توڙي قديم دور ۾ ٻوٽين جو طِبَ ۾ وڏو ڪمال آهي. يوناني حڪيم اڳ ۾ ٻُوٽيون گهٽيون استعمال ڪندا هئا.

**ٻُوٽِيُون**
ماسُ جا ٽڪرا.
1- ڪي ڪي چور اهڙا هوندا آهن جو ٻُوٽيُون ڪڍي

وِڇڙن تہ بہ چوري نہ ٻاسيندا.
2- شاباس هُجيوَ! ٻُوٽيون سڀ ڪاٽي، باقي هڏا مون لاءِ بچايا اٿوَ.
3- مون ڪي ڀِلي ٻوٽيُون ٻوٽيُون ڪري ڇڏيو، پر آئون اسڪول ڪونہ وِيندس.
4- ڪُتا هميشہ ٻوٽين ۽ هڏن تان وڙهندا آهن.
1- ٻانيڻ تي ٻُوٽِيُون، تہ ڪُتا ڪِينَئي ڪيچَ جا. (شاهہ)

ٻولِي زبان، گفتگو، ڳالهائڻ.
1- مغل بادشاهن جي ٻولِي پارسي هئي.
2- سنڌ جي ماڻهن جي ٻولِي سنڌِي آهي.
3- ڪوئِلِ جي ٻولي ڏاڍِي مِٺي ٿئي ٿي.
هوتُ پُنهون تا نَينِ، ٻاروچي ٻولِي ڪري. (شاهہ)
1- رڍِ ڇا ڄاڻي راڳ مان، جنهن جي ٻولي ٻي.
سُر مَنڊل جي ساز مان، سانڊوڇا سَمجهي. (شاعر نامعلوم)

ٻولِي واعدو، انجامُ
1- بهتر آهي تہ تون پنهنجي ٻوليءَ کي پاڙي ڏي.
2- تُنهنجي مون سان اِها ٻولِي هئي، تہ دڪان مسواڙ تي توکي ئي ڏيندس.
3- اسان پنهنجِي ٻولِي پوري ڪئي، هاڻي اوهان ڄاڻو، اوهان جو ڪَمُ ڄاڻي.
”ڪوءِ ٻولي! ٻَنِ ٻَروچ! گهورِي ذات جَتَنِ جِي“. (شاهہ)

ٻولِي نِيڪو، نيڪيداري، ڪو ڪم نيڪيءَ تي يا ٻولَ تي ڪٽڻ.
ٻاجين ۽ ميونِ جا واپاري صبح جو پِڙي ۾ مال کپائڻ جي ٻولي هڻندا آهن.
1- هيءَ سڄي جاءِ ٻوليءَ ۾ مرمت لاءِ ڪنئينِ اٿم.
2- مون هاڻي ٻولي وارو ڪاروبار ڇڏي ڏنو آهي.

**ٻِيائي** بَدِ نيتي، دوکو، ٺڳي، حسد، ڏوئي.
1- سنگت يا دوستيءَ ۾ جيڪو ٻيائي ڪندو آهي اُن جي ٻيڙي ٻڏندي آهي.
2- ڏس! پنهنجو خيرُ ناهه به ٿيو آهي، پر اجا تون ٻيائي ڇڏين نٿو.
3- سنگت سان ٻيائي ڪيئون، ته دوکو به کاڌائون.
1- ”ٻَنِ! ٻِيائِي، سُپرينِ! پاڻان مون کي پَل“. (شاهه)
2- ”واڇي وَتِ مَ وَڃُ، ٻُڌُ ته ٻِيائِي لَهي“. (شاهه)

**ٻِيائِي** ٻِيا ماڻهو.
1- جيڪڏهن ساڳيا مزور نٿا ملن، ته ٻيائِي وَنِي اَچو.
2- جيڪڏهن هي شاهدي نٿا ڏين، ته ٻيائي حَق جي شاهدي ڏيندا.
3- شادي ۾ دَعوتن کان سواءِ، ٻيائي ڪافي ماڻهو پَتُ کائي ويا.

**ٻِيڙو** نالو. ماڻهوءَ جو نالو.

**ٻِيڙو** ٻِيڙو ڪنيار، سنڌ جو مشهور ڄاڻَ وارو سُگهڙُ.

**ٻِيڙو** ٻَٽَڻُ. ڪوٽ جو ٻٽڻ، قميص جو ٻٽڻ.
شاديءَ وقت، ٻانهن ۾ ٻڌڻ واري ڏور.
سَمي سُجاڻِي،، ٻيڙو ٻَڌُس ٻانَهِن ۾“. (شاهه)

**ٻُري** وڳي.
1- ٻيلي پاسِ ٻُري، مون کي ڄَڙَن چوريو، (شاهه)
2- هنڌين ماڳين هُوءِ ٿي، تُنهنجي ٻيجلَ! دانهَن ٻُري، (شاهه)
3- سارَ ڇڏيائين سيرَ ۾، ٻانهُن کان ٻُري، (شاهه)

**ٻيڙيون** زنجيرون.
1- توتان ٻندُ ٻِدا ٿيو، ٻيڙيون نيئي ٻارِ، (شاهه)

**ٻيڙيون** ڪِشتيون.

ڪنهن وقت ۾ ٻيڙيون جيڪي سِڙهَنِ سان سنواريل هونديون هُيون، سي سنڌو درياهه جي سونهن ۽ سوڀيا هونديون هيون، هاڻي تہ نہ اُهي ٻيڙيون رهيُون آهن نہ وري اُهو سنڌو درياهه رهيو آهي.

1- ٻانهپَ ٻَري ٻيڙيُون، هلـيا جوپَ جُوانَ. (شاهه)

ٻاڻُ — ڪانُ، گز.

لـڳُمُ ٻـاڻُ ٻَروچ جو، ڪَرها تـيـا قَضاڪَ. (شاهه)

ٻَلَر لـڳو ٻَاڻُ، پـسـو جوءِ جرا تـئـي، (شاهه)

ٻاڻُ — ترڪُ ڪرڻُ، ڇڏي ڏيڻُ، ڦٽو ڪرڻُ.

ٻَگـهَنِ سـين ٻـاڻُ هَٽي، اُڏاڻُ آڪـاس. (شاهه)

ٻانگَ — خدا جو سڏُ. نماز پڙهڻ لاءِ آوازُ.

ٻانگَ — ڪڪڙن جي ٻانگ، (ڪُڪَڙَنِ جو آوازُ).

1- گهڙي گهڙو هَٽ ڪري، سُٽي سانجهيءَ ٻانگَ. (شاهه)

2- جا اسلامـان اَڳي هُئي، سُٽاڪـوُن ٻـانـگَ. (شاهه)

3- ڏِيـا تـيـل ڦُليـلَ جا، ٻَاريَمِ تـائـين ٻـانـگَ. (شاهه)

ٻانهين — زيور.

عورتن جي ٻانهَن ۾ پائڻ جو زيورُ (ٻانهين).

1- سانڍِ پَنهنجِي ساهه، ٻاهين ٿِي ٻُورا ڪريان. (شاهه)

2- اُن جي وَنيءَ رَتُ رُنـــو،

ٻـانـهين ٻَجي مُنـهُن ٻِتيـو. (ثابـت عـلـي شـاهه)

ٻانهين — ڪَتَ جِي ٻانهِين، ٻينگهي جِي ٻانهين.

ٻِيڙِي — ٻن پُڙن واري (سِپَ).

1- ٻـاڙ ٻِي نـہ ٻِيـڙي، مِنـو مُنـهِن لَڳوسِ. (شاهه)

ٻِيڙي — ٻِيڙي اَجرڪ.

ٻِيڙي اَجرڪَ اُن کي چئبو آهي، جنهن اَجرڪَ جا ٻئي پاسا هڪجهڙا هوندا آهن.

# پ

**پاڙو** ڪِرايو.
بَسِ جو پاڙو، بَسِ جو ڪرايو، رڪشا جو پاڙو، ريل گاڏيءَ جو پاڙو، هوائي جهاز جي ٽِڪيٽَ.

**پاڙو** ڪاڏو، خوراڪ.
1- اَبا! مينهِن کي پاڙو وجهه، ته کير ڏُهون.
2- اڄ مال کي پاڙو گهٽ وڌو اَٿو، تڏهن کيرُ به گهٽ ٿيو آهي.

**پاڙو** عيوضو.
1- چڱائي جو پاڙو خدا ڏيندو آهي.
2- هِتي توڙي هُتي، چڱائِي جو پاڙو ضرور ملڻو آهي.

**پانيو** سَمجهو، چاتو.
1- جِنين پانيو پاڻ، ڪري تَوائِي تن ڪي. (شاهه)
2- تو جو پانيو هارُ، سو سُورَنِ جو سَگُرو. (شاهه)
3- مون پانيو تَنهن وير، ڪوجهي ڪندو پِريَڙي، (شاهه)
4- مون نٿي پانيو ته آخر، ڏارَ ويچارِي ڪندا.
پر اَجا آهن اُميدون، محب موچارِي ڪندا. (طالب المولى)

**پانيو** پيار ڪيو، قرب ڪيو، عزت ۽ آبرو ڪيو.
1- مون ته تو کي گهڻوئِي پانيو، پر منهنجو پائِڻُ تو کي پانءِ نه پيو.
2- ٻين کي اوهان پانيو ٿا، مون سان ايڏو سخت رويو ڇو؟

**پِرِ** پَرڻُ، ناهڻ، ناهه.
1- ادي! اُتَ اُتِي پاٽي پِرِ.

2- ابا! اوطاق جو ڀاڻي ڀِر، مَتَ خالي ڀيا آهن.
3- ادي! هَهڙو ڀِرتُ ڀِر، تڏهن ميجانءِ!

ڀِرَ
ويجهو، اوڏو، ڀرسان، نزديڪ.
1- تـيءُ ٻـانـهـي ڀِر! وائـيُون لَڏمَ پَسي لَڪُ (شـاهـ)
2- آئون تہ سانـڻ ٻانهي آهيان، اوهان جي ڀِر ۾ ڪيئنَ وهان.
3- يار! منهنجو گهَرُ بالڪل، اسٽيشن جي ڀِر ۾ آهي.

ڀِرَ
ڀَري ڏيڻ، ادا ڪرڻُ، ڀَري ڏي، پُورا ڪَر.
1- هاڻي چَٽي ڀَئي اٿيئي، ڀَر تہ خبر پوئي.
2- هتان ڀاڙو تون ڀِر، هُتان آئون ڀريندسُ.
1- ڀَلا ڀـيري ڀِر، ڀـالـهـو ڀانـڌُ ڀـينـارَجو، (شـاهـ)
ڪو وقت هو جو هر شئي ٺڪرن جي ٿانون ۾ استعـمال ٿـيـندي هُئي. اهـو سبب هـو اُن وقت ۾ بـيـماريـون گهٽ ٿـيـنديون هيـون ۽ ماڻهو صـحت منـد رهندا هُئا. افـسوس جو اسان پنهنجي وڏ ماڻهپ ۾ اچي، پنهنجي ثقافت سان سچا نہ رهيا آهيون، جنهـن ڪري ٺڪر جي ٿانون ۾ اسان هاڻي نڪـو رڌيون، نڪـو پچايـون، نڪو کائون، نـڪو پيُئون.

ڀانَ
مگڻهار ذات جي هڪ نُک.
1- ڪِي جو ڀِيـجلَ ٻـولـيـو، ڀـنيءَ ويـهـي ڀانَ، (شاهـ)
2- اڳي ڪـونـہ آئـيـو، ڀـيـرِ تـنـهَـين جي ڀـانَ، (شـاهـ)
3- ويـنـو ڀـنـي ڀِنڻُـو، ڪـر ڀـيـرو مَـٿـي ڀـانَ، (شـاهـ)

ڀانَ
ذات.

ڀان
شهر جو نالو. ڀانَ، دادو ضلعي جو مشهور شهر. جنهن کي ڀان سعيد آباد بہ چوندا آهن.

ڀوڳُ
طعام، عيش.

1- ٻڳِن ڪونهي ٻوڳُ، نانگا وَڃَنِ نڳيا. (شاهہ)

2- جنين ٻانيو ٻوڳُ، رامَ تنين کي ريبئو. (شاهہ)

**ٻوڳُ** ڇَرچو، مسخرِي.

1- يار! مون تہ توسان ٻوڳ ڪيو، تون ورِي ساڀيا سَمجهي وينو آهين.

2- ماڻهو هرويَرو اهڙو ٻوڳ نہ ڪري، جو ورِي ڳچيءَ ۾ پئجي وَڃي.

**ٻوڳُ** سَهُ.

هاڻي وينو ٻوڳ، جڏهن وڃي جند ڇُٽئي.

**ٻاڳيا** گهردَڻي، گهر جا مالڪ.

1- چوربہ مَس گهرَ ۾ گهڙيا، تہ ٻاڳيا بہ سجاڳَ ٿي پيا.

2- ٻاڳا جاڳايا ڪونہ، تَنهِن ڪري مينهُون چوري ٿِي وِيَن.

**ٻاڳِيا** ٻاڳِن وارا، خوشِ قِسمتَ، خوشِ نصيبَ.

1- شڪر آهي جو ٻاڳيا ماڻهو آهيون، کير، مکڻ پنهنجو اٿئون.

2- ڪو وقت هو جو اسان جا وڏڙا بہ ٻاڳيا هئا، پر هاڻي ٻڪري بہ در تي ڪانهي.

ٻاڳيا مالوند ماڻهو هوندا آهن، جن وٽ چوپايو مال هوندو آهي، جن کي هُو رزق بہ چوندا آهن. ٻاڳين ماڻهن جو گذر سفر ان مال تي هوندو آهي. ٻاڳيا لفظ جي عام طرح معنيٰ آهي ٻاڳن وارا، نصيبن وارا. جن وٽ پنهنجو کير، مکڻ، ڏڌ ۽ لَسي هجي.

**چوڻي:** کير ۽ پُٽَ ڪِن ٻاڳن وارن جا هوندا آهن.

**چوڻي:** ٻاڳين جا ٻانَ خالي نہ هوندا آهن.

**ٻاڳيا** نڪر جا ٽانوَ، لوٽا ۽ دَڪِيُون.

اڳئين زماني ۾ وڏڙيون نڪرن جي ٿانوَن ۽ دَڪِنِ ۾ ڪير ڏهنديون هيون، جنهن کي پاڳيا چئبو هو. اُنهن پاڳين ۾ گرمي جي موسم ۾ ڪير هميشه ٺَريلُ ۽ ٿڌو رهندو هو. ڪير رات جو ختم ٿيو، صبح جو وَري وڏڙيون ڳوٺ جي ڪنهن پاڻيءَ جي تلاءَ يا پاڻي جي ڪڌ ۾ اُهي پاڳيا ڌوئي وري ان ئي تلاءَ ۾ اُهي نڪر وارا ٿانوَ، پاڳيا، وجهي ڇڏينديون هيون، شام تي ان ساڳئي تلاءَ مان پاڳيا ڪڍي پاڻي سان صاف، اُجرا ڪري آگهاري گهر ڪٺي ايند‌يون هيون ۽ اِهو عمل گرميءَ جي موسم ۾ اڪثر ڪيو ويندو هو.

1- اِدي! شڪر آهي، هڪ ڏِکڙي آهي، پاڳيو ڪن ڪير جو اَٿس.

2- ڏيءِ! اهو پاڳيو ته ڪٺي وَٺُ، پٺهين جو ڪير وِجهي رکان.

3- ادا! شُڪر آهي مينهِن مان رات جو پاڳيو ۽ صبح جو ٻه پاڳيو ڪن ڪير مليو وجي.

پانءِ سَمجهُ، سمجهين.

1- تان تان پؤُ مَ پانءِ، جان جان لوڏي نه چڙهين. (شاهه)

2- سَنهـا پانءِ مَ سَپُ، سُڪا جَنين پيٽَ. (شاهه)

3- سَنها پانءِ مَ سَپَ، وياءُ واسينگن جا. (شاهه)

4- سُورِي پانءِ مَ شڪُ، عاشق ٿيءُ ته اُبِهينَ. (شاهه)

پانءِ راس اچڻ.

1- پونءِ نه آئيي پانءِ، الا! مان اُڏري ويندوسانءِ. (شيخ اياز)

1- مون کي لاهور پانءِ نه پيو، بيمار ٿي پيس.

2- ڪراچيءَ جو پاڻي اصل پانءِ نٿو پوي.

پانءِ پيار ڪر، پنهنجائپ، ڏيکار.

1- نيٺ تہ ڀائيندين تون، هاڻي نہ مون کي ڀانءِ
الا مان اُڏري ويندو سانءِ.
(شيخ اياز)

**پُٺي** گهمُين.
1- احمد ڏي خبر، اڄ ڪلهہ ڪٿي پيو پُٺِي.
2- يار! پُٺِي پُٺِي ٿڪو آهيان، پر نوڪري نٿي ملي.
3- پيارا معاف ڪجانءِ! تازو لاهور پُٺي آيو آهيان، پئسو ڪونهي ڪو.

**پُٺي** ڳالهائين.
1- ڏي خبر يار! پنهنجي مُنهن سان پيو پُٺي، چريو ڪونہ ٿيو آهين.
چوڻي: رُني آهين گهوٽ سان، پُٺِي نٿي ڳوٺ سان.
"ڪالهہ مونسان گڏ هُئين، اَڄ غير سان وينو پُٺي".

**پُٺَنِ** گهُمَنِ.
بيڙيءَ جي پُٺَنِ، نينهُن نہ ڪجي تِن سين. (شاهہ)

**پُوري** نالو. عورت جو نالو پُوري.

**پوري** مينهِن جو قسم.
پوري مينهن بين مينهُن کان وڌيڪ خوبصورت ۽ کير ڏيڻ ۾ بہ ڀَلي آهي.
چوندا آهن تہ: کير تہ پُوريءَ مينهِن جو.

**پُوري** انگريز عورت.
جڏهن انگريزن جي حڪومت سنڌ ۾ هوندي هئي تڏهن هِتان جا ديسي ماڻهو انهن کي، پورا بہ چوندا هئا ۽ انهن جي زالن کي پُورِيُون چوندا هئا.
1- ڏس هُو پُورو ۽ پُوري گڏ پيا اچن.
2- خدا بہ واهہ جو ناهيو اٿس، پُوري بہ واہ جو پُوري آ.

هتي پُوري لفظ ٻہ دفعا استعمال ڪيل آهي. هڪ پوري انگريز مائي ۽ ٻيو پُوري سُهڻي.

**پُوري** سِڪي جو هڪ پاسو. اکر پوري.

**پند** ذات. ذات جا پند.

خاص ڪري دادو ضلعي ۾ هيءُ قبيلو گهڻو رهي ٿو.

**پَنڊَ** ڪلڪِل، گهپي.

1- نياڳا! پنيان اِها پَنڊَ ڇڏيندين ٻہ يا نہ؟

2- يار! ڏينس پنج رپيا، اهو پنڊُ ڪونہ ڇڏيندءِ.

3- ٻيلي! صبح جو پَهَرُ آهي، هينئر پَنڊَ ڇڏِ.

4- چوانءِ ٿو تہ مُنهنجي اکين اڳيان ٽَرُ، سوير ڪان وٺي پَنڊَ لايو وينو آهين.

**پَنڊَ** ڏَنڊ، چَٽيون.

1- پُٽَ! آئون گهڻا ڏينهن جيئرو هوندس جو تُنهنجا پنڊَ پَريندو رهندس.

2- هاڻي تہ وڏيري جا پَنڊَ ڀري ڀري سُڄا ٿي ويا آهيون.

3- اهو ڪهڙو انصاف آهي جو، چورِي هڪڙا ڪن، ۽ پَنڊَ اَسان ڀَريُون.

**پَنڊَ** نہ ڇڏ قسم جا ڀينو.

ڪنهن زماني ۾ پَنڊَ فقير هوندا هئا، جيڪي ڀِن سِنَ تي گذر سفر ڪندا هُئا. جيڪي خيرات وَٺڻ ڪان سواءِ ماڻهوءَ کي اصل نہ ڇڏيندا هئا.

1- جيستائين ڪم ۾ پنڊ فقير ٿي نہ لڳندين، تسين ڪَمُ ڪونہ ٿيندءِ.

2- ڪلارڪ کي پَنڊُ فقير ٿي لڳندين، تڏهن ڪاغذ مِلندءِ.

3- بابا! آئون ٻہ پنڊُ فقير آهيان، ڪونہ ڇڏيندوسانءِ.

چوڻي: ماڻهو آهين يا پنڊ فقير.

**ڀَڳا**
ڀوڙيا.
1- هي مَتَ ڪنهن ڀڳا آهن.
2- اما! آئون سچ ٿي چوان ته ايهي ٿانوَ مون ڪونه ڀڳا آهن.
چوڻي: ڪُرُ ڀَڃي هڪڙو، ءِ ڀَتِ وَڃي سَيِنِ جِي.

**ڀَڳا**
ڊوڙ ڪيائون.
”ڀڳو آئون نه ڇوان، ماريو ته وِسهاءِ“. (شاهه)
1- ڀڳا ڪونه آهيون، بيٺا آهيون، اچو ته خبر پوي.
2- ويچارا غريب، پوليس ڏِسي وَٺي ڀڳا.

**ڀَڳا**
سمجهه ۾ آيا.
1- اَڪلڙِي آئون، مون کان ڀڙا ڀڳا نه ٿيا. (شاهه)

**ڀُلَ**
غلطي، ڪوتاهي.
1- يار! اها برابر مون کان ڀُلَ ٿي آهي. معاف ڪجانءِ.
2- انشاءِ الله آئينده اهڙي ڀُلَ ڪانه ٿيندي.
چوڻي: ڀُلي ڀِلي ياڻَ آئي، سا ٻه نه ڀُلي.

**ڀُلَ**
ويسر، وسري وڃڻ، ياد نه پوڻ.
1- يار! ڀُلَ ۾ تنهنجا ڪپڙا رهجي ويا.
2- اها ڀُلَ ڪڏهن تو کي ضرور نقصان ڏيندي.
”حَقُ حَقيقي هيڪڙو، ٻوليءَ ٻيءَ مَ ڀُلَ“. (شاهه)

**ڀَلي**
سُٺي.
1- پيارا! ڳالهه ته ڏاڍي ڀَلي ڪَئي اَٿئي.
2- ڳالهه تو ڀَلي ڪَئي، جو سيني کي وَٺي.
3- اسان جي ڪٽڪ هن سال تمام ڀَلي ٿي آهي.
چوڻي: ڀَلي ٻُڪَ ڀرمَ جي، شال نه وَڃي شانُ.

**ڀِلي**
جيءَ ڪري اچڻ.

"ڀلي آئينَ ڀَلا پرين، هِيئَن نہ مناسب هوءِ" (شاهہ)

**ڀلي** هاڪار ڪرڻ. جيئن تو چوندين، جيئن حڪم ڪندين.

1- ڀِلي هن آچر تي اسان جي غريب ڪکن تي اچجو.

**ڀِلي** چڱائي.

1- رک رب تي، الله مڙوئي ڀَلي ڪندو.

چوڻي: ڀَلي ڪر تہ ڀَلو ٿيئي.

**ڀَلي** بهتر، چڱي.

1- ڪنهن سان ڏکئي وقت ۾ ڪَم اچڻ ڀَلي ڳالهہ آهي.

2- ڀَلي ڳالهہ، غور سان ٻڌڻ ۽ سمجهڻ گهرجي.

3- ڳالهہ هميشہ ڀلي ۽ بهتر ڪرڻ گهرجي، پوءِ ڪنهن ڪي وڻي يا نہ وڻي.

**ڀِڙَڪَ** شعلا.

1- ڀِنيءَ ڀِڙَڪَ ڪَنِ، ٻاهيون ٻيرا ڳِن جون، (شاهہ)

**ڀِڙَڪَ** اُڏامر، اُٿپَ.

پُٽ! ڀِڙَڪ ڪاءِ، ڀِڙْڪَ ۾ وڃَ، ڀِڙَڪَ ۾ اَچُ، ميوو وَٺي آءُ، مهمانَ اچڻ وارا آهن.

# ت

تاتِ — طلب، گهرج.

وَرَسي ڪينجهر ڄائيون، جن تماچيءَ تات (شاهه)

تات — جهوري، ڳڻتي، انتظار.

تاتَ — نپائڻ، سانڍڻ، تيار ڪرڻ.

تاتَ — رعب.

چگو هاڻي صبر ڪر، تات نه ڄمائي.

تِرَ — فَصل.

1- هن سال اسان تِرَ پوڪيا آهن.

2- يار! تِرَ اوهان جا پلا ٿيا آهن، مبارَڪ! هجيوَ.

چوڻي: تِرَ پوڪي، ڪٽڪ ڪانهِ لُٽبي.

چوڻي: تِرن جو تيلُ، تِرَن مان ئي ڪڍبو.

تِرَ — جسم تي نڪرندڙ ننڍو ڪارو نشانُ.

1- تارا، تِرَ تروڪٽيون، مَتَنِ ڦُلَڙيُون. (شاهه)

2- يارَ! هو ڏِسُ هُنَ ماڻهو ڪي، مُنهَن تي ڪيڏو نه سهڻو تِرُ تو نَهي.

تِرَ — ذري جيتري.

1- سي ڪاپڙي ڪيئَن، جي ڏارين تَعلُقُ تِرَ جيترو. (شاهه)

چوڻي: تِرَ جي ڳُڻي، سَئو چوٽون ڪاٺي.

2- تنين تِرَ جيترو، پَلڪُ نه پُڇياسِ. (شاهه)

3- تَنهن مانِ تِرَ جيترِي، جي پَئي خَبَر ڪَرَنِ. (شاهه)

تَرُ — پاڻيءَ مر ترڻ.

چوڻي: تَرڻ، تير هڻڻ، پڙهڻ ۽ گهوڙي سوارِي، ننڍي هوندي نه سِکيو، ته وڏي هوندي خوارِي.

1- گهَڙو ٻيڳو تہ گهوريو، تان ڪِي تَرُ هنيان. (شاهہ)

تَرُ
جُوءِ.
1- هي بہ اسان جو تَرُ آهي. هتي بہ پنهنجا دوست رهن ٿا.
2- هن تَرَ ۾ ڀولڻ خان جا ڍڳا گوءِ ۾ مشهور آهن.
3- هنَ تَرَ جا ماڻهو، هڪڙا ٻُکيا، ٻيو وَرِي ڏُکيا.

تَرُ
تَرو يا هيٺ زمين جي تهہ تائين گهرائي. سمنڊ جو تَرُ، درياهہ جو تَرُ، کوهَ جو تَرُ، هيٺانهون حصو.
جاڏي هِنَ جَبلَ جو، تانگهيندِيَسِ تَرو. (شاهہ)

تَرُ
ڪپڙي جي ٿان (تاڪِيي) جو وچ وارو حصو.
ڏاها ۽ عقلمند ماڻهو جڏهن ڪپڙو خريد ڪندا آهن تہ اول ڪپڙي جو بَرُ بہ ڏسندا آهن تہ تَرُ بہ ڏسندا آهن. تَرُ ان لاءِ ڏسندا آهن تہ متان ڪپڙو اندران سنهو هجي، کهُرو هجي، يا سُنو نهيل نہ ڏجي، متان اندران ئي اندر سُٽَ جون گهاريون هجن.

تَرُ
ديڳِ جو هيٺانهون حصو.
1- هن ديڳ جو تَرُ آهي ئي ڪونہ، ديڳ ڪيئن رَڌِبي.
2- چانورن جو تَرُ سڙي ويو آهي، ٻي ديڳ چاڙهيو.

تَرُ
ٿانڪ.
1- هُنَ پنهنجي محنت ڪري پنهنجو تَرُ ناهيو آهي.
2- هُو اڄ ڪلهہ جا سيٺيون ڪونهن، هُنن جو وڏڙن کان وٺي تَرُ ٻڌل آهي.
3- جنهن ماڻهوءَ جو تَرُ ٻڌل آهي، سو مشڪلاتن ۽ مسئلن کي مُنهن بہ ڏئي سگهي ٿو.

تَڏو
زمين تي وڇائڻ لاءِ ڪکن مان نهيل هنڌ.

تَڏو
عزت.
راڄ وارا ڪاوڙجي پيا، پوءِ ڪٿي تڏو بخشرائيندا سون.

**تَڏو** گھرُ يا رهڻ جي جاءِ يا اوطاق.

1- يار! دعا ڪر تہ ڪو پنهنجو تڏو ٺاهيون، في الحال مسواڙي تي پيا رهون.

2- مرحوم جو تڏو بہ سندس اوطاق تي ڪيو اٿن، اُتي ماڻهو رَضا ِالاهي ڪرڻ اچن پيا. البت اهو تڏو گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڏينهن وِڇايل هوندو آهي.

**تَڏو** تڏو وڇائڻ، ڏک جو اظهار ڪرڻ.

هڪڙو تڏو اهو بہ ٿيندو آهي، جو ڪو ماڻهو وفات ڪري ويندو آهي تہ انجي غم ۽ ڏک ۾ تڏو وڇايو ويندو آهي ۽ اُتي ماڻهو دعا لاءِ ايندا ويندا آهن.

**تازِي** جنهن ۾ دير نہ ٿيل هُجي. سَجَرَ.

1- ماءُ! منهنجي ڪَرهي، تازِي قُلَنِ هيرَ. (شاهہ)

2- ڪَر موجَ روز تازِي، زرِ آتہ عشق تَهہ پَهہ. (بُلبل)

3- رڳون سَڀُ رَڇَن، تَنَ ۾ تازائِي ٿئي. (شاهہ)

1- اڄ درياه تان تازِي، مڇي وٺي آيو آهيان.

2- اما! مون کي تازِي ماني پچائي ڏي، ڏاڍي بُک لڳي آهي.

**تازِي** نوبني.

1- مومل ڏاڍي تازي توانِي لڳي پيئي آهي.

**تازِي** چست ۽ منگولين نسل جي گهوڙن جو قسم.

ڪي ڪي ماڻهو گهوڙن کي غازِي بہ چوندا آهن.

1- تازِي طنبيلَنِ ۾، گهوڙا گهَر گهٽا، (شاهہ)

2- اگڻ تَازِي، ٻَهَر ڪنڌُيون، ڀَڪا پٽ سُنهَن. (شاهہ)

3- تازِي طَنبيلَن ۾، گهوڙا گهَرِ گهٽا. (شاهہ)

4- ڪڏهن تازِي پُٺ تي، ڪڏهن هيٺ هلَنِ. (شاهہ)

5- تازِي ڏهوس تڪِڙو، جَوَهَر پائي زِينَ. (شاهہ)

چوڻي: ٽنوءَ کي تارو، تازيءَ کي اِشارو.

**تازِي** کُتي جو قسم.
جيڪو بدن ۾ سنهڙو ۽ قد ۾ ڊگهو ٿئي ٿو. گهڻو ڪري هِن تازي کُتي جو رنگ هلڪو ڳاڙهو ٿيندو آهي.
1- تازي ڪتن رڇ کي اچي جهليو.

**تاڙي** کَجيءَ مان نهيل شراب.

**تاڙِي** ڪَنَ جو بَندِ ٿيڻُ.
ڪڏهن ڪڏهن ڪَنَنَ ۾ وهنجندي پاڻي پئجي ويندو آهي ۽ ڪنن ۾ تاڙي ٿي ويندي آهي. پاڻي نڪرڻ کان پوءِ ڪَنُ جڏهن صاف ٿيندو آهي ته پوءِ ٻئي ڪنهن جو آواز چڱي طرح ٻڌي سگهبو آهي. اهڙيءَ طرح جهيڙي جَهتي ۾ بہ ڪَنَ ۾ ڌَڪَ لڳڻ ڪري ڪَنَنَ ۾ تاڙيون چڙهي وينديون آهن.

**تاڙِي** ڏٺي اٿم، ڏسي آيو آهيان. نظر مان ڪڍي اٿم.
1- جاءِ تہ تاڙي اٿم رڳو مالڪ ملي تہ ڳالهايانسِ.
2- ڪراچيءَ ۾ هڪ نوڪري تاڙِي اٿم. خدا ڪري تہ اُها ملِي وڃي.
3- اجا ڪابہ نوڪري تاڙِي ڪانهيم، سوچان پيو تہ نوڪري ڪيان يا نہ ڪَيان.
4- يار! جهنگ ۾ هڪ ماڪِي تاڙي اٿم. هَلُ تہ هَلي لاهي اَچون.

**تاڙِي** دروازي جي تاڙِي، دروازي جي ڪُنڊِي يا ڪَڙو.
1- دروازي کي تاڙِي ڏيئي ڇڏيو، هر هر پيو کُلي.
2- رات جو دروازن کي تاڙي ڏئي ڪلف هڻي ڇڏيندا ڪريو.
3- اُستاد! دَرَنِ ۽ دَريُنِ جون تاڙيون مضبوط ڪري

ناهجاڻ.

(تاڙي جو جمع تاڙيُون آهي)

**تاڙيُون** ڪَنَن جو بند هَئڻ.

1- ڪَنَن آڏيُون تاڙيـون، ڳُنڱڻ جئن ڳهُمن. (شـاهـ)

1- اَهڙي چَمات هنيائينس، جو ڪَنن مان تـاڙيون نڪري ويس.

**تاڙيون** ٻنهين هٿن جون ترِيون زور سان هڪ ٻئي تي هڻڻ.

**تار** تانگهه، اُڪير، چِڪَ، سِڪَ.

1- تو ڪي تہ سدائين آفيس جي تار هوندي آهي.

2- يار! ڳوٺ وڃڻ لاءِ، اندر ۾ تارَ ڏاڍي آهي.

3- مون کي تو وانگر، هروڀرو ايڏي تارَ ڪانهي.

تـار تـنـد تـن مـن انـدر ۾، تُون تـہ تُون تُون تُون لـڳِي.

(حاجي احمد ملاح)

**تارَ** يڪتاري جي تار، تنبوري جي تـار، سارنـگِي ۽ سِتار جي تار.

ڳائڻ جو صحيح طريقو.

1- تون تار ۾ نٿو ڳائين، اجا راڳ جو رياض ڪر.

2- اَبا! رات ڇوڪر واهه جو تارَ ۽ سُرَ ۾ ڳايو.

3- جيڪو ڳائڻو تارَ ۾ نٿو ڳائي سو راڳي ناهي.

**تارِ** ٽيليگرام.

**تَهہ** تير بسَير، آخري حد ۽ آخر تائين پهچڻ.

1- اول تون هُن کي ڳالهہ تَهہَ تائين ڪرڻ ڏي.

**تَهہَ** اندرين حقيقت يا اصلي معاملو.

1- چوري هَٿِ ڪرڻ لاءِ تَهہَ تائين پهچي ويا آهيون.

2- ڪوهه ڪوٽي رهيا آهيون، پاڻي جي تَهہَ تائين پهچڻ وارا آهيون.

عالمن جو چوڻ آهي ته ٺٽي جو مشهور ۽ تاريخي شهر به تهَن مٿان تهَنِ جيان ٺهيل آهي. هي شهر ڪيئي دفعا ٺهيو آهي ۽ ڪيئي دفعا نابود ۽ ناس ٿيو آهي. يقيناً سمنڊ جي ويرُن، درياهن جي ٻوڏن ۽ دشمن جي حملن ڪري ائين ٿيو هوندو.

**تَهَ** زمين جا هيٺان مٿان حصا.

**تهه** مٿاڇري مٿان چڙهيل ڪو پيو مادو.
1- ڪتابن تي مِٽي جا تَهَ چڙهي ويا آهن.
2- اکين تي پردا اٿئي يا تَهه، ڏسين ڪونه ٿو ڇا؟

**تَهَ** رليءَ جا پُڙَ.

**تَهَ** ترتيب وارو سليقو. ڪپڙن کي ته ڪري رک.

**تَلَ** ترانگهڙا تلاءَ.
1- پَري تَلَ ترائيُون، جوڙي هَليُون جُوءِ. (شاهه)
2- هَڏَ اکُتيا هَليو، پَري ترائيُون تَلَ. (شاهه)

**تَلَ** گهوڙي کي سنجڻ مهل پهريان تل وجهبا آهن ۽ پوءِ پيو سنجڻ جو سامان رکبو آهي.

**توڏِي** اُٺ جي مادي ٻچي، جيڪا پير جهلي مس هلي سگهي.
چوڻي: ڏاچي هَٽي ڏَهَ، ته توڏِي هٽي تيرهَن.

**توڏِي** اجايو ضد ڪندڙ.
1- تون ته صفا توڏِي آهين.
2- اِنَ توڏِيءَ به ڪَمُ ڪيو.
3- بَس يار! خدا جو شانُ آهي توڏِي به ٿو شادي ڪري.

**توڏِي** وفادار محبوب.
1- توڏِي تا ڪَن وِچَ مَر، جِتِ ڪَڙڪو ڪُنَ ڪري. (شاهه)
2- توڏِي توڙائين، نِينهَن نوازي سهٽي. (شاهه)
3- جي پريءَ پاسي هوءِ، ته ڪو توڏِيءَ تَڙُ ڪيو. (شاهه)

**تَڪِيو** ماڳُ، آستان، تيرٿ.

1- جِتي ماڻڪَ ماڳ، تتي چوران تَڪيو. (شاهه)

2- مَنُ ماري ڪر ماتُ، تہ تيرٿَ پَسين تَڪِيو. (شاهه)

**تَڪِيو** وِهاڻو.

1- جڏهن پاسي پاڻَ ٿِئي، تڏهن چڏج تَڪيو. (شاهه)

**تَڪِيو** ڪنهن مان اک نہ ڪَڍڻُ، تَڪَڻُ تاڙيو.

1- آئون بہ تَڪيو بيٺو آهيانس،

2- اَبا! ڪنهن کي تڪيو بيٺو آهين.

3- بنگلو ڏاڍو سُنو آهي، تڪيو وينو آهيان، جي مالڪ وڪڻڻ تہ وٺان.

**تَڪِيا** ماڳ، تَڪِيو جو جمع تَڪيا.

1- جي فَنا ڪَيا فقِيرَ، هَلو! تَڪِيا پَسُون تنِ جا. (شاهه)

**تَڪِيا** اُميدون.

1- تِهان پوءِ تَمامُ، تِنِ تَڪِيا تاڪي ڇڏيا. (شاهه)

**تَڪِيا** جانچي ڏٺا.

اسان تتر تڪيا، پر اُڏامي ويا.

**تَڙَنِ** ٻيڙين جي بيهڻ جون جايون يا گهيڙ.

1- سِڙهَ ٿي سِبيائُون، بندر جن تَڙَنِ تي. (شاهه)

**تَڙَنِ** ماڳن.

1- تون ڪيئن تَڙَن، اَچيو، اَسارِي! گهڙين؟ (شاهه)

**تَڙَنِ** منزلن.

1- تَڙَن جي تَلاسَ، لاهِ تہ لالَنَ لڳِ ٿِئين، (شاهه)

**تَڙُ** ڀروسو.

ڏيئي توڪل تَڪِيو، آرُ لنگهيا آسانُ. (شاهه)

**تَڙُ** اَمنَ ۽ سلامتي واري جاءِ، ڏُکي ۽ اَٿانگي جاءِ.

1- ڪنهن جنهن گهيڙَ گهڙِي، جِنِ اَوتَڙان تَڙُ ٿِيوسِ. (شاهه)

تَڙِ غُسل، وهنجارڻ.
1- پلا ميتَ کي تَڙُ ڏنو اٿن يا نہ؟
2- ميت کي تَڙُ ڏيڻ، هر مسلمان جو فرضُ بہ آهي، تہ
تَڙِ ثوابُ بہ آهي.
3- مولانا کي وٺي اچو تہ ميت کي اَچي تَڙُ ڏئي.
تَڙَ گهيڙَ، گهٽَ، واٽَ، هَنڌَ.
1- اُونهي تڙِ آگهَٽيا، آڏي پائي آڻَ، (شاهہ)
2- اُپو تڙِ ميهارُ، مَلاحَن سَڏُ ڪَري. (شاهہ)
تَڙ هَڪَلِ، ڪَڏُ، ڪَڍِيسِ، تَڙِيسِ، هَڪِلِيسِ.
1- ڪُتي کي تَڙ، اندر ٿو اَچي.
2- تون وجي جهارِ تَڙِ، ۽ مان ٿو وجي گاهَ مُٽِ ڪَريان.
3- هي ماڻهو هتان تَڙِ، اَجايو گوڙ پيا ڪَنِ.
تڙ سوپاريءَ جو حصو، گوشت يا ماسَ جي تَڙَ.
1- يار! سوپاريءَ جي تَڙَ تہ کاراءِ.
تَڙَ مصريءَ جو ٽُڪر.
1- مصريءَ جي تَڙَ کائيندين پيو تہ، وات ۾ بوءِ ڪانہ
ٿيندءِ.
تَڙَ ٻُوٽي.
يار! ٻٽي گوشت جون تَڙُون تہ پاٽِ ۾ وِجُهہ.
(تـڙَ جو جمع تَڙُون)
تَڙَ چِڙبَ.
1- ڪڏهن بہ ڪنهن سان تَڙَ ۾ نہ ڳالهائجي.
تَڙُ گهيڙَ.
1- اُپيون تَڙَ پُوڇِينِ، وَهون وڻجارن جون، (شاهہ)
2- نہ سي تَڙَ هوڙاڪَ، نہ وايُون وڻجارن جُون. (شاهہ)
3- مون اُپي تَڙَ پاسِ، پِريُنِ پگهَہ چوڙيا. (شاهہ)

4- تَڙَ تَڪَڙِ تارِ گهڙڻ، ايءَ ڪاٽيارِنِ ڪَمُ. (شاهه)

تَڙَ پاٽيءَ جا تلاءَ.

تڙُ ماڳُ.

1- يار! ڪڏهن اسانجو به غريباڻو، تڙُ ڏسي وَڃُ.

2- اهو تڙُ مون هينئر ڏٺو آهي.

3- چڱو ٿيو جو تڙُهَٽِ اچي ويو، نه ته دربدر ٿيون ها.

1- سو تَڙُ سونائين، جيڏانهن عالمُ آسرو. (شاهه)

2- گهيڙان ڪري نه گهُورَ، تَڙُ تڪَڙِ سان نه لَهي. (شاهه)

تَرسُ ڪَهِلَ ڪَهڪاءُ.

1- جانورن تي هميشه تَرسُ ڪرڻ گهرجي.

2- غريبَ تي ترسُ ڪرڻ تي خدا خوش ٿئي ٿو.

3- جنهن ماڻهوءَ جي دل ۾ تَرسُ ناهِي، سو انسان نه چئبو.

4- ظالم ماڻهو ڪڏهن به تَرسُ نه ڪندا آهن.

1- ٻاروچاڻان ٻارَ، توڙان تَرسُ نه سِڪيا. (شاهه)

تَرسُ ويهه، اجان نه وَڃُ، آرام ڪر، ٻيهُ.

1- ٿورو تَرسُ، آئون اَچان ٿو.

2- اڄ اسان وٽ تَرسُ، صبحاڻي ٿي وڃجانءِ.

3- يار! گهڙي ڪن ته اسان وٽ به تَرسُ، ته ڪچهري ڪَيُون.

تُرِي تُرڻ، توراڻ وَزن ڪَرڻ.

1- تاڃِي توريائون، ته عيبَ نڪتا اڳيان. (شاهه)

1- سيٺ! ڪيهه منهنجي ڪالهه تُرِي، ٻڌايو ته ڪيتري ٿي.

2- شڪر آهي جو تنهنجي ڪڻڪ تُرِي، هن سال پنج سئو مڻ ٿيا.

1- اَگهيا سُتَ سَندِنِ، پائي تَرازِيءَ نه توريا. (شاهه)

2- سُتُ جنين جو سَڦرو، ويا ترازوءَ توري. (شاهه)
3- تَن جو صرافَنِ، اَڻ توريوئِي آڳهائيو. (شاهه)

**تِرِي**
جُئار يا جوئر جو هڪ قِسمُ.
هن جوئرَ جو ڪانو تمام مِنو ٿيندو آهي. جڏهن لابارا شروع ٿيندا آهن، تڏهن سنگ لُٽي باقي ڪانا رهندا آهن. انهن کي ماڻهو ڳنا چوندا آهن. ڳنا منا ۽ سوادي ٿين ٿا. لڳ ڀڳ ڪمند جهڙا ئي منا ٿين ٿا. هي فصل جابلو ۽ ڪاڇي واري علائقي ۾ ٿئي ٿو.

# ت

**تورا** اَحسانَ، ڳُڻُ، پلايُون.

1- تـورا نـہ تـورا، مـون تـي مـاروئڙن جا. (شـاھـ)

2- تورا منجھہ ٿَرِن، مون سين ماروءَ جي ڪيا. (شاھ)

3- مـون ڪـي اَڪـڙيُن، وڏا تـورا لائيـا. (شـاھـ)

**چوڻي:** يار! تنهنجا تورا لاهي تہ ڪونہ سگهندس، پَر ڳائيندس ضرور پيو.

1- زاغَ تُنهنـجِي ذات جو، تـورو مَتي مون. (شـاھـ)

**تورا** گهَت.

1- گـهـوڙن ءِ گـهـوتـن جئَنِ تـورا ڏيـنـهَڙا. (شـاھـ)

2- تيـم نـہ تـورا ڏيـنـهَڙا، ماڙيُن ڳاريم ماہَ. (شاھ)

3- آئـون گڏِي پِرِيَ ڪـي، تورا ڏيـنـهن تـيا. (شـاھـ)

**تورِي** ذات جا توري.

لـنـگهـيـائين لـطيـفُ چَئي، تـرن جا تـورِي. (شـاھـ)

**تورِي** مختصر.

**تورو** احسانُ، ڳُڻُ.

1- سـو مون تـورو لاہ، جِئَن جِئَري ملان جَتَ ڪـي. (شاھـ)

2- تـورو منجھہ ٿَران، هُندَ لَڳي لوئڙيـاربين! (شاھـ)

3- هَڻُ حبيبَ هَٿُ ڪٽِي، تيـڪِ مَر، تـورو لاءِ. (شـاھـ)

**تورو** گهَت.

1- ڪَنَڻَ وارِيءَ ڪَتيو، ٿُلهو ءِ تورو.

**چوڻي:** تـورو ڏِسي نہ اَرِهو تـجي، گـهـٽـو ڏِسي نـہ سَرهـو تـجِي.

# ٽ

**ٽارو** ڪنهن به سائي وڻ جو ٽـڙانيءَ وارو حصو. چار جو ٽـارو نـه وڍ.

**ٽارو** هيڪا هيڪي.
1- اوهان سيني کي ٽارو آهي، جيڪو ڪرٽو اٽوَ سو وجي ڪَيو.
2- آهيو مڙس يا غيرت وارا تـه اِن ٽـاري سان مقابلو ڪَيو.
**چوڻي:** ٽَنوءَ کي ٽارو، ٽازيءَ کي اِشارو.

**ٽارو** پاسو ڪرڻ، مُنهَن تي نه چَڙهڻُ.
1- پرندڙ باه کان، هميشه ماڻهو ٽارو ڪري.
2- منافقن کان ٽارو ڪرڻ بهتر آهي.
3- صاحب! ڪاوڙيو ويـنو آهي، في الحال ٽارو ڪري وَڃُ.
4- مِينهُن ڏاڍو پوي ها، پر ٽارو ڪري ويو.

**ٽاڪيو** ڳنڍيو.

**ٽاڪِيو** ذرو پرزو ڳولڻ.
1- رائِي ڪـي رنجُورَ، ٽَڪر توءِ ٽـاڪيو چڙهـي. (شاهـ)
1- شاباس! انهن ماڻهن کي هجي جو هيڏو جَبلُ ٽاڪيو اٿن.
2- مون سڄو جبل ٽاڪيو، پر ڪٿي بـه هَرَڻُ نظر نـه آيو.

**ٽَرِي** گمر تي وڃڻ.
1- ٽَرِي وَڃُ، نـه تـه ويلَ مر پيَنجِي ويندين.
2- في الحال تون ٽَرِي وَڃُ، جيستائين صاحبُ ٺڏو ٿئي.
3- ٽَرِي وئين تـه ڏِسُ فائدو ٿيو اَٿئي، نـه تـه الائجي ڇا ٿِئي ها.
**چوڻي:** آئي تـه روزي، ٽَرِي تـه بَلا.

1- تـوليـان تنـهن مَ ٿَرُ، جنـهن روحُ رچايـو راهَ ۾. (شاهـ)

**ٿَري** گُدري وَئي.

1- راٺــو رات نــ آئيــو، ويــلَ ٿَري ويــئي. (شــاهــ)

**ٿِڪو** ڏنگُ يا چِڪُ.

1- تـن جا مُنهَن مَلَڪَنِ جَهڙا، ٿِڪو تـان نـ ٿَري، (شاهـ)

**ٿِڪو** رَهو يا تَرسو.

يار! اڄوڪو ڏينهن اسان وَٽ ٿِڪو، صبحاڻي ٿي وڃجو.

**ٿوڙِي** سُر جو نالو.

ٿوڙي يا ميان جي ٿوڙِي.

**ٿوڙِي** پَڳِي يا جهورِي.

1- اما! سچ ٻڌايانءِ، اها پاٽ بابي (بابا) ٿوڙي آهي.

2- توئـي منـهنجي دل ٿـوڙِي، نـ تـ اها زمين آئـون ضرور وٺان ها.

**ٿولَ** منائيون يا رانديڪا.

1- بابا! پِٿائي جي ميلي مان منهنجا ٿولَ ضرور آڻجو.

2- شڪارپور جا ٿول مشهور آهن، ڪڏهن اُهي تـ ڪارايو.

**ٿولَ** سٿيون.

1- سِگيـون، سيـلِيُون، گبرِيُون، تـيـئي تـولَ تَڳو. (شاهـ)

**ٿَڳو** ذات.

**ٿَڳو** جٿيو يا ڏاڳا.

سِگيون، سيلِيُون، گبرِيُون، تيئي تول ٿڳو.

**ٿولَنِ** رانديڪن يا منائين.

1- افسوس! جو هيترن ٿولَن هوندي بـ تنهنجو پيٽُ نٿو ڀَرجي.

2- هروڀرو ٻين ٿولَن تي اجايو خَرچُ نـ ڪر.

3- هيترن ٿولَنِ هوندي، ٻيا ٿولَ ڇو ٿو وٺين.

**ٽولَنِ** حِصن.
1- ڏُکُ فقط اِهو آهي جو اسان ٽولَن ۾ ورهائجي وِياسين.
2- دُشمن اسان کي ٽولَنِ ۾ ٽولي ڇڏيو آهي.
1- حَسنَ مير حُسين کي، رُنو ٽِنِ ٽولَن، (شاهہ)

**تارِي** پِري ڪرڻ يا گم ڪرڻ.
1- مون تہ ڳالهہ تاري ٿي، پر تون هروڀرو تڪڙو ٿي وئين.
2- الله پاڪ ڪٽي مصيبت تارِي، نہ تہ وڏي آزار ۾ پئجي وَڃن ها.

**تارِي** ٻُرَ جي تاري، ٻيرِ جي تارِي، نم جي تارِي، لام. ٻُرَ جي لامَ، ٻير جي لامَ، نمُ جي لامَ.
1- تاريءَ تاريءَ چانگَ، سَسُئي مورَيچَن جئن. (شاهہ)
**چوڻي:** توکي بہ تاري آهہ، جيڪو ڪرڻو اٿئي سو وَجي ڪر.

**تارَ** پاسو ڪرڻ.
1- ان ماڻهوءَ کان مڙوئي تارَ ڪندو ڪر.
2- اسان تہ منڙا! تارَ ڪرڻ وارا ماڻهوئي ڪونہ آهيون.
3- بيهُودي ماڻهوءَ کان هميشہ تارَ ڪجي.
4- چڱو ٿيو جو آئون تار ڪري وِيس، نہ تہ نقصان ٿئي ها.

**ٽوڙِ** ڇِنُ، پَٽ.
1- تون انب ٽوڙِ، تہ مان وري پيو ٿو ڪَمُ ڪيان.
2- صوف پَڪا هجن تہ پلي ٽوڙِ، ڪَچا هجن تہ نہ پَٽ.

**ٽوڙِ** ختم ڪر.
جي پانئين جوڳي ٿيان، تہ سَگَ سَيپئي ٽوڙِ. (شاهہ)

**ٽَري** غائب ٿيڻ.
1- چئوس تہ منهنجي اڳيان ٽري، نہ تہ بي عزت ڪندو سانس.

2- صاحبُ رڳو تورو تَري، تہ ٻوءِ ٿا چانهہ پِئون.

**تَري** نہ ڳُسي.

چوڻي: لکيو پَري، باقي تَري ڪونہ.

تن جا مُنهَن مَلڪَنِ جَهڙا، تِڪو تان نہ تَري. (شاهہ)

**ٽانڻَ** ٽانڪون.

**ٽانڻَ** مهلون.

1- اڳيان پَريان ٽانڻَ، وِيا ويچارن وسري. (شاهہ)

**تِڪي** رهي يا تَرِسي.

1- مون کي خبر آهي تہ تو کان دل ۾ ڳالهہ تِڪي ڪانہ سگهندي.

هينئر رات آهي تِڪي پئو، صبح جو وڃجو.

تاڪَرِ تِڪي ڪانہ، جَبَلُ سڀ جَلِي وَڃي. (شاهہ)

**تِڪي** هار ميڄڻ.

تون تِڪي پِر، تہ ٻوءِ ڳالهہ ٻڌايانءِ،

**تِڪي** گوري، دوا.

**تَڪَي** عيب، نشان.

1- مينهن ٻِلي آهي، پران تِڪي ڪم وڃايو آهي.

2- ان تِڪي لاهڻ ڪري، تو ڪي فيصلو ڪرائڻو پوندو.

**تِڪي** ترسي.

احمد اڃا تڪي تہ ٻلي تڪي، هيءُ پنهنجو گهر اتس.

**تِڪو** زيورُ.

عورت جي هڪ قِسمَ جو زيورُ، جيڪو پيشاني تي ٻڌبو آهي.

**تِڪو** هڪ ماڳ جو نالو.

تِڪو بارَڻُ. جيڪو تعلقي ٿاڻي بولاخان ۾ ڪوهستاني علائقي ۾ آهي.

تِکو — رَهو، ترسو.

اَڄ اسان وٽ تِکو، صبحاڻي تي وڃجو.

تکو — لوهہ جو تکو يا چِکو جنهن ۾ مَٿي سامان رکبو آهي.

تَکو — نشان.

1- هي نراڙ تي تِکو ڇا جو اٿئي؟

تِکو — الزام.

1- هُو چورُ ناهي، هرويرو غريب تي تِکو نہ هڻو.

2- ڏنڊ ڏوهہ سنگت جو پربو، پر تِکو نہ لائبو.

تِکو — چَکَ، ڏنگ، وات.

تن جا منهن مَلکن جهڙا، تِکو تان نہ تري (شاهہ)

تِکيُون — رَهيون، تَرسيون، رَهي پيُون، تَرسي پيُون.

1- ماسي جن کي منٿون تہ گهڻيون ئي ڪيون سين، پر ڪونہ تِکيُون.

2- رات تِکيون، صبحاڻي تي وڃجو.

تکيُون — مٺائيءَ جون تِکيون.

تَکِيُون — پَپُڙ جو ميوو.

ٽَکَر — ننڍا جبل.

1- آڏو ٽَکَرَ ٽَرُ، متان روهَ رِتيون ٿئين. (شاهہ)

2- ٽَکَرَ مَٿي باهڙِي، ٻاري ٻاروچَن. (شاهہ)

ٽَکَرَ — مقابلا ۾ جهيڙا يا جنگيون يا لڙائيون.

1- سنڌ جي ماڻهن هميشہ ارغونن ۽ ترخانن سان ٽَکَرَ کاڌا.

2- گهيتا اَچي پاڻ ۾ وڙهيا، ڏاڍا هڪ ٻئي کي ٽَکَرَ هنيائون.

3- اهان کي ڪي بہ وهم ۽ گمان نہ هئڻ کپن، اوهان سين کي بہ ٽَکَرَ ڪونهن.

4- ٽَکَرَ جَن سان آهن تن سان آهن، توسان بالکل

كونهن.

**تڪَ** آرسي يا آئينو يا ڏَرسِني.

**ٽَڪَ** هڪ هنڌ ٻيهي رهڻ.

جيئن لاٽون ٽِڪَ ٻڌي ڦرندو آهي.

**ٽِڪَ** چولن، ٽوپين، گجَنِ ۾ ڪائي، شيشي، جون ٽِڪُون لڳل هونديون آهن. جيڪي پنهنجي خوبصورتي ڪري نمايان نظر اينديون آهن.
(ٽڪَ جو جمع ٽِڪُون)

**ٽڪاڻو** هَنڌُ، جاءِ، ويهڻ جي جڳهه، ماڳ.
1- پکين ۾ پرديسين جو هڪ هنڌ ٽڪاڻو نه ٿيندو آهي.
2- تنهنجو به هڪ هنڌ ٽڪاڻو هجي جو توکي هَٿِ ڪيون.

**ٽِڪاڻو** هندن جي پوڄان پاٺ ڪرڻ جو هنڌ.
ٽڪاڻي ۾ هڪ سارسنيال ۾ حفاظت لاءِ ماڻهو رهندو آهي، جنهن کي هِندُو ڀائو چوندا آهن. جنهن کي هندو هرحالت ۾ عزت سان ڏسندا آهن. جيئن مسلمان پنهنجي پيش امام کي احترام سان ڏسندا آهن. هندن جي وقت ۾ سنڌ ۾ تمام گهڻا ٽڪاڻان هوندا هئا. جتي هُو ڀڄن ۽ گيت به ڳائيندا هئا. هِندن جي وڃڻ ڪري هاڻي وڃي ٽڪاڻان ٿورا رهيا آهن ۽ رهيا اُتي آهن جتي هندن جي اڪثريت آهي.
ٽڪاڻي جو جمع ٽڪاڻان.

**ٽِڪاڻان** هَنڌَ، ماڳَ، رهڻ جو جايون، عمارتون.
1- ٽڪاڻان ۾ ٽول، وسه مون وِهُ ٿيا. (شاهه)

# پ

**پاڻي** پلاندُ يا عيوضو.

1- رَبُ خدا تي ايا اوهان سان پاڻي ٿيندا.

2- بابا! وڙهبو ڪونه، برادر جو جيڪو به پاءُ پاڻي جو هوندو سو پيري ڏبو.

**چوڻي:** پاڻيءَ تي پيي پاڻي ٿيندو.

**پاڻي** ٺڏو ٿيڻ يا خاموش ٿي وڃڻ.

1- اول ته همراه ڏاڍو گرم هئو، پر ڳالهين ٻڌڻ کان پوءِ بالڪل ٺڏو پاڻي ٿي ويو.

2- تقرير اهڙي سهڻي ڪيائين، جو سيني جو وات پاڻي ٿي ويو.

**پاڻي** جوهَرَ يا همت.

1- يار! تو واري گهوڙيءَ ۾، ڏاڍا پاڻي آهن.

2- همراه ۾ مڙوئي پاڻي جا جَوهَر آهن.

3- چوڪرا اڄ ته ڪي پاڻي جا جَوهَر ڏيکار.

**پاڙيان** پورا ڪيان يا زبان ڪي پاڻي ڏيان يا ڳالهه رَهجي اَچي.

1- دُعا ڪر ته جيڪي توسان واعدا ڪَيا اَٿم، سي سَبُ پاڙيان.

2- اُهو تو ڪي وقت ٻڌائيندو ته، مان ڪيل قول پاڙيان ٿو يا نٿو پاڙيان.

1- پهرين تون پاريج، پارَڻُ پوءِ پُنهون تي. (شاهه)

**پاڙيان** مَتَ نه سمجهان يا اُن جهڙو نه سمجهان يا ڪنهن به جهڙو نه سمجهان.

1- چَندَ تنهنجي ذات، پاڙيان نه پريـنءَ سين. (شاهه)

2- پاڇا هِي نـہ پاڙيان، سَرتـيُون! سُئِي ساڻُ. (شاهہ)

پارو هڪ قسم جو ڌاتُو.

اُهو ڌاتو اڪثر ڪري حڪيم دوائن ۾ ڪَم آڻيندا آهن، جنهن کي پارو چئبو آهي.

پارو سخت ٿَڌِ يا سخت سردي يا سخت سيءُ.

جڏهن سخت ٿَڌِ ۽ تمام گهڻو سيءُ پوندو آهي ته ان وقت پاڻي جمي برف (پارو) ٿي پوندو آهي. اهڙي جميل برف کي پارو چوندا آهن. اڳئين وقت ۾ ڏاڍا سيءَ پوندا هئا جنهن ڪري پارا جمندا هئا. رات جو زمين سيءَ هئڻ ڪري ڏاڍي ٿڌي ٿي پوندي هئي، جنهن ڪري هاري ويچارا پيرين اگهاڙا ڌرتي تي هلي نہ سگهندا هئا. ڪاش! هاڻي نہ اُهي ٿڌيون ۽ سرديون آهن، نہ وري اُهي سيارا ۽ پارا آهن.

1- سہَ سيارو، پاڻي پارو، جِت جُهڙ، جَهڪَ ۽ جهولَ. (شاهہ)

پارو نِڪَرَ جو ٿانءُ.

1- ڏيءُ! هي ڳُڙُ ڪٽي پاري ۾ وجهي ڇڏِ.

2- ڏيءُ! جَنڊَ مان اَٽو ڪڍِي، پاري ۾ وجهي ڇَڏِ.

3- ادا! ڪنير وَٽ وجين پيو، ڪو پارو ڪير لاءِ وٺيو اچجانءِ.

اڳئين وقت ۾ عورتون اُنهن پارن (نڪرن جي ٿانوَن) ۾ ڪاڌي پيتي جو سامان رکنديون هيُون. اڪثر ڪري ڳوٺنَ، وَهٽنِ، ننڍن شهرن ۾ نڪرن جي ٿانون ۾ رڌڻ، پچائڻ ۽ کائڻ پيئڻ جو رواج هوندو هئو. نڪرن جي ٿانون ۾: ڪُنيون، ڪُنا، پاتيون، پاتولا، ٿوپِيُون، دِليون، دلا، مَٽ، ماٽيون، دَڪيون، تبڪَ، ڍاڪون، ڍَڪڻ ۽ پارا هوندا هئا. جن ۾ کائڻ، رڌڻ، پچائڻ ۽ پيئڻ ڪري هر ماڻهوءَ جي صحت بالڪل صحيح هوندي هئي. البت اڄا

ڪن ڪنِ ڳوٺن ۾ ٽڪرن جي ٿانون جي رسم ختم ڪانہ ٿي آهي، پر سراسري طرح ختم ٿي چُڪي آهي. جَديد دور ۾ اسان ماڻهو ٽڪرن جي ٿانون کي ڇڏي، نوان ٿانوَ استعمال ڪيون ٿا، نتيجي ۾ بيماريون بہ گهرَ گهرَ ۾ پُهچي وَيون آهن.

ٻارو — جهڙو يا مٺل.

1- يار! تو ٻارو، دوست ملي وڃي، تہ پوءِ باقي ڇا کپي.

2- اسان ٻارو ماڻهو، هر ڪنهن سان هَلي نٿو سگهي.

3- جتي تو ٻارو ماڻهو هوندو، اُتي خير ڪڏهن بہ نہ هوندو.

ٻارِ — ٻئي پاسي.

1- صبحاڻي آئون پارِ ويندسُ ۽ شام جو موٽي ايندسُ.

2- بَس ڦليلي پار ڪندين، تہ پريان اسان جو ڳوٺ اَچي.

1- جي چِتو جي چوهُ، تہ پورِينديَس پارِ مَٽي. (شاهہ)

2- سانده سَبُ درياهہ، ٻَري ڪنڌي پارَ جي. (شاهہ)

3- هِنَ پارِ، نہ هُن، وِيچاري وَهَ وِچَ ۾! (شاهہ)

4- اوران آهُون ڪَريان، پُهچان شَلَ پرار. (شاهہ)

5- اورارِ نہ پَرارِ، ويچارِي وَهُ وِچَ ۾! (شاهہ)

پارِ — ڏانهن.

1- اکيون پارِ پرين جي، تيون گامَ نهارين گسَ. (شاهہ)

پارِ — سوپَ.

1- نيت نيڪ آهي، تہ هر طرف کان ٻيڙا پارِ آهن.

2- يار! دعا ڪر تہ ٻيڙا پارِ ٿين.

پارِ — زبان کي پاڙي ڏي يا انجام جو سچو ٿي يا واعدو پورو ڪر.

1- اول تون پنھنجي زبان پارِ، پوءِ ٻي ڳالھ ڪر.
2- پنھنجو واعدو پارِ، منائي ڪاراءِ.
1- تِي سَتِي ٻڌ سندرو، پرتِ پنھونءَ سين پارِ. (شاھ)
2- پاڙيو وينِي پاڙ (پار) جيڪِي لالَن لِکيو. (شاھ)

**پارَ** طرف يا پاسا.
1- اج پڙ اُترَ پارَ ڏي، تاڙي ڪئي تنوار. (شاھ)
2- پِرين سندي پارَ جي، مِڙئي مِنائِي. (شاھ)
3- سَڪَوتُ ئي سَلامَ، پريان سندي پارَ جو. (شاھ)
4- نيو مَنُ لائِيَنِ، پريان سندي پارَ ڏي. (شاھ)

**پارَ** روج، پٽڪو.
1- پِٽين ءِ پار ڪِيَن، رَڻُ گجيو راڙو ٿيو. (شاھ)
2- چيتاريون چَونِ، پارَ منھنجي پرينءَ جا. (شاھ)
3- ڪي جي ڪِديا پارَ، ڏکيءَ ڏونگرَ پانُ مِ، (شاھ)

**پارَ** افعال، رويا، نمونا ۽ انداز.
1- ھي جي پارَ اٿئي، تہ توبہ نوڪري ڪَئي!
2- اول پنھنجا پارَ ڏسُ، پوءِ ٻين کي چئُ.
3- مون سمجھو تہ تون ھيترن تڪليفن ھوندي سڌرِي ويندين، پر تنھنجا تہ اُھي ساڳيا ئي پارَ آھن.
**چوڻي:** ساڳيا ڄُڱھ، ساڳيا لاٿون.
1- پرت نہ پسين پارَ، نينھُن جنان تي لڳيو. (شاھ)
2- وِري پُڄ وِنِيَنِ ڪان، سندا پنھونءَ پارَ. (شاھ)

**پارَ** طرفان.
1- پَرينِ جي پارا، مون سين وڏائي وَڙَ ٿيا. (شاھ)
2- چَڙھي آيو جَنگ تي، ھَلي ھُن پارا. (شاھ)
3- پارا پُڇي آءُ، خَبَرَ ڪاھوڙين جي. (شاھ)

**پارا** سخت سيءُ. سَخَتْ سِيئَنَ جون جَميلَ بَرفون.

1- بابا! پَرُ سالِ سياري جا ڏاڍا پارا پيا هُئا.
2- يار! پارا اَهڙا پيا آهن جو ڪٽڪون سڙي ويُون آهن.

**پارا** — نڪر جا ٽانوَ.
جنهن ۾ ٻهراڙيءَ جون زالون ڪائنڊ پيئڻ جو سامان رکنديون آهن.

**پوري** — ختم ٿيڻ.

**پوري** — سَچي يا صحيحَ يا دُرست.
1- پرتِ جِن پُوري، تَن رويو وِهامي راتڙِي. (شاهه)
2- ٻنهي جي پُوري، جِيءَ ڏني رِيءَ نه جڙي. (شاهه)

**پُوري** — پُهچي نه سگهين، پُڄِي نه سگهين.
1- ليلا! پُوري نه پئين، چَئي چَنيسَرَ ساڻُ. (شاهه)

**پُوري** — مئدي جي پَڪَلَ سوڪَ ماني.
حلوائين جي دڪانن تي صبح جو پَهَر ۾ اڪثرُ ۽ گهَرن ۾ ڪڏهن ڪڏهن پوريون پَچنديون آهن.
**چوٽي:** گهرَ ۾ لِپي اَتو ڪونهَ، ماءُ کي چوي ته پُورِي پچائي ڏي.

**پاري** — پارو.
سياري ۾ گهٽي سيءَ ۾ ٿڌ ڪري برف (پارو).
(1) پاري منجهه پاٽي، تيئن ساڪي ڏنو سيءِ ۾ (سامي)

**پارِي** — ٻانهي، پاليل.
1- هوتَ! تنهنجي هَٿَ ري، پُهچي نه پاري. (شاهه)
2- پُنهون هوءِ پَهتُ، ته پارِي نينِ پاڻ سين. (شاهه)
3- آئڻ اورانگهي ويا، پارِي پِڏي پوءِ. (شاهه)

**پارِي** — مسڪينن ۽ غريبن کي پارڻ ۽ سنڀالڻ وارو.
1- پُڇي سي پارِي، جي عاجِزَ اُجورَنِ ۾. (شاهه)

**پاري** پُوري ڪري يا مڪمل ڪري.

1- اَلَستُ بِرَبڪُم قَالُوابَلـيٰ، پَرِ اها پـاري، (شـاهـ)

2- جيڪي آيَس ڏانهن عَهدَ، سو پاري مُنڌَ پاتارَ م. (شاهـ)

3- سائِي پِرِ پـاري، جا گهرَ سـمي جي سَپجي. (شاهـ)

**پاري** ٺڪر جو ٿانءُ.

1- ڏيءُ! ان پاري ۾ اَتو پيو اَٽئي، سو ڪٽي اَچُ.

2- ڏيءُ! هي ڳُڙ بـه اَٽئي، ڪنهن پاري ۾ وجهي ڇڏ.

**پارِيُ** شِڪاري.

**پِرِيانُ** پريتڻو يا پرين.

1- هوتُ تُنهنجي هَنجَ ۾، پُڇين ڪوهُ پِرِيانُ. (شاهـ)

2- آتـڻ ۾ پـريـانُ، هـو سَپنـين جيـڏيين. (شـاهـ)

**پَرَيَانُ** نشانُ يا اُهڃاڻُ يا پَتو.

1- سُپَڪَ جو سـيـدُ چَئـي، پُڇي نـه پَريـانُ. (شـاهـ)

2- سَدا جن پَريـانُ، پـانـڌي پَڪـي لَڌَسِن. (شـاهـ)

**پَرِياڻَ** خيال يا فِڪرَ يا سوچَ.

1- پيـا ڪَنهِن پريانَ ۾، ڇَهين ڏيـنهَن ڇٽي، (شاهـ)

**پَرِيَاڻَ** حالُ اورڻ.

1- پاٿـهِين وينـا پـاڻ سِين، پَر ۾ ڪَن پَرِيانُ. (شاهـ)

**پالهو** خالي.

1- پيو جو پاتـار، سو ڪيَن پَسڻَ ڪان پالـهو رَهي. (شاهـ)

2- يَلا! پيـري پَر، پـالـهو پانـد پيـنار جو. (شـاهـ)

3- دَر دَر گهري دانُ، پـالهو آندو پـانڌ مون، (شيخ اياز)

**پالهو** واندو.

1- بـه ڏينهن ڪَمُ اٿم، پوءِ بالڪل پالهو آهيان.

2- هڪ ڏي ڪَمَ مان پالهو ڪونـه ٿيـو آهيان، تـه ٻـيو وري ڪيئن ڪندس.

3- يار! ڪوبہ ڏنڊو ڪونهي، گهر ۾ پالهو ويٺو آهيان.
چوڻي: پالهو هجين تہ وَڃُ، پيرنَ وٽِ پاڙي پِرِ.

**پَهَتُ** راضپو، پرچاءُ.
1- پُنهون هوءِ پَهتُ، تہ پارِي نين پاڻهين. (شاهہ)

**پَهتُ** مبارڪ، مدد، پُوئو.
شاديءَ ۾ شادي وارن کي مبارڪ جا پئسا ڏبا آهن تن کي پَهَتُ چئبو آهي.

**پَرَڙُ** هلڻ، پنڌ ڪرڻ.
1- پَرَڙُ پنهُونءَ پُٺ ۾، اِي سعادت سنديامِ. (شاهہ)

**پَرَڙُ** اٽي ڇاڻڻ جو پَرڻ.
گهرن ۾ عورتون اڪثر ڪري پَرَڙُ ۾ اٽو ڇاڻينديون آهن. سنڌ جي ڪن علائقن ۾ پَرَڙُ کي پُروڻ پڻ چون ٿا.

**پَڪا** ڪرڙ جو ميوو.
1- پَڪا پهنوارن ڏي، ميوا، مَجَر، مَڪَ. (شاهہ)
2- جت ڪَرڙَ ڪَتا ءِ ڪاهيُون، پَال، پَڪا ءِ پَڪ. (شاهہ)
3- وَليُون، وَڻَ ڦُلارِيا، ڪِرڙَ پَڪا ڪي ڪي. (شاهہ)

**پَڪا** پَڪَلَ يا راسِ ٿيل.
1- پَڪارَچَ ڪُنيارَجا، پَڪِي نيهائين. (شاهہ)
2- جِي جَنين جا جَمِ، پَڪاسي پُچنديُون. (شاهہ)

**پَڪا** ڪَنجوس.
1- اِهي ماڻهو انتهائي پڪا ماڻهو آهن. پاڻَ تي تَڪو بہ خرچ ڪونہ ڪَنِ.
چوڻي: چمڙي وڃي تہ وڃڻ ڏي، پر دَمڙي نہ وڃي.

**پَڪا** مُنهَن جا ڏاڍا.
1- هي اهڙا ماڻهو پڪا اٿئي، جو ڪيڏي بہ جُٺ يا بيعزتي ٿيندِن، تہ مُنهَن ۾ حرامُ جو ڪو سَرُ يا گهُنجُ

پوين.

**پَڪا** مضبوطُ، پَنهنجا، اعتماد وارا.

1- هي دوست پنهنجا پڪا دوست آهن، هرحالت ۾ پاڻ سان گڏ هوندا آهن.

2- دوست ٻِلي تورائي هُجَنِ، پر اُهي پَڪا، پُختا ۽ سَچا هُجَن.

**پَردو** لَجَ، شَرمُ، حياءُ.

**پردو** ڍَڪُ.

1- پاڻَ پردو پاڻَ کي، سُڃي ڪَرِ سنيالَ. (شاهه)

2- پاڻَ پَردو پاڻَ کي، طالب سڄ تون، (شاهه)

**پِنڊِ** کجور جو قسم، جيڪا ڪائڻ ۾ نرم ٿئي.

**پِنڊ** سرير، جسم، بدن.

(1) پليتيءَ کان پانهنجا، پاڪ رکيائون پِنڊَ.

**پيهِي** ڪَکن ۽ ڪانن جو ٺهيل ننڍڙو گهَرُ.

مسڪين مارو ماڻهو جيڪي پنهنجو پڪو گهر ٺٺا ٺهرائي سگهن.سي سڄي حياتي ائين ڪکن ڪانن جون پيهيُون ٺاهي انهن ۾ رهندا آهن.

**پيهِي** لڪِي يا گم ٿي.

1- مون کي چَئي لوچَ، پيهِي ويا ڇِپرين. (شاهه)

2- پيهِي جا پاڻ ۾، ڪَيم روحَ رِهاڻِ. (شاهه)

3- پٿر ۾ پيهي، گهڙيمُ تُنهنجِيءَ گهورَ کي. (شيخ اياز)

**پيهِي** ٻاٽمرادو هلي اچڻ.

1- دوست پيهِي در آيو، ٿيو ملڻ جو سعيو. (شاهه)

2- اج پڻ جڙيم جوڙَ، دوست پيهي در آئيو. (شاهه)

**پيهِي** جهارِ هَڪلڻ جي چَني.

فصلن ۾ جهارِ هڪلڻ لاءِ پيها ۽ پيهُيون هوندا آهن.

انهن تي چڙهي جهارِ هڪلبي آهي. پيها وڏا ٿيندا آهن ۽ پيهيون ننڍيون ٿينديون آهن.

**مثال:** ٻاجهر جو فصل جوئر جي فصل کان ننڍو ٿئي ٿو، تنهن ڪري اتي جهارِ هڪلڻ لاءِ پيهي ناهي ويندي آهي.

**پَهي** قاصدُ.

**1-** ڪڏهن ڪونہ آئيو، تن پَهنوارن پَهي، (شاهہ)

**2-** پَهي سُڪَا! پيون ڪِيہ! ڪو نينهُن نياپو مارئين؟ (شاهہ)

**3-** پَهي نہ پانڌي ڪو، جنهن ڪَرِ پُڇي لوءِ. (شاهہ)

**پَهي** واتهڙُو، پانڌي.

**1-** مون توهيسين سَگُ، پُڇايو پُڇان پَهي. (شاهہ)

**2-** هوتُ تُنهنجي هَنجَ ۾، پُڇين ڪوهُ پَهي؟ (شاهہ)

**پَهي** ڪَپَهَہ جي پوڪي.

**1-** پَهي ڪامَ پچاءِ، اَمَڙِ! مُنهنجي آسري، (شاهہ)

**پِيلو** رنگ جو هڪ قسم.

**1-** خزان جي موسم ۾ وڻن جي پنن جا رنگ پِيلا ٿي ويندا آهن.

**2-** نانگ ۽ بلا جي چَڪَ هڻڻ سان بہ ماڻهو پيلو ٿي ويندو آهي.

**3-** ڪڏهن ڪڏهن انسان کي ڪي بيماريون بہ ٿينديون آهن جنهن سان ماڻهو پيلو ٿي ويندو آهي.

**پِيلو** ڪُڪَڙَ جو قسم.

ڪڪڙن ويڙهائڻ جا خفتي جيڪي هوندا آهن، انهن وٽ هڪَ اَسِيل قسم جا ڪڪڙ هوندا آهن. جن جا رنگن جي حساب سان جدا جدا نالا آهن. جهڙوڪ: پِيلو، قلقليو، جاٿون، خاڪي وغيره.

**پِيلو** هڪ راڳ يا راڳڻيءَ جو نالو.

**پِيلو** تيرُ، ڪانُ.

1- تنگرُ تِڪئو، ڪِينَ ڪِين، پارِ لنگهئو پِيلو. (شاهه)

**پِيڙَ** سَزا.

1- چڱو چورا! پِڙهين اَچي ته پيڙ تي ڪڍرايانءِ.

2- جيستائين پوليس جي پيڙَ نه ايندس، تيستائين ڪونه سڌرندو.

**پِيڙَ** پيڙجڻ جو عمل.

1- يارَ! اڄ آءٌ واندو ڪونه آهيان، ڪمند جي پِيڙَ اَٿئون.

2- هيءَ ڪمند جي پِيڙَ جي نبارِ رَسُ اَٿِئي پي ته ڏِس!

**پِيڙَ** سُور.

1- پيارا! بخار اهڙي بدن ۾ پيڙ ڪڍي آهي جو في الحال چڱيءَ طرح هلي به نٿو سگهان.

2- ڊاڪٽرصاحب! توهان جي دوائن مان بخار ته ڇڏي ويو پر بدن ۾ پيڙ ڏادي آهي.

**پِيرِي** رَهنمائي.

1- هتي ڪانه هلندي، ڪا پيري فقيري. (طالب المولیٰ)
نڪا بادشاهي، نه ڪنهن جي اَميري.

اِها پيري ۽ مخدومي به هڪڙو ڍنگُ اَڄُ آهي، فقط رندن سان الفت، مستانن کي پُڇيون ٿا. (طالب المولیٰ)

1- يارَ! جنهن کي پيري مُريدي هجي ان کي کهڙي ڳڻتي.

2- اڄ ڪلهه نه اُها پيري رَهي آهي، نه اُها مُريدي.

1- مخدومي ۽ شيخي پيري، خام ڇڏي ڏي خانِي. (سچل)

**چوڻي:** مَلَهه ۾ نڪا پيرِي، نڪا سيدِي.

**پِيرِي** پوڙهپڻ يا عمر جو آخري حصو.

1- شڪر آهي جو پيريءَ ۾ پُٽُ ڄائو اٿسِ.
2- يارَ! جوانيءَ جون خبرون، پيريءَ ۾ کھڙيون ٻڌايانوَ.
3- پيريءَ ۾ شادي، توهان پاڻ سان پاٺهين جُٽِ ڪئي آهي.
1- پيريءَ ۾ پيئي، اکيُون آريءَ ڏي ڪٽي، (شاهہ)
چوٽي: پِيري واري پُٽَ ڪان، اڳياڙي واري ڌيءَ چڱي.
2- تون دوباره پرين ٿو پيار ڪرين،
چڻ تہ پِيريءَ اَندر شباب آيو. (طالب المولٰي)

پيرَ افعال.
1- اول پنهنجا پيرَ ڏِسُ، پوءِ ٻين کي چئُ.
2- توبہ ساڳيا پيءُ وارا پيرَ ڪنيا آهن.
3- اهي جي پيرَ ڪنيئي، تہ پوءِ توبہ نوڪري ڪئي سا ڪَئي.
4- اَبا! شابس اٿئي!

پيرَ اِهي جي پير ڪَنئي، تہ پوءِ ٻُک ڪونہ مرندين.
چوٽي: پيچي وچ تنهنجي جاءِ ڪانهي، پيرَ اگھاڙا اٿئي.
چوٽي: اسانجا پيرَ اڳ مُئي اگھاڙا آهن، اوهان پنهنجي ڪَيو.

پيرَ نشانَ.
ٻهراڙي ۾ اڪثر چوپائي مال جي جڏهن ڪا چوري ٿيندي آهي تہ ماڻهو انهن چورن جا پير ڪڻندا نشان ڏيندا ويندا آهن.
1- جنهن چورِيءَ ۾ چوهُ، ساڀِٿُون ٿيندي پيرَ تي. (شاهہ)
2- پُڄان پيرُ پنهونءَ جو، وِڇهان وِڪَ وَڏي. (شاهہ)
3- جيڏانهن پيرُ پُنهونءَ جو، سي نہ ڪي رؤن نہ جُونِ. (شاهہ)

پيرَ واسِطا يا تعلقاتَ يا وابستگيُون.
1- اسان جا ءِ اوهان جا پاڻ ۾ وڏڙن ڪان وني پيرَ پنڌ

آهن.

2- بابا! انشاءَ الله اِهي پير پنڌ دائم ۽ قائم رهندا ايندا.

3- ڏئوسين ته اسان اوهان سان ڪونه هَلي سگهنداسين، تنهن ڪري ڪٽي پنهنجا پيرَ جهلياسُون.

**پَهُ** منصوبو يا حرفت.

1- مَتان مارِينئِي، پاڙهيرِي پَهُ ڪري. (شاهه)

2- ڪوهُ ڪندا ڪي تَنِ، پاڙهيرِي پَهُ ڪري. (شاهه)

**پَهَ** خيال، وهم.

**چوڻي:** اجايا پَهَ نه پچاءِ.

**پَهَ** رستي، واٽ.

پچي پَهَ پڪين ڪي پيئي منڌ پرياڻ (شاهه)

**پَهُ** دل سان حال اورڻ.

1- پُجُ پاڻ ڪي پَهُ، هِنگِلاج هَلڻ جو. (شاهه)

**پَهُ** روحَ تي چڏيل يا مرضي.

1- عجبُ عِبادَتَ، پَهُ پروڙڻُ اُنِ جو. (شاهه)

**پَهُ** نيت، صلاح، خيال.

1- پَتنگَنِ پَهُ ڪيو، مِڙيا متي مَچَ، (شاهه)

2- پَهُ ڪيائون پاڻ ۾، مُنهانَ مَخفي مامَ، (شاهه)

3- ڪو پَهُ پِيو جوڳين، پُريا تَنهن پارِ. (شاهه)

**پَهُ** خيال، وهم.

**پِهُ** ڪم يا سزا.

**چوڻي:** اهڙو پَهُ ڪندوسانءِ، جيئَن ٻُرڙو ڪري ٻارن سان.

**پَت** تيزُ مناڻ. ڪَنڌ جي پَت، پَتاشَنِ جي پَت. ڳَڙَ جي پَت.

**پتِ** عزت يا آبرو يا لَڄَ يا شرمُ يا حياءُ.

1- پَرِ، پيرن سندي پَتِ، سِرُ ئي سدائين تو رکي. (طالب المولى)

2- پنوهارِ ڪي پَٽِ، پيهِي پُڇُ ملير ۾. (شاهه)
3- جا ڏِٺَ ڏَڪيامِ، تَنهن جو پرور پَٽِ رهائيينِ. (شاهه)
4- طالب مولا تن سان، شل اچي پَٽِ پَري. (طالب المولي)

**پَٽو** راند ڪرڻ جو پٽو.

**پٽو** پيڙين جو پٽو (پَنُ).
جنهن مان پيئڻ جو پيڙيون ٺهنديون آهن.

**پَتو** ائڊريس، سرنامون.

**پتو** خبر، سُڌِ، چاڻ. ڏَسُ.
1- اَبا ڏِي خبر همراه جو ڪو ڏَسُ پتو پيو؟
2- اَبا! تنهنجو بہ پتو نٿو پوي، حج تي وڃڻ جي نيت اٿئِي يا نہ؟
3- پيارا! منهنجو پتو بلڪل سولو آهي، بس اسٽاپ تي لهندين تہ سامهون منهنجو بنگلو اٿئِي.
4- تون اَمير ماڻهو آهين، توکي پتو ڪهڙو تہ غريبي ڇا آهي.
1- جي اڪُيون هُجن پيرَ، تہ پَتو پوينِ پنڌَ جو. (طالب المولي)
2- وِهائيءَ وِيا وسري! پَتو ڪونہ پيوءِ. (شيخ اياز)

**پَڀُ** پير جي ترِيءَ جو اڳيون حصو.

**پڀ** جَبلُ، جَبَل جو نالو پَڀُ جَبَلُ.
1- مَرُ مَتا ڏيئي، پُنهُون ڪارڻ پَڀَ ۾. (شاهه)
2- تون جي پَهڻَ پَڀَ جا، تہ لِڳَ منهنجا لوهُ. (شاهه)
3- پَڀُ وِڃهنديسِ پُٺِ تي، صُبح سوارو. (شاهه)

**پَتِ** اعتبار يا ڀروسو.
1- آئون تنهنجي هرڳالهہ تي پَتِ ڪندو آهيان.
2- توکي پاڻ تي ئي ڀروسو ڪونهي، تہ ٻين تي پَتِ ڪيئن ڪندين!

پَتِ — عزت.
چوڻي: نِکَرُ پَچي هکڙو، پَت وچي سَپِن جِي.

پِرِ — نمونو، طريقو.
1- پـسـئـو پِرِ عـجـيـبَ جِي، لِڇئـو وچي لـوهُ. (شـاهـ)
2- هـٿ کـاتـي ڳُرُ واتِ، پـچَڻ پِرِ پـريـنءَ جي. (شاهـ)

پِرِ — رِيت يا رَسمَ.
1- سـائـِي پِرِ پـارِي، جا گـهَرِ سـمـي جي سَچِي. (شاهـ)
2- سا پِرِ سـامـي سـکـيـا، جا پِرِ جوڳ جڳاءِ. (شاهـ)
3- کـيـهـيءَ پِرِ پـريـنِ، ڏِکي! ڏاتـارن ري؟ (شاهـ)
4- لا مَقـصُود فـي الـداريـنِ، اِن پِرِ اُتـائـون. (شـاهـ)

پِرِ — پنهنجي خيال ۾، پنهنجي اندر ۾.
1- پِرِ ۾ پـچي پِريَ لءِ، هـءِ! هـنجُون هـاريـنِ. (شـاهـ)
2- روحُ پـنـهـنـجي رامَ سَين، پِري ۾ پوتـائـون. (شاهـ)

پَرِ — مخفي لِک ۾ يا ڳجهه ڳوهَ ۾.
1- پَرِ ۾ پُڇيـائـون، عـشـق جي اَسـبـاب کـي. (شـاهـ)
2- کـوٺـي کـاپـاٽِـتن، پَرِ ۾ پـڇـائُون. (شـاهـ)

پَرِ — پاسو يا طرف.
1- اِن پَرِ اُتـي اَچُ، تـہ سـودو تـيـئـي سَفـرو. (شـاهـ)
2- سـاٿُ نـپـايـو نينِ، ايَ پَرِ سَنـدِي سـڄڻين. (شـاهـ)

پاسِ — پاسي ۾ يا پرسان.
1- هيـنئڙا! تنين پاس، گهار تـہ گهايل نـہ تيئن. (شاهـ)
2- تہ گورِ منـهنجي سومرا، کج پنوهارن پاس. (شاهـ)
3- هـي تـنـين جو هـنـڌ، مَتـن پـاسِ مَرَنِ جي. (شـاهـ)
4- مـاروءَ پـاس مـلـيـر ۾، ڏوئـي مَرُ مَران! (شـاهـ)

پاڻِي — آبُ.
1- پـاڻـي نـاهـي پـنـڌ گـهـڻـو، اڱيـان رائـو رُڃَ. (شاهـ)

2- پاڻي متي جهوپڙا، موركَ اُڃ مَرنِ. (شاهه)

3- پاڻي پُوڄَ پَتنِ ۾، پكي پاندِ پِينِ، (شاهه)

4- پاڻي پنيءَ ٻوڙ، سُهڻيءَ ليكي سِيرَ ۾. (شاهه)

5- هنجون نه هارِينِ، پاڻي پنهون چامَ ريءَ. (شاهه)

چوڻي: جتي پاڻي اُتي پاڻَ.

چوڻي: پاڻيءَ كان اڳُ ۾ كپڙا نه لاهجن.

چوڻي: اجا ٻارُ آهين، واتَ مان پاڻي پيو وَهَئي.

**پاڻي** تڏو تيڻ، خاموش ٿي وڃڻ.

(1) اول ته همراهه ڏاڍو گرم هو، پر ڳالهاين ٻڌڻ كان پوءِ تڏو پاڻي ٿي ويو.

چوڻي: پاڻي پي، تڏو ٿيءُ.

**پاڻي** پلاند، عيوضو، حساب كتاب.

(1) رک خدا تي، اجا اوهان سان پاڻي ٿيندا.

(2) بابا وڙهبو كونه، برادر جو جيكو به پاءُ پاڻيءَ جو هوندو، سو پيري ڏبو.

چوڻي: پاڻيءَ تي پي پاڻي ٿيندو.

چوڻي: پتو پاڻي ٿي پيس.

**پاڻي** جوهر.

(1) يار تو واري گهوڙيءَ ۾ ڏاڍا پاڻي آهن.

(2) همراهه ۾ مڙيوئي پاڻي جا جوهر آهن.

(3) چوكرا! اڄ ته كي پاڻيءَ جا جوهر ڏيكار.

**پيچَ** وَرُ.

1- اجا ته تنهنجي پيچ ۾ كونه ڦاٿا آهيون.

2- اسان جي به پيچَ ۾ جڏهن ايندا، ته گهٽ كانه ٿيندنِ.

3- اجا ته اوهان جي پيچ ۾ ڦاٿل آهيان.

4- الله كري ته تو جهڙي بيكار ماڻهوءَ جي پيچ ۾ نه

اڇان.

5- احمد! تو جهڙو سياڻو ۽ قابل ماڻهو ڪيئن هنن جي پيچَ ۾ اچي ويو.

6- هر هوشيار ۽ مڪار ماڻهو ٻئي کي پنهنجي پيچ ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

**پيچَ** ڳنڍيون.

1- اوهان سان ته دل جا پيچ پيل آهن.

2- جڏهن تو پنهنجي پيار وارا پيچ ختم ڪيا، ته اسان به ڪٺي پنهنجا پير جَهليا.

**پيچَ** ڏَڳَ، رستا، رويا.

1- بس! هاڻي اوهان جا جدا پيچَ، اسان جا جدا پيچَ.

2- جنهن پيچ مان تون اچين پيو، اتائين مون کي چورن ڦريو هو.

**پيچ** اُميد يا آسِرو.

**پيچ** وَتَ، پيت ۾ وَت، پيت ۾ گهمرا. (پيت جون بيماريون) واسطا، تعلقات، وابستگيون.

1- اسان جا پيرل خان وارن سان پراڻا پيچ پنڌ آهن.

**پَٽُ** ڪستو، جَمني.

1- پنن ڪِينَ پَٽُ ڪٽي، گهُرن ڪِينَ گهران. (شاهه)

2- پِنَن جو پَٽُ ڪِٽي، سو جي سڃاڻن. (شاهه)

3- پَٽُ هَٽي پَٽَ سِين، پيري تن پڳو، (شاهه)

**پَٽُ** ريشمُ.

1- پَٽُ نه پِرهيان سومرا! جانڪِيتان جِيان، (شاهه)

**پَٽُ** ميدان.

ياءُ! هي پَٽَ ننون خريد ڪيو اٿم، رهڻ لاءِ جاءِ تو نهرايان.

3- رب کي راضي ڪرڻ لاءِ، ڪيئي پيچ آهن.

**پيرَ** عضوي جو قسم.

انسانن تي رب پاڪ جي خاص عنايت ۽ نعمت، اهي پير به آهن جنهن سان ماڻهو، هلي، ڇُري پُري سگهي ٿو.

1- تو ڇُمان پنهنجا پيرَ، جو وَني تو وٽ آئيا. (طالب المولي)

2- تنهنجي پيرَ پٽي، ڏات سموري ڏيهه جي. (شيخ اياز)

3- اَحسان ڪيا اکين تي، پرتِ منجهان پيرن. (طالب المولي)

4- تُنهنجا پيرَ ڇُهان، ڏرتي، منهنجِي مائڙِي. (شيخ اياز)

5- آگر آگوڻي نه مڙي، چپُون پير ڇڻن. (شاهه)

6- پيرين آئون نه پُڄِي، ٻابَلُ ڏئي نه ٻُورُ. (شاهه)

**چوڻي:** جيڏانهن پيرُ، تيڏانهن خير!

**چوڻي:** پيرَ ۾ ڪنڊو، صاحب لوڪ مَندو.

**چوڻي:** پنهنجي پيرَ تي پاڻهين ڪهاڙو هنيو اَٿئي.

**چوڻي:** پيرن هيٺان، جڻ باهه ٻري رَئي.

**پياسَ** اُڃَ يا تاسَ.

1- يار! ڪو پاڻيءَ ڍُڪ ته پياريو، پياسَ لڳي آهي.

2- پنڌ گهڻو ڪيو اَٿئي تڏهن پياسَ لڳي اَٿئي.

3- پياسَ ايتري ڪانهي، ٻڪ لڳي آهي اول ماني کارايو.

1- پانڌيئڙن کي پياسَ ۾، پاڻي پيارين. (شيخ اياز)

**پِياسَ** پيار يا محبت يا قُرب.

1- اولاد کان وڌيڪ ٻئي ڪنهن سان به پياسَ ٿي نٿي سگهي.

2- جڏهن دوستن کي پياسَ ڏجي ٿي تڏهن هو به پياسَ ڏين ٿا.

3- دنيا ۾ پياس جهڙو مِٺو ميوو ٻيو آهي ئي ڪونه.

پُورُ درياهه جي ٻيڙين جي اچڻ وڃڻ جو وقت يا ڦيرا.
1- يار! هي منهنجي ٻيڙي جو پهريون پُورُ آهي.
2- بس هي منهنجي پَتڻ جو آخري پُورُ آهي.
3- تورو ترسو هي پُور ڇڏي، سگهو تو وري اچي اوهان کي کڻان.
1- پاڻ چَڙهي پُورِ، وِک وڌائين وِترِي. (شاهه)
زندگي به هڪ ٻيڙي جو پُورُ آهي، جنهن ۾ هڪڙا لهن پيا ٻيا چڙهن پيا.

پُورُ گهرو ويچار. پُورُ جو جمع پُورَ.
1- يار! ڪهڙي پُورَ ۾ وينو آهين.
2- اڄ اوچتو پُورُ پيم، ته تو وٽان ٿي وڃان.
3- هُن جي جُدائي جو هروقت پُورُ رهندو رَهي ٿو.
1- جنهن کي سِڪَ ساهڙ جي، پَورن مَٿي پُورَ. (شاهه)
2- پُڇيوئي تان پُور، نات پڇڻ هوءِ مَ پرينءَ کي. (شاهه)
چوئي: ڏاڍو اڪين پُورُ تي پيو آهين.

پُورُ ٻنگهرن ۽ ڪنڍن جو پُور ڏيڻ.
ٻن ڳنڍيل قدرتي ڪاٺين کي ٻچانگِي ڪاٺي چوندا آهن. ۽ ان ٻچانگِي ڪاٺي کي صاف ڪري اُن مان ٻهراڙي جا ماڻهو وَري ٻيانِي يا ٻيانو ٺاهيندا آهن ۽ اُنهيءَ ٻيانِي يا ٻياني ساناُهي ڍنگر ۽ ڪنڊا ڪٽي گهرن جي لوڙهن کي پُورَ ڏيندا آهن.
1- اَبا! ٻياني ڪٽي لوڙهي کي ٻني پورَ ڏئي ڇڏيو.
2- هرسال پُورَ ڏيندا سين ته لوڙهو مضبوط ٿيندو ويندو.

پَهاڙِي راڪِڻي يا سُرَ جو نالو.
پهاڙِي ٽَڪري.
1- پَهاڙِي علائقي جا ماڻهو بهادر ۽ مهمان نواز ٿيندا

آهن.

2- هرڻ ۽ ٻيا خوفناڪ جانور هميشه پهاڙي وارن ماڳن تي جنم وٺندا آهن ۽ اُتي وڏندا ۽ ويجهندا آهن.

3- پهاڙي علائقا قدرتي طرح ڏاڍا خوبصورت، دلفريب، من موهيندڙ منظر هوندا آهن.

**پِليو** اُٺن تي پاکڙا وجهو يا اُٺن کي سفر لاءِ تيار ڪريو.

1- اُتو اُٺي اُٺ پَليو، صبح تي ويو آهي.

2- اَڃا تائين تو پنهنجو اُٺ نه پَليو آهي.

**پَلي** ساڳ جو قسم.

**پِلي** اَنَ رکڻ جي جاءِ.

ويچارن غريب هارين کي ان رکڻ لاءِ ڪي گهرن ۾ ڀانڊا يا ڪوٺيون نه هونديون آهن. تنهن ڪري پنهنجي سال جي کائڻ لاءِ پنهنجو ان رکڻ لاءِ. هو ڇا ڪندا آهن جو ڪانين، پکن ۽ تونئن سان هڪ گول گنبذ وانگر مٽيءَ سان هڪ جاءِ ٺاهيندا آهن ۽ انَ ۾ اُن رکندا آهن، جنهن کي پَلي چئبو آهي.

1- ابا توڙِ جي تنگي ڪانهي، الله جي فضل سان پَليون اڃا خالي ڪونه ٿيون آهن.

**پَلي** ناري ۾ رهندڙ هڪ ذات.

**پِلي** روڪي. فلاڻي پلي چڱي آهي.

**پِليو** روڪيو يا جهليو.

1- پِليان پَليو نه رَهي، نرتئون نينهُن نبارُ. (شاهه)

2- هوند نه پَليو مانِ، گهڙو سي گهڙا ڪٽي. (شاهه)

3- مون کان پَليو نه ٿئي، شوق اوهان جي جو شينهُن. (شاهه)

**پَليو** نپنو.

1- علي بخش اسان جي ئي گهر ۾ پَليو آهي.

2- اسان غريب سمجهي ننڍو ڪري وڏو ڪري پاليو آهي، تنهن ڪري اسان کي ڏاڍو پيارو آهي.

پَلئُہ پلاند.

پُلئُہ ڳچيءَ ۾ پوتي وجهي ڪنهن کي راضي ڪرڻ يا رِيجهائڻ يا پاند وجهڻ.

1- طالب مولا تن کي پلئہ پاندَ وڌوم. (طالب المولىٰ)

2- پلئہ پائي سچ، آچيندي لَڄَ مران. (شاهہ)

3- وچينءَ جان ويهي، جَر پلئہ پائِيان. (شاهہ)

پَلئُہ بَدلو يا انتقام.

1- توهان ڏي اسانجو پلئہ رهيل آهي.

2- اوهان جو جيڪو بہ پلئہ پاٽي هوندو سو فيصلي موجب ڀَري ڏينداسون.

چوڻي: پلئہ ۾ فاتحون پراٺا ناهن ٽيندا.

پَلئہ آجو ٽيڻ.

الف خان پنهنجو پلئہ ڇڏائي سرخرو ٿي ويو.

پَلِئہ عيوضو.

پِرِ ڪنپ.

پِر گذريل سال.

1- وينو پُڇين پَرُ، ڪرڪا هِيار هلڻ جي. (شاهہ)

چوڻي: مُئا پَرُ، پِتجَنِ هيلَ.

پَرِياڻُ ڏاريو ماٺهو، غير ماٺهو.

1- وَرُ وَڏوٺو ايهين، جِئَن پَرُ پُڇتوءِ پاندِ. (شاهہ)

پَرِياڻُ نشان، ڏَسُ، پَتو، اهڃاڻُ.

1- سُپَڪَ جو سيدُ چئي، پُڇي نہ پَريانُ. (شاهہ)

پرياڻُ محبوب، پرين، پيارو.

1- هوتُ تنهنجي هنجَ مِ، پُڇين کوهُ پرياڻُ. (شاهہ)

**پِرياڻُ** کو ٻيو.

1- پاڻان ڏارَ پَرياڻَ، ڪانڌَ ڪنهن جو نہ وٽي. (شاهہ)

**پَرياڻَ** فڪر يا خيال.

1- ڇَهين ڏينهُن ڇِڻي، پِيا ڪنهن پَرياڻَ ۾. (شاهہ)

**پَڳَ** وراثت ۾ مليل چڱ مڙسي.

سنڌ ۽ بلوچستان ۾ اڪثر سرداري نظام صدين کان وٺي هلندو اچي. جڏهن بہ ڪي راڄَ يا قبيلا پنهنجو اڳواڻ ۽ سردار منتخب ڪندا آهن تہ ان ماڻهو کي سرداريءَ جي پَڳَ ٻڌرائيندا آهن. اهڙي طرح سنڌ ۾ سماٽ قوم ۾ بہ ڪو گهر جو وڏو وفات ڪري ويندو آهي تہ اُن جي وڏي فرزند کي وارث سمجهي پَڳَ ٻڌرائي ويندي آهي.

1- اڄ يار! رئيس احمد کي پَڳَ تي ٻڌائون، سو اوڏانهن ويا هئاسين.

2- اهڙي ماڻهوءَ کي پڳ ٻڌرائي اٿن، جو هاڻي راڄن جو رَتُ پيئندو.

3- اوهان بہ منهنجا دوست آهيو، دعا ڪَيو تہ هن پَڳَ جو تقدس برقرار رکان.

**چوڻي:** توبہ پَڳَ ٻڌي!

**چوڻي:** مون کي اڳ ۾ئي خبر هئي، جيڪا تون پَڳَ ٻڌرائيندين.

**چوڻي:** دودي ۽ چنيسر جي جنگ بہ پَڳ تان ٿي هُئي.

**چوڻي:** اَڃي پڳَ ۾ پَسُ، اندر مڙوئي اگِڙيُون.

**پَڳَ** کوهہ جي مٿان نهيل نندڙي پِٽ.

زمين جي سطح کان بہ تي فوٽ مٿي کوهَ جي چوڌاري گول سرن جي ديوار ٻڌل هوندي آهي. جنهن کي پڳ چئبو آهي جو مباده ڪو ٻارُ ٻچو کوهَ ۾ يا کُهيءَ ۾ ڪري

نہ پوي. گويا اُها پَڳ هر ساهہ واري شئي جو بچاءُ ۽ محافظ هوندي آهي.

**پَڳَ** پَٽڪو يا دستار يا سَنَدَ.

اسلامي دستور مطابق جڏهن ڪو شخص مذهبي علم جي تڪميل ڪندو آهي تہ ان کي عالم دستار ٻڌندا آهن. جنهن کي دستاربندي چئبو آهي. گويا اُها دستار ان علم جي سَنَدَ يا سرتيفڪيٽ هوندو آهي.

پٽڪو سنڌ جي خاص علامت ۽ سجاڻپ آهي. اڳ ۾ ڇوڪرو اجا ائن يا ڏهن سالن جو مس ٿيندو هو تہ مائٽ ان کي پٽڪو ٻڌڻ سيکاريندا هئا. پٽڪن جا قسم هوندا آهن جهڙوڪ: بوسڪي جو پٽڪو، ململ جو پٽڪو، اجرڪ جو پٽڪو، لونگيءَ جو پٽڪو. سيني کان بوسڪي جو پٽڪو سٺو هوندو آهي. سنڌ جا ماڻهو پٽڪي ٻڌڻ جا ڏاڍا شوقين آهن. پٽڪو بہ اهڙو ٻڌندا جهڙو سندن مٿي تي تاج رکيو آهي. افسوس رڳو اهو آهي تہ اڄ هِنَ سُهڻي سجاڻپ کي وساريو پيو وڃي.

**پَڳَ** پير.

1- ماءِ! منهنجي ڪرهي، پَڏَري پَڳَ نہ لڳُ. (شاهہ)

**پَڪا** ڪکن جا ٺهيل گهرَ.

1- بَس يار! اَيرا سَيرا پنهنجا پڪا ٺهيل آهن.

2- پَريان اهي پڪا ڏسين ٿو، اهي پنهنجا گهرَ آهن.

**چوڻي:** پَرايون ماڙيون ڏسي پَنهنجا پَڪا نَہ ڍاهجَن.

1- پکَن جِي پريتِ، ماڙين سين نہ مَتيان. (شاهہ)

2- پکا ۽ پَنهوار، ڏني مون ڏينهن ٿيا. (شاهہ)

3- پکن منجهہ پساءُ، قالبُ آهي ڪوٽَ ۾. (شاهہ)

4- جُهڙَ ڦُڙَ جِت ٿِيانِ، اُتِ اڏايائون پکڙا. (شاهہ)

پُکا — گھر.

چوڻي: ڪَچا يا پَڪا، پَرَ هُجَن پنهنجا پَڪا.

پَکا — وِڃڻا.

وِڃڻن کي وڃڻيون به چئبو آهي. ڪي ماڻهو وڃڻا به چون ته ڪي وري وڃڻيون به چون.

سنڌ جي اُترئين علائقي ۾ گرمي تمام گهڻي ٿيندي، تنهنڪري اُتي جا رهاڪو وڃڻا ۽ وڃڻيون گهڻو استعمال ڪندا آهن. پکا ڪکن جا ٺهيل هوندا آهن جي بدن کي هٿڻ مهل هلڪا محسوس ٿين. گرمي جي موسم ۾ اُتر ۾ هرهڪ ماڻهو جي هَٿَ ۾ پکو وِڃڻو ضرور هوندو آهي. شادي جي موقعي تي گهوٽ لاءِ به خوبصورت پکو (وِڃڻو) ستارن ۽ موتين تي ٺاهيو ويندو آهي، جيڪو ڏسڻ وٽان هوندو آهي.

پَڪِي — پچي ويل.

1- ڪڻڪ پَڪِي بيٺي آهي، هاڻي لابارو شروع ڪبو.

2- ٻير ۾ ٻيرَ پچي ويا آهن. صبحاڻي ٻير کي ڏوڙيندا سون.

3- بابا! اسان جي عمر هاڻي پکي بيٺي آهي، ڪنهن وقت به موت جو ملائڪ لابارو وجهي سگهي ٿو.

چوڻي: پَڪِي ڪاءُ، پَڪَي لُڻُ.

پَڪِي — مضبوط يا پُختي يا ڏاڍي.

1- هيءَ پِٽ اجا پَڪي آهي نه ڍاهيو.

2- دوستي هميشه پکي رکجي، نه ته اصل نه رکجي.

3- شادي جي تاريخ اجا پَڪِي ڪانه ٻَڌي اٿئون.

4- يار! دل پَڪِي ڪر، ڇو هِنيو لاٿو اٿئي.

پَڪِي — ڪنجوس (مونث).

1- ناني اسان جي ڏاڍي پڪَي آهي.
2- اَدي! تون ٻه هاڻي پَڪي ٿيندي ٿي وڃين.
3- اَما ٻه اڃي نه، پر هاڻي پَڪي ٿيندي ٿي وَڃي.

**پُڙي** ڪاغذ جي پڙي، جنهن ۾ دڪاندار شيون ٻڌي ڏيندا آهن.

**پُڙي** هَٿَ جي پُڙي (زهَرُ)
1- خدا ڄاڻي الائجي پاڻهين طبعي موت ٿيس يا ڏنئونس هَٿ جي پڙي.
2- هَٿ جي پُڙيءَ جو نڪو وِيجُ نڪو علاجُ.
3- ڪُتو ڇِتو ٿي پيو آهي، پُڙي ڏيوس ته مَري وَڃي.

**پُڙي** ڏوڪو ڏيڻ.

**پِڙِي** سزا.
1- پُٽَ! تولاءِ پُڙي تيار ڪيو ويٺو آهيان رڳو گهر تائين پهچُ.
2- احمد کي ننڊَ ڪانه اَچي، جي اَچي ته ڇَڻ ڪُتي کي پڙي.
3- پوليس ِئي چورن لاءِ پُڙي هوندي آهي.
4- ڄاڻو ڪيڏو ٻه پاڻ کي مٿي ٿو سَمُجهي، پَر پَريلُ پُڙي اَٿس.

**پَري** تصوراتي طور تي سهڻي.
1- مُني! اڄ ته جهڙي پَري پئي لڳين.
2- انشاءَ الله پُٽ کي پَري ڪنوار پَرڻائيندیسِ.
3- ڪُنوارِ ڏِنيسون، پَري ڪانهي، ماڻهو ماڻهوءَ جهڙي آهي.

**پَري** نالو، عورت جو نالو پَري.
1- ادي! پَري اڄ ته، مون کي ڪم ۾ مدد ڪرائجانءِ.

2- مون کي جيڪڏهن ڏيءُ چائي تہ نالو پَري رکنديسانس.

3- پيڻ پري! ڪڏهن ڪڏهن تہ مُنهُن بہ ڏيکاريندا ڪريو.

**پَرِي** پُوري ٿي. پوري ڪيم.

1- شال پَتِ پَرِي اچي.

2- چڱو ٿيو جو آئون خود ويس جو دوستن وٽ پتِ پَرِي آئي.

(1) طالب المولي تن سان، شل اچي پت پَري (طالب المولي)

**پروانو** پتنگُ.

پرواني جو شمع تي يا باهہُ تي ساهُ ڏيڻُ ئي، هُن جي منزل آهي، فتح آهي، جيت آهي ۽ ڪاميابي آهي.

**پروانو** اجازت نامو.

1- مون کي ڊپٽي ڪمشنر بندوق جو پروانو ڏنو آهي.

2- بندوق جي پرواني جي درخواست ڏِني اٿم، جلد پروانو ملندو.

3- بنا پرواني جي بندوق رَکَڻُ وڏو ڏوه آهي.

**پَروانو** قربان ٿيڻ وارو يا جان ڏيڻ وارو يا فدا ٿيڻ وارو.

حضرت حُرَ جو ذڪرُ.

1- آهيان عاشقُ آڳ جو، پتنگُ پَروانو. (شاهہ)

**پُرزا** مشين جا اوزار.

**پرِزا** خطَ يا چِنيُون.

1- يار! توڏي ڪافي پُرزا موڪليا اٿم، پر تو جواب نہ ڏنو آهي.

2- پيارا! تنهنجا پرزا پهچندا رهن ٿا، ليڪن گهڻن ڪمن ڪري جواب نہ ڏنو اَٿم.

3- بابا سائين! اوهان جي دعائن ۽ پيار جا پُرزا ملندا رهن ٿا.

**پُرزا** ٽُڪرا ٽڪرا يا ذرا ذرا.

**پرتو** پَرچيو يا راضي ٿيو يا رِيڊو يا رِيجھيو.

1- مَس مَس! مامي وارا پَرتا آهن.

2- ماسات چو ڪونہ پَرتو آهي، هل تہ پَرچايُونسِ!

3- شڪر آهي جو ڳوٺ وارا سڀ پاڻ ۾ پَرتا آهن.

**پَرتو** حوالي ٿيو.

1- اَبا! ننڍو ڀاءُ هاڻي تنهنجي حوالي آهي، پَرتو اٿئي.

2- سائين! چوڪري ڪي تنهنجي حوالي ڪيو اٿم، پَرتو اٿوَ.

3- اَبا! هي ڳوٺ جا ماڻهو آهن، بہ ڏينهن تو وٽ رهندا پَرتا اٿئي.

**پَردو** لڪَ يا ڳجھ.

**پُردو** پناهہ ۽ لوڙهو.

**پھو** اڇڻ وڇڻ جو ننڍڙو رستو يا گسُ.

ٻهراڙي ۾ اڇڻ وڇڻ لاءِ ننڍا پھا گسَ، ٺهيل هوندا آهن، جتان ماڻهو ايندا ويندا آهن.

**پَھو** کهاڙي جي ڳَنَ وِجهڻ جي جاءِ، کهاڙي جي ڦرَ جو چونڪُ.

**پَھو** ملم پَٽي.

اڳئين وقت ۾ جڏهن ههڙيون اکين جون بيماريون بنهہ ڪونہ هونديون هيون، تڏهن وڏڙيون ٻارن جون جڏهن اکيون اُٿنديون (بيمار) هيون تڏهن اکين تي پها رکنديون هيون ۽ اُنهن پَهَنِ رکڻ سان اکيون صاف، نوَ بنيُون ۽ صحتمند ٿي وينديون هيون.

اڄ به جڏهن سخت بخار ماڻهوءَ کي ٿيندو آهي ته گهرو علاج مطابق مريض کي پيشانيءَ (نراڙ) تي پاڻي جا پَها يا پاٽي جون پٽيون پُسائي رکبيون آهن ته بخار جَهڪو ٿيندو ويندو آهي.

1- بابا! نراڙ تي پاڻي جا پَها رکوس ته بخار جَهڪو ٿئيس.

2- پوليس اهڙو ماريو اٿس جو هاڻي پَها رکائيندو پيو وتي.

**پَٽيون** ڦرهيون.

اڳئين وقت ۾ پٽين تي پڙهائڻ ۽ لکرائڻ تي گهڻو زور ۽ توجهه هوندو هو.

**پَٽيُون** کوليُون، کولڻ.

1- مَس مَس نند مان اکيون پٽيون اٿئي.

2- هينئر به جي اکيون نه پٽينديين، ته وجي ڏُوڙ پاءِ.

3- هيڏي نقصان پوندي به، تنهنجون اکيون کونه پَٽيون.

**پٽيُون** چِٽ جون پٽيون، جيڪي ڪاٺ جون ٺهيل هونديون آهن.

**پَٽيون** علاج لاءِ ڪم ايندڙ پَها.

1- تُرتُ ٻڌائون پَٽيُون، روز ڪيائون راسِ. (شاهه)

2- جُه پڻ پَيِن سَنجهه، هُو پنيُون هو پَٽيون. (شاهه)

3- پاڻهين ٻَڌِن پَٽيون، پاڻهين چِڪيا ڪَنِ. (شاهه)

**پَٽيُون** نِنڍڙا ۽ سوڙها رستا.

اڪثر ڪري اهي پٽيون واهَن ۽ شاخُن سان هونديون آهن جيڪي اُتان نڪري ڪنهن ڳوٺ يا وَهڻَ تائين گَسَ جي صورت ۾ هونديون آهن.

**پَريو** ماڻهوءَ جو نالو.

1- يار! ڏي خبر پاڻ وارو يارُ پَريو ڏِسَڻ ۾ نٿو اَچي.
2- پيارا! پرينھَن پَرِيو بہ ايندو ۽ تون بہ اچجان تہ کا رھاڻ ڪريون.

پَرِيو — پورو ٿيو، پورو ڪيو، ٿي وِيو.

پُرِيو — جھونو.

پرِيو — ھڪ ذات.

ذات جو پَرِيو، پَرِيو جو جمع پَريا. دادو ضلعي ۾ ذات جا پَريا رَھن ٿا.

پرڪَ — خبر.

1- پيئِي ايَ پَرڪَ، تہ سوڍِيُون سجھائي وِيا. (شاھہ)
2- پيئِي جا پَرڪَ، گنجي ڏونگر گامَ جي. (شاھہ)

پَرڪَ — نظر يا نرت.

1- جيڏانھُن ڪريان پَرڪَ، تيڏانھن سڄڻ سامھُون. (شاھہ)

پَرَڪُ — ڏِس، نگاھہ ڪر.

(1) تون تان پاڻ پَرَڪُ، سڀ ڪنھن ڏانھن سامھون (شاھہ)

پَرَڪُ — سڃاڻ، صحيح ڪر.

وتي واتاڙئن کي، تان پياري پَرَڪُ (شاھہ)

# ج

**جيتَ** جِيوڙا.

جيتَن جا قسم: ماڪوڙيُون، ڪيليون، ’ڪيولِيُون‘ ماڪوڙا، مڪَيون، پتنگ، مَڇَرَ، تَندَنَ، تِنڊِيُون وغيره.

**جيتَ** سوڀَ يا فتح يا ڪاميابي يا فتحيابي.

1- بَس منُڙا! ڪڏهن جيت ۾ آهيون ته ڪڏهن هارَ ۾.

2- همت ۽ حوصلي سان رهندين ته جيتَ به ٿيندءِ، نه ته هارَئي هارَ پئي پلءِ پوندءِ.

3- اَلحمدلله! ڪابه ڪنهن سان شِڪايت ڪانهي، بَس اِهائي منهنجي جيتَ آٿئي.

1- مون ٻارِي جا جوت، اُنهيءَ جي جِيتَ اَمرِ ٿي ويندِي.
تہ تنهنجي رات اَمر ٿي ويندي. (شيخ اياز)

2- جَنم جَنم جِي جِيتَ اياز،
شاه، سچل، سامِي ڪجھ نام. (شيخ اياز)

3- هارَ جيت دُک سُک کون، اَگم اَلارِي. (سامي)

4- ڪنهن جي هار بہ آهي جيتَ،
ڪنهن جو موت بہ جِيوَت آ. (شيخ اياز)

**جوڙِي** ڪَفَنُ.

ٻهراڙيءَ ۾ ماڻهو ڪَفَنَ کي جوڙِي پوتِي به چوندا آهن.

1- اَبا! تون وڃي مرحوم جي شهر مان جوڙي وٺي اَچُ.

2- ادا! ويچارو غريبُ ضرور هئو، پر پنهنجي جوڙي پوتي جيئَري ئي وَٺي ڇڏِي هئائين.

3- بَس يار! همراه کي درياه لوڙهي ويو جوڙي ’ڪفن‘ به نصيبُ ڪونہ ٿِيس.

چوڻي: جوڙِي (ڪفن) ٻه يا نصيبُ!

چوڻي: مرڻ حق آهي جوڙِيءَ (ڪفنَ) ۾ شڪ آهي.

**جوڙِي** ٻن چٽن جو ساٿ.

**جوڙِي** ٿاهي.

**جوڙِي** ڳنڍي.

**جوڳُون** ساٿُ.

1- دوستن جون هميشه مون سان جوڳون رهيُون آهن.

2- جوڳون ٻه ڪي مُڙس ڏيندا آهن.

**جوڳُون** مهلون، مشڪل وقت، آزمائشن جون گهڙيُون.

1- اسان جون ٻه ڪن ماڻهن سان جوڳون وَهيلَ آهن.

2- بس يارَ جهڙو حال آهي، يارن سان پيا جوڳون ڏيُون.

**جوڳُون** هَرن جا ڦيرا، گهُمرا.

**جوڙ** ڳنڍ.

جُتين، بوٽن جا جوڙ، ڪپڙن جا جوڙَ،

ٽنگن، ٻانهُن، بلڪ پوري بدن جا جوڙ.

اَجا ٻه ائين ڪٿي چئجي ته هي سڄو انساني پيڃرو جوڙن ۽ ڳنڍين سان جڙيل آهي.

**جوڙِ** ٽولا، جماعتون، گروپ.

**جوڙ** واڌو.

ابتدائي تعليم ۾ حسابي 'رياضي' علم ۾ اول جوڙ، ڪٽ، ضرب ۽ ونڊ سيکاريي آهي.

1- اڄ پاڻ جوڙَ جا حساب سکنداسين.

2- يارَ! افسوس آهي اهي جوڙَ جا سَولا حساب ٻه توکي نٿا اچن.

3- پيارا! مهرباني ڪري مون کي جوڙ جا حساب سيکار.

**جوڙَ** نظام.

رب پاڪ جو نظام ۽ جوڙجَڪ، جنهن ۾ سج، چنڊ، تارا، آسمان، زمين، انسان، ڪائنات، درياه، سمنڊ، نديون، جبل، پهاڙ، رڻ پَٽ، جانور، گاهَ، ٻيلا، جهنگل وغيره. مطلب تہ اها سڄي سموري سربستي سندس تخليق آهي. جنهن کي اسان جوڙَ چئون ٿا.

1- جوڙي جوڙَ جهان جِي، جڏهن جوڙيائين. (شاهہ)

2- آخر ڇا ڇاٽي، جوڙيئہ جوڙَ جهانَ جِي! (شيخ اياز)

**جوڙَ** رونق.

1- ڪيچان آيو قافلو، جنگ سُهاريءَ جوڙ (شاهہ)

2- موتي ماڻڊاڻ جي، جُڙي ڪيائين جوڙ (شاهہ)

**جوڙَ** ميڙاڪو، ڪچهري.

1- اَڄ نہ اوطاقن ۾ سنڌي جوڳين جوڙَ. (شاهہ)

2- جِياسين جوڙَ تِي، جوڳيءَ لاٿو جارُ. (شاهہ)

**جَوابُ** موٽ، وَرندي.

1- خط ياءَ ڏانهن لکيو اٿم، پر اڃان جوابُ نہ آيو آهي.

2- ٺيڪ آهي تو هُن کي جوابُ ڏنو، موٽ ۾ توکي ڇا چيائين؟

3- مون بہ خط تون ڏي لکيا آهن، پر هڪڙي جو بہ جواب نہ آيو آهي.

**جوابُ** انڪار.

1- تحقيق جِي تڪبيرَ چَئي، جسمانُ ڪَيئون جوابُ. (شاهہ)

2- ڏين جُنبڻ ڪان جوابُ، تہ بہ سِرُ سِريو پُڄي سڄڻين. (طالب المولي)

**جوابُ** مثال ناهي.

1- پيارا! واقعي ئي تون لاجوابُ آهين.

2- سڄڻ! تنهنجو ڪو جواب ئي ڪونهي.

**جوابُ** حسابُ ڪتابُ.

سندو ذات جوابُ، تون ڪيئن پُڇين تن ڪي. (شاهه)

**جِمالُ** نالو.

**جَمالُ** سُونهن يا حُسن يا سُهڻائپَ.

1- جانب جو جَمال، پسڻان ئي پري ٿيو. (شاهه)

2- جَهڪو ٿيو جو هَرُ، جانبَ جي جمال سين. (شاهه)

3- جَڏيءَ ريءَ جمالَ، اگهي ٿي آهون ڪري. (شاهه)

**جمالُ** شان وارو، وڻندڙ.

1- پاڻهين جَلُ جلالُه، پاڻهين جان جمالُ. (شاهه)

2- سپڪ پانيان سُهڻيءَ، جوڀَنَ جي جَمالَ. (شاهه)

3- مَري، جِيءُ، ته ماڻيئن، جانِبَ جو جمالُ. (شاهه)

**جامَ** پيالا يا ساغر.

1- جدائي جو جامُ، ڏنائون ڏکيءَ کي. (شاهه)

2- پيالو پُر ڪري، جوپُ پِيتائون جامُ. (شاهه)

3- آندي مون سا اوتِ، جيڪا تنهنجا جامَ ۾. (شيخ اياز)

گهڻي جي معنيٰ ۾:

4- ساوڻ جي مُڌ ماتي رات،
اُڀَ ۾ ڪيئي جَلندا جامَ. (شيخ اياز)

5- هن زهد ريائي ڪُجهه نه مِڄي،
اهو ڀٽو پَري، آهي ويتَر وِڄي،
ڏئي جامُ ڇڏينس تون هستِي پَڄي،
ڪر دير نه، آڻ، پيار پيالا! (طالب المولىٰ)

**جامَ** گهڻا يا زياده.

1- شڪر آهي جو محفل ۾ ماڻهو جامَ آيا آهن.

2- ميرپورخاص ۾ انب جام ٿيندا آهن، انهيءَ ڪري

جو اُتي انبن جا باغ جامَ آهن.

3- يارَ! ماڻهو تہ جامَ اڃڻا هئا، پر برسات پوڻ ڪري گهڻا اچي نہ سگهيا.

**جامَ**

هر شيءِ بند، چُرڻ ڦرڻ بند.

(1) اڄ ڦيٿا جام هڙتال آهي.

(2) بس يار هـمراهـ کي اهـڙي بيماري ٿـي آهي جو هٿ پير جام ٿي ويا اٿس. (فالج جي بيماريءَ ۾ هٿ پير جام ٿي ويندا آهن)

**جاڳو**

سجاڳ ٿيو يا هوشيار ٿيو.

1- هـن حـالـت ۾ بـہ اوهـان نـنـڊ جاڳو، تـہ پـوءِ ڪـڏهـن جاڳندو.

2- رات جو ننڊ جاڳو، تڏهن ٽا گدڙ گدرا کايو وڃن.

3- ننڊ جاڳو تہ وَجي ڏوڙ پايو، پوءِ دانهُون بہ نہ ڪيو.

1- جاڳو جاڙيـجا! سَمـا سُکِ مَ سـمـهـو. (شـاهـ)

2- پهريون پَهَرُ، جدائي جاڳ،

اُيِ ۾ چندرما جِي آڳ! (شيخ اياز)

**جاڳو**

لوڪ ادب جي صنف.

لـوڪ ادب ۾ شاعـري جي هـڪ صـنـف جاڳو بـہ آهـي، جنهن جي معنيٰ آهي، اُٿو، سجاڳ ٿيو، روزا رکو.

حقيـقت هـن ريـت آهـي تـہ جاڳا رمـضان شريف ۾ اَسـرَ مـهـل ڳايائـيـندا هـئا، ۽ اُهـي تـولن جي صـورت ۾ گڏجي شهرن جي گهـٽـين ۾ ڏاڍي مِني آواز سان ڳايا ويـندا هـئا. اهـڙن مِـنـن سُرن تـي مـاڻـهو سـجاڳ ٿـي روزا رکـندا هـئـا. جاڳن ۾ رمضان شريف جي فضيلتن، هدايتن، الله پاڪ جي حمد و ثنا جهڙا مضمون هوندا هئا. افسوس جو هاڻي اها رسم ختم ٿـي وئـي آهي. شايد اُهي بزرگ صورتون

ٻـ نـ رهيون آهن جيڪي جاڳائيندڙيون هيون.

**جاڙا**

ٻـ.

هڪ ئي وقت ماءُ جي پيٽ مان ٻن ٻارن جي ڄمڻ وارن کي جاڙا ٻارَ يا جاڙا ٻار چئبو آهي.

1- رحيم بخش ۽ ڪريم بخش ٻئي جاڙا ٻار آهن.

2- پيارا! مبارڪون هجنئي ٻَه جاڙا پُٽَ ڄاوا اَٿئي.

3- يار! مُون کي تہ ٻنهي جاڙن ٻارن جي خبر ڪانہ ٿي پوي تہ ڄاڻ ڪهڙو آهي ۽ خانڻ ڪهڙو آهي.

4- هِيءَ عورتَ هَميشہ جاڙا ٻارَ ڄڻيندي آهي.

**جاڙا**

ماڻهوءَ جو نالو.

**چوڻي:** جاڙا خان ڪُتي کي جهلجهانءِ.

**جاڙَ**

غفلت، سستي، ننڊولي.

1- جيڏيُون! جِڏي جاڙَ، سَڀِ ننگيُون ٿي نڪرو. (شاهہ)

2- سُتينءَ پير ڊِگها ڪَري، وَڏي جاڙَ ڪياءِ. (شاهہ)

3- جِيئن ايندِي مونِئين، ميندرا! وڏي جاڙَ ڪَياءِ. (شاهہ)

**جاڙَ**

زنجير، اجايو، جنهن مِ فائدو نہ ٿئي.

1- همـيرن هَڪون، جاڙ جُسي کي ٻاتيون. (شاهہ)

2- سي هنهين جاڙ جيئن، نلها ناپر سڪٽا (شاهہ)

3- جَتا! شال جِئو! جئو! تا جاڙُون ڪَريو. (شاهہ)

4- واڪو ڪنديَس، ووا! مون سين جبلُ تو جاڙُون ڪَري. (شاهہ)

**جاڙُون**

غفلتون يا گيسرائون.

1- ڪِينَ ساڱاهيَمَ سُپرينَ! جاڙُون ڪَيمُ جالَ. (شاهہ)

2- ڪين ساڱاهيمَ سُپرينَ! جاڙُون ڪَيمُ جت. (شاهہ)

3- ڪين ساڱاهِيمَ سُپرِينَ! جاڙُون ڪَيمُ جي. (شاهہ)

**جوءِ**

زال (سهڻي)

1- ڏوڏي ٻڇي ڏيـه جا، جَرَسرِ اُپِي جوءِ. (شاهہ)

2- ساهڙ ذاران سُهڻي، هِيَ تان جُنبي جوءِ. (شاهہ)

**جوءِ** عورت، زال (سهڻي)

1- تيلاهين تنگُون ڪَريين، جيلاهين تون جوءِ، (شاهہ)

2- ٻَلَرَ لڳو ٻاڻُ، پَسو! جوءِ جَرا تئي. (شاهہ)

3- هورَنِ هاڙهو لَنگهيو، ٿِيءُ جُريدي، جوءِ! (شاهہ)

4- مَرُ تہ موچارِي ٿيين، وبهِي جيءُ مَ جوءِ! (شاهہ)

**جوءِ** زال، استري، گهرواري (وِڳند ققير جي زال) وِڳند واٽيو شاهہ جو فقير هو.

1- محڪم لڳس موچڙا، ذرو نَہ ڏِنس جوءِ، (شاهہ)

**جوءِ** زال، عورت، استري (مارئي)

1- مِلڪَ ماروءَ جي آهيان، جورِ نہ ٿِيان جوءِ، (شاهہ)

**جَبَلِي** جبل جا رهندڙ ماڻهو.

1- اسان جَبلي ماڻهو شهرن ۾ نٿا گذاري سگهون.

2- واقعي ئي جَبلي ماڻهو بهادر ۽ مهمان نواز ٿين ٿا.

**جَبَلِي** نالو.

**جَلُ** سَڙُ يا ٻَچُ يا ٻَرُ.

1- جان جِيئَن تان جَلُ، ڪانهي جاءِ جَلَڻَ ري، (شاهہ)

2- جانبَ لِءِ مَ جَلُ، سُورُ وِسارَ مَ سَسُئِي! (شاهہ)

3- جَلَڻَ رِءَ مَ جَلُ، رُئَڻُ رِءَ مَتان رُئين. (شاهہ)

**جَلُ** پاڻي.

1- اَندرِ جَر جَلُ زور وَهي، ٻاهرِ ميگهہ ملهارَ، (دلپَت)

2- جَل مہ جَلُ نَرنگُ، لَہ ڏِنو جَنهن لَڪَ سان. (سامي)

3- جِئَن جَلُ اَٿاہَ جِي، سامِي! بيگ نَدي (سامي)

# ڄ

**ڄارو** کوريئڙي جو گھرُ.

ڪوريئڙي جو گھر سڄو ڄاري جو ٺهيل هوندو آهي. هُو ايڏو تہ پنهنجي گهر 'ڄاري' ٺاهڻ ۾ هوشيار آهي، جو جيڪڏهن پنهنجي رهڻ جي جاءِ ڪي ماڻهو صاف نہ ڪندو تہ سڄو گھر ڄارو ٿي ويندو. تنهن ڪري سگهڙ زالون خاص ڪري گهر ۾ ڄارو بالڪل پسند نہ ڪنديون آهن. هونءَ بہ چوندا آهن تہ ڄارو نيڀاڳَ جي نشاني يا علامت آهي.

ميوَنِ ۾ انبن ۾ بہ ڄارو هوندو آهي. ڄاري وارا انب اڪثري ناپسند ڪيا ويندا آهن.

**ڄارو** ڄارُ يا ڄارِي.

1- عشق ايئن ڪَري، جيئن ڄارو ڄَام ڪلهي تي. (شاهہ)

2- ڄامَ هٿ ۾ ڄارُ، ڄِلي ڄُڀيرِي وِڄَ ۾. (شاهہ)

**ڄارو** ريشو.

انبن ۾ ڏاڍو ڄارو آهي.

**ڄَمي** مضبوط ٿئي يا مشهور ٿئي يا پَڪو ٿئي.

1- جيستائين دڪان ڄَمي، تيستائين محنت ڪرڻي پوندي.

2- جيستائين فرش ڄَمي، تيستائين مٿان نہ هلجو، مٿان خراب ٿي وڃي.

3- ڏونئرو ڄَمي، تہ پوءِ موڙ لاءِ مانيءَ لاءِ رکجو.

**ڄَمي** پيدا ٿئي.

1- الله ڪري تہ توکي پُٽُ ڄَمي.

2- يار! ڏيءُ ڇمي يا پُٽ، دعا ڪيو تہ اولاد وارو ٿيان.
3- نياڳا! توجهڙي پُٽَ کان جيڪڏهن ڏيءُ ڇمي ها تہ سُٺو هو.
چوڻي: نہ ڇمي ها مارئي، نہ مارُو پون ها مامري.
چوڻي: نَہ ڇمي ها سسئي، نہ ڏِسي ها سُورَ.

ڇَمُون — ميوات جو قسم.

ڇِمون — مٺائي جو قسم. اردو وارا ڇَمون کي گلاب جامن چون.

ڇمون — رنگ جو قسم.
1- رمضان هروپرو ايڏو ڪارو ڪونهي، پر ڇمون رنگ اٿس.
2- ڇمون رنگ واري ماڻهو جي مُنهن ۾ نمڪ هوندو آهي. (وڻندڙ چهرو)

ڇَمُون — پيدا ٿيڻ.
1- بس يار! نہ ڇَمُون ها، نہ آزارِئي ڏسون ها.
چوڻي: نہ ڇَمي ها مارِئي، نہ مارو پون ها مامري.

ڇَمُ — ياڙُ.
چوپائي مال جو ياڙُ. جيڪو ٻَنين ۾ وڃبو آهي. ٺٽي ضلعي جا ماڻهو ياڙَ کي ڇَمُ بہ چوندا آهن.
1- اَبا! مال جو گهڻو ڇَمُ ٿي ويو آهي، اهو ڪٽي وڃي ٻنيءَ ۾ وجهو.
2- يار! اسان وٽ ڇَمُ ڪونهي، هڪ بہ گاڏي ڇَمَ جي ڏيو تہ وڃي زمين ۾ وِجهون.

ڇَمُ — جنم يا پيدائش.
1- تون ڪلهوڪو ٻار آهين، آءٌ ٺ تنهنجو ڇَمُ بہ سَنبران.
2- منهنجو ڇَمُ 1933ع ۾ ٿيو آهي.

3- آئون هتي ڪونہ ڄائو هئس، ليڪن منهنجو ڄَمُ عربستان ۾ ٿيو هو.
گهڻن ماڻهن کي تہ پنهنجو ڄَمُ بہ ياد نہ هوندو آهي، تہ آئون ڪهڙي سال ۾ ڄائو هوس.
چوڻي: ماڻهو جنهن جي ڄَمَ کان واقف، تنهن جا ڏند ڳڻا ڏسجن.

**چاڻُ** اطلاع يا خَبَرَ.
ڳوٺن ۾ ڪو ماڻهو وفات ڪري ويندو آهي تہ آس پاس ۾ اطلاع لاءِ ماڻهو موڪلبو آهي تہ جيئن کين خبر پوي. اهڙي اطلاع ۽ خبر کي چاڻُ چئبو آهي.
1- اَبا! ڳوٺن ۾ چاڻ ڪيو اَٿو؟
2- صفر! تون جيپ ۾ چڙهہ، سيني آس پاس وارن کي چاڻُ ڪري اَچ.
3- توهان مرحوم جو چاڻُ بہ ڪونہ ڪرايو، نہ تہ بروقت پهُچي وڃون ها.
1- ڄُلُ وڃائي چاڻُ، عاشق اَجل سامهون. (شاهہ)
2- تنين سندو چاڻُ، آهي آڳڙيُن کي. (شاهہ)

**چاڻُ** جلدي يا سگهو يا ترتُ يا اِجهو.
1- اَبا ڪيڏانهن بہ نہ وَڃ، چاڻُ مهمان آيا.
2- دير نہ ڪيو، اوطاق صاف ڪيو چاڻ ٿا دوست اَچن.
3- احمد جي شادِي بہ چاڻُ ٿيڻ واري آهي.
ڪَڏهن ڪَنهِين نہ ڪيو، ڄُلَڻُ منجهان چاڻُ. (شاهہ)

**چاڻُ** پيغام يا نياپو.
سنڌ جي اولهہ ۽ ڏکڻ وارن علائقن ۾ نياپي کي پاراپو بہ چوندا آهن.
1- احمد کي چاڻُ ڏجانءِ تہ اَن جون ٻوريون کڻائي وڃي.

2- ٻس منهنجو اوهان کي اهو چاڻ 'پيغام' آهي تہ سچ ڳالهايو، محبت سان هلو.

1- پاڻ نہ آهي چاڻُ، ماندي ءَ مَنڊ پڪيڙيو. (شاهہ)

**چامُ** ناليو. ماڻهوءَ جو نالو چامُ خان.

**چامُ** شهزادو يا بادشاهہ.

جيئن: چامُ مَنا خان، چامُ ڪانيُو خان، چامُ نظام الدين سمون، چامُ تماچي وغيره.

اصل ۾ سَما بادشاه سڀ چامَ خطاب سان سڏيا ۽ سڃاتا ويندا هئا.

**چامُ** حضور پاڪ حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جن لاءِ ڪتب آيل لفظ.

1- مِيرَ مديني جا ڏٺي، تون چامن سندو چَامُ. (شاهہ)

2- پرواهَ نہ ڪِندس ڪا ڪنهن جي، ٻَس طالب مولا جو آهِيان، مان پنهنجو اڳي ۽ پوءِ محمد ﷺ چامُ، سَهارو سَمجهان ٿو.

ڏنو وڃي تہ چَامَ لفظ ۾ ايڏي تہ ڪا قدرتي طرح مٺيا رکيل آهي جو جيڪي بہ تاريخي لحاظ سان چامَ ٿيا آهن، سي وڏا سخي، بهادر ۽ انسانيت جا حامي رهيا آهن.

**چامُ** زيتونُ.

ٺٽي ضلعي، ڪراچي ملير جا ماڻهو زيتون کي چامُ چوندا آهن.

**چارِيُون** وڻ جو قسم.

چاريُون جبل، ٿَر ۽ ڪلراٺي زمين ۾ ٿيندِيون آهن. انهن چارِيُن ۾ هڪ قسم جو ميوو بہ ٿيندو آهي، جنهن کي پيرُون چئبو آهي.

**چارِيون** مڇيءَ ڦاسائڻ جون چاريُون.
ميربحر، مهاڻا، ملاح انهن چارين ۾ مَڇِيُون ماري پنهنجو گذران ڪندا آهن.

**چارِيُون** سيمينٽ يا لوه يا ڪاٺ جو اڏيل چارُ.
اِهي چارِيون گهرن، اوطاقن ۽ بنگلن ۾ سونهن ۽ نزاڪت لاءِ به هڻايون وينديون آهن ۽ تحفظ لاءِ به تمام بهتر ڪم ڏين ٿيون.

# جهہ

**جَهپَ** جهٽَ يا ڦُرڙُ يا ڪَسڙُ.

1- بابا! جَهپَ نہ هڻو، سيني کي منائي ملندي.

2- چورَنِ اهڙا جَهپَ هنيا آهن، جو ڪپڙا خراب ٿي پيا آهن.

3- جيڪو جنهن کي جهپ ۾ آيو، سو ڪٽي ويو.

**جَهپَ** ننڊ، جُهوتو.

1- ڪامِلَ! ڪپاهُنِ ۾، جَهپَ نہ اچي جهات. (شاهہ)

2- سيجَ سُتِي نُون جَهپَ نہ آوي، نيٽينُ ننڊَ حرامُ. عشق تمام بره تمام. (شاهہ)

3- جيهرَ لوڪُ جَهپَ ڪري، اوهيَرَ اُڏامن، (شاهہ)

4- جيهرَ لوڪُ جَهپَ ڪري، ذرو جاڳ نہ هوءِ، (شاهہ)

1- پٽ! تون ٿورو دڪان تي ويهہُ، تہ آئون ڪجهہ جَهپَ ڪري وٺان.

2- سڄي رات جو اوجاڳو اٿم، ڇڏيو تہ گهڙي ڪنُ جَهپَ ڪري وٺان.

3- همراهَ ٿڪلَ آهي، ڇڏيون، تہ ڪجهہ وقت جَهپَ ڪري وٺن.

**جِهرڪَ** ذات.

ذات جا جهرڪَ ٺٽي ضلعي ۾ آهن.

**جِهرڪَ** هڪ شهر جو نالو جِهرڪَ. هي شهر ٺٽي ضلعي ۾ آهي. جتي محمد علي جناح ڄائو هو.

**جَهرڪَ** جهرڪيءَ جو مذڪر.

جِهرڪَ جو واحد آهي جِهرڪُ.

1- جيڪر هُجان جهرڪ، وهان پرينءَ جي ڇڄَ تي.

**جهوڪَ** آستانو.

1- جهڇان پَسي جهوڪَ، آيل سنگهارن جا. (شاهه)

2- منڌيون مَٽَ ڳُڙن، جهوڪَ ۾ سُونهن پهيڙا.

**جهوڪَ** اُنن جي ويهڻ جي جاءِ.

1- مٿي جهوڪَ جُهري، پونديس پاريچن جي. (شاهه)

2- مزمانن مَهري، آٽي جهوڪيا جهوڪَ ۾. (شاهه)

3- سچڻ سانوڻ مينهن جِئَن، جُهٽڪن پاسي جهوڪَ. (شاهه)

**جهوڪَ** شهر جو نالو (جهوڪَ)

سنڌ جي برگُزيده بزرگ، شهيد حضرت شاه عنايت صوفيءَ جو شَهرُ جتي سندن مزار مبارڪ تي خوبصورت گُنبذ (قُبو) نهيل آهي.

**جهوڪَ** ڇڪ ڏيڻ.

جهوڪ نه ڏي، ڪري پوندس.

**جَهلَ** ڪنارو يا ٻِر.

1- مون اُپي تَرَ جَهلَ، پرين پڳهَ ڇوڙيا. (شاهه)

**جَهلَ** تڪَ ۾ تڪا.

1- قطارئا ڪاله ويا، توڏا توهين جَهلَ. (شاهه)

**جَهلَ** منعَ، روڪَ.

1- نَڪا جَهل نه پَل، سَيڪو پَسي پرينءَ ڪي. (شاهه)

2- نَڪا جهلَ نه بَلَ، جي آئياسي اَگهيا. (شاهه)

3- نَڪا جَهلَ نه پَل، نَڪو رائُرُ ڏيهَ ۾. (شاهه)

4- ڪڏهن اُترَ سامُهان، ڪڏِهن دونهن جَهلَ،
ڪاله ڪندا ويا ڪاپڙي . (شاهه)

**جَهلَ** بچاءُ.

1- جُهريَلَ مُنهجِي جُهوپڙي، بِنا جَهلي جَهلَ. (سچل)

**جهورِي** ٻُڌتي.
1- ڏيـنـدا مـون ڏيـرَ وِيـا، جِهَجهڻ ۾ جهـوري، (شـاهـ)
2- جهورِي جهَجُهڻ جهانءِ، مون جَنين جي نہ لَهي، (شاهہ)
3- كـر جهـورِي كيـٺـان، كـالُوٽـا اَڄُ گهـٽِي، (شـاهـ)
چوڻي: مِنهُن مكَڻَ جو، جهورِي جَهڻ جِي.

**جهورِي** سُستي يا ڍرائي يا گيسَرِ.
1- چَڏ جهورِي، ڏي جهاتَ، تہ هـوندِينءَ راتِ هُت مڙون. (شاهہ)

**جُهرِي** دِهي يا كِري.
1- مَتي جهوكَ جُهرِي، پَوندَيس پاريـچنِ جي. (شاهہ)
2- جهونا ڳَڙه جُهرِي، پُوندي جهانءِ جهروكَ ۾، (شاهہ)
3- جُهرِي جِهجِندِي ڏئي، سَنيها كي سَجَڻين، (شاهہ)
4- اوهيري كَئيي اوكَ، تُنهنجو جيءُ جُهرِي پيو. (شيخ اياز)

**جُهرِي** پَڪِي يا ٿُتي.
1- يار! ٻانهَن جُهري پَئي آهي، تنهن كري لِكي بہ نٿو سگهان.
2- بَس يار! پياءُ جي وفات كري، هاڻي دل جُهرِي پيئي آهي.

# چ

چارو — مال جو ڪاڏو يا گاھہ.

چارو — گس يا رستو يا واٽ.

1- اَبا! اھو چارو وٺيو وڃ، سڌو وڃي زمين تي پُھچندين.

2- يارَ! ڪو چارو ڏسِ، منھنجو دماغ ڪم نٿو ڪري.

چوٽي: چارو ناہِ ڪو، بديون بيشمار. (شاھہ)

چارو — واھ يا وسيلو.

1- اوھان کان سواءِ منھنجو ڪوبہ چارو ڪونھي.

2- اللہ سائين کان سواءِ ٻيو ڪوبہ چارو ناھي.

اُتي وَڃي اڙيُون، جتي چوٽي نہ چارو. (شاھہ)

چادَرَ — گُلن جي چادرَ.

چادر — پوتي يا گندي يا رَلو يا چُني.

1- ڇَڏِ چادَرَ، ٻَڌُ چَمڙا، جُتي تو نہ جڳاءِ. (شاھہ)

چادَرِ — بسَتري مٿان وڇائڻ وارو ڪپڙو.

چادِرُ — لوھہ جو پٽڙو.

چاقُ — تندرسَتُ يا صحتمند يا چڱو ڀَلو يا نئوبنو.

1- ادا! ڏي خبر ڳوٺ وارا سڀ چاق ٺيڪ ٺاڪُ ھئا.

2- بس يار! ھينئر مھينو کنِ ٿيو آھي جو چَاق ٿيو آھيان.

3- پيارا! جڏھن بہ چاق ٿيس، تہ پھريائين تنھنجي حاضري ڀريندس.

چاڪُ — زخَمُ يا ڦَٽُ يا ورِ.

1- اڄ پڻ چڪيم چاڪَ، وَھين ويڙھيچن جا. (شاھہ)

2- توڙي چَڪَنِ چاڪَ، تہ بہ آہَ نہ سَلين عامَ سان. (شاھہ)

3- ڇِڪيا چاڪَ ڇيھُون ڪري، ڪڙُيون مُور نہ ڪن. (شاھ)
4- مُنھن ۾ معشوقن جا چاڪَ چِٽڪا ڇَڪُ. (شاھ)

**چاڪُ** قيٽو.
بيل گاڏي جو چاڪُ، ريل گڏايءَ جو چاڪُ، بسَ، موٽرڪار، سائيڪل، گڏھ گاڏيءَ جو چاڪُ.

**چِتايو** آگاھ ڪيو يا اطلاع ڪيو يا ڄاڻايو.
1- توھان اسان کي چتايو بہ ڪونہ، نہ تہ گڏجي ڪراچي ھلون ھا.
2- صاحب! اھو چتايو ڪونھي، تہ سياڻي ايندس يا نہ ايندس.
3- مون توکي اڳ ۾ئي چتايو ھو تہ تُنھنجي بدلي ٿيڻ واري آھي.

**چِتايو** غور سان ڏٺو.
1- ھمراہ تون مونڏي چتايو ڇو ٿو نھارين.
2- سوير ڪان وٺي اھو ماڻھو مون ڏي چِتايو پيو ڏِسي.

**چِتائي** آگاھ ڪري يا اطلاع ڪري.
1- آئون مامي جن کي دعوت لاءِ چِتائي آيو آھيان.
2- يار! تون اسان کي چتائي ڪونہ وئين، نہ تہ ڪو ڪڙو ڪم ھئو سو ڪيو اَچين ھا.
3- احمد تون وڃ مامي وارن کي چتائي اچ تہ توھان جا صبحاڻي مھمان پيا اَچن.
4- ماڻھو ڪنھن بہ مائٽ مِٽَ جي گھر وڃي، تہ اول در وٽ چتائي پوءِ وڃي.
پَڪو ڪٽج پاڻ سِين، چگو چتائي.

**چِتائي** غور سان ڏسڻ يا چِگي طرح.
1- اي ڪميٽا! نياڻين ڏانھن چتائي ڇو ٿو نھارين؟

2- اڄ مون کي تون چتائي چوتو ڏسين؟
3- سامان جيڪو ٻه آئون شهر مان وٺندو آهيان ته چڱي طرح چتائي وٺندو آهيان.
4- يار! مون ۾ڇا ڏٺو اٿئي، جو چتائي پيو نهارين.

چِٽَ
داغَ يا نشان.
1- يار! بدن تي گرمي ڪري چِٽَ تي پيا آهن.
2- مُنهن تي چِٽَ ماتا جي بيماري ڪري تيا اٿس.
3- ويچارو ٻچي ته ويو، پر باه سڄي بدن تي چِٽ ڪري ڇڏيا اٿس.

چِٽَ
سينگار جي ٻڙائين.
چولي تي چِٽ، پتين ۽ جاين تي چِٽَ.
اڳئين وقت ۾ جاين، بنگلن، مقبرن تي چِٽَ جو ڪم جنهن کي چِتسالي چوندا هئا، سو ڏاڍو خوبصورتي سان ٺهيل هوندو هو.
پاٽيءَ چِٽَ پُسائيا، داءِ نه جَهلي ڏَمال. (شاهه)

چِٽَ
گرميءَ جي موسم جو پويون حصو.
چِٽ جي موسم ۾ ٻاجهري ۽ جوئر پچندي آهي ۽ سَرَ سُرندا آهن.

چِٽِي
چڱيءَ طرح يا پوريءَ طرح.
1- مون کي 1942ع ۾ ڪشمور جو جڏهن بند ٽٽي ته اُها ٻوڏ چِٽي طرح ياد آهي.
2- مون کي پنهنجون يادون چِٽي نموني ياد آهن.
3- آئون هوس ته ننڍو، پر بابا سائين مرحوم مون کي چِٽي طرح ياد آهي.

چِٽِي
بيماري جو قسم.
جنهن ماڻهو جو سڄو بدن چِٽيءَ جي داغن سان ڀريل

هوندو آهي يا سڄو بدن سفيد (اَڇو) ٿي ويندو آهي.
چِٽي انسان کي گهڻو ڪري غلط ڪاڏي ڪاڻ ڪري ٿيندي آهي.

**چِٽي** مصوري ڪئي.
1- هيءَ تصوير مون چِٽي آهي.
2- يار! هن مصور هيءَ ڳئون واهه جو چِٽي آهي.

**چِٽي** کُلي.
1- بابا! ڪوبه ڊپ نه ڪر، ڳالهه کولي چِٽي ڪري ٻڌاءِ.
2- ڳالهه ته چِٽي پَئي آهي، چئو ته دوستن اڳيان کٽي چِٽي ڪيون.

**چَٽي** زبان سان صاف ڪئي.
1- اَبا! هيءَ ديڳڙي ڪنهن چِٽي آهي؟
2- تي سڳهي تو ته اها ٿالهي کُتي چَٽي هجي.
3- ٿالهي اهڙي چَٽي اٿس جو هاڻي صاف ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي.
1- چانگي چِٽي چَٽَ، ته پوءِ نه رهندو پِئَدَرِي. (شاهه)

**چَٽِي** ڏنڊُ، سزا.
1- اوهان تي چَٽي اها آهي ته برادر کان معافي وٺو.
2- مون تي اڄ يا سڀاڻي ڪوبه حرف آيو، ته آئون چَٽي ڀري ڏيڻ لاءِ حاضر آهيان.
3- چوري جنهن ڪئي آهي اُن تي چَٽي وجهو، مون مسڪين ڪهڙو گناهه ڪيو آهي.
4- پُٽ! هاڻي ته خدا جي واسطي انسان ٿي. هيءَ تنهنجي چوٿين چَٽي ڀرِي اَٿم.
**چوڻي:** چَٽي پَئي چاڪَرتي، ڀَر وتايا تون.

**چَٽِي** بي ڪمو.

1- وري اهو پريان ڇٽي کھڙو پيو اچي.
2- هن ڇٽيءَ کي ٻه پاڻ سان گڏ وٺيو وڃ.

**چَپُٽي** آڱرين مان نڪرندڙ آواز.
انهن چَپُٽين وڄائڻ سان ڪُتو ءِ ڪڪڙ هليوا يندو آهي.

**چَپُٽي** ذرو يا ٽورڙو يا ٽوري يا ذري.
1- ڏيءَ! اٽي ۾ اچا لوڻ چپٽي وجهه.
2- اما! ڇانهه ڦِڪي آهي، ڪنڌُ چَپٽي ڪنيو اچُ.
3- پُٽ! ٻاهر فقير در تي بيٺو آهي، اٽي چَپُٽي خيرات جي ڏئي اچنس.
4- نانا! چَپُٽي ناسَ جي ته ڏجانءِ، مٽي ۾ سور ٿي پيو اٿم.

**چَپُٽي** هُشِي.
1- ڪنهن جي ته چَپُٽيءَ تي تون ھي ڪمَ ڪرين پيو.
2- يارَ! توکي ٻه حيف هجي، جو وڏيري جي چَپُٽيءَ تي پيو نچين.

**چَپُٽي** چَنبڙي پوڻ، خام خواه ڳچيءَ ۾ پوڻ.
1- يارَ! مون کي ته هن مان جان آزاد ڪراءِ، خام خَواه چَپُٽي پيو آهي،
2- ورهين کان پوءِ محبوب دوست ملي ويو، ڏسڻ سان ڪيس ياڪر پائي چَپُٽي ويس.
3- ڳالهه ته ڪابه ڪانه هُئي، خام خواه، هوتل مون کي چَپُٽي ويو.

**چَپُٽي** عورت سان جنسي تعلق رکندڙ عورت.

**چِچڙ** هڪ جيت جو قسم.
هي هڪ اهڙو جيتُ آهي، جيڪو چوپائي مال يا ٻين جانورن کي چَنبڙي سندن رَتُ پيئندو آهي. ياڳيا ماڻهو

وڏي جدوجهد ۾ ڪوشش سان اُهي جيت (چَچَڙَ) منجهائڻ ڪندا آهن.
ڇُهتي آهي چيڙ (چچڙ) ڪارائيءَ جي ڪن ۾. (شاهه)

**چچڙ**
چنبڙي ويندڙ ماڻهو يا جُنبي ويندڙ ماڻهو.
1- جيستائين صاحب جي پويان چچڙ ٿي نه لڳنديں، تيستائين ڪم ڪونه ٿيندءِ.
2- ڪم ٿيو ته واهُ واهُ، نه ته پاڻ چچڙ ٿي ڪونه لڳنداسين.
3- ڪلارڪ اهو ڏسين ڪوجهڙو ٿو، پر ڪم جو چِچڙُ اٿئي.
چوٽي: تون ته صفا چِچڙُ آهين.

**چِچڙُ**
ڪَنجوسُ.
1- اهو چچڙُ اٿئي، حرام جو سنگت ۾ ٽَڪو خرچ ڪري.
2- صبح سان چچڙ جو مُنهن ڏٺو اٿئون، الله خير ڪري!
3- اهو چچڙُ ماڻهو آهي، اِن کي ڇڏي ڏيو.

**چارِي**
پيري.
1- ڏٺءِ نه ڏيرن جا، چوڏارِي چارِي، (شاهه)

**چاري**
جاسوس.
1- چارِي چوگانَن ۾، واهيت ڪَنِ وزِيرَ. (شاهه)

**چاري**
ڪارائِي.
1- ياءُ! سڄي مينهن مون چاري آهي، تڏهن وڃي ڏسڻ جهڙي ٿي آهي.
2- سيٺ! پنج مهينا يَڪا تنهنجي ڍڳي چارِي اٿم، هاڻي اُن جي چاراڻي ته ڏيو!

**چُڪَ**
غلطي.
1- سائين! هن ڀيري معاف ڪيو، آئينده اهڙي چُڪَ

ڪانه ٿيندي.
2- تنهنجي هڪڙي چُڪَ ڪري، وري ٻئي ڏينهن پوئتي پئجي وياسين.
3- بابا! پاڻ آزاد آهيون، چُڪَ به تُو ڪئي آهي ۽ لوڙ به تون.

چُڪَ
چيلهه ۾ سُور پَوڻُ.
1- بس يار! اوچتو چيلهه ۾ چُڪَ پئجي وئي آهي.
2- ان جي ڀريل ڳوڻ کنيم، تڏهن يار چيلهه ۾ چُڪَ پئي آهي.
3- چيلهه جي ٻئي دفعا مالش ڪراءِ، ته چُڪ ختم ٿي ويندءِ.

چَڪُ
ڪوهَ جو چَڪُ.
هي چَڪُ ڪاٺ جو ٺهيل هوندو آهي جيڪو ڪوهَ يا کُهي جي تَري ۾ رکي پوءِ مَٿس سِرُن جي اوسارِي ڪَبي آهي. چَڪَ جي بناوت گول ۽ جيتري کوه جي ماپ هوندي آهي، اوترو ئي چَڪَ جي سائيز هوندي آهي.

چَڪُ
کُنيرِ جو چَڪُ.
هن چَڪَ تي ڪنيار يا ڪنيَرُ مِٽي رکي پنهنجي مرضي مطابق ٿانوَ ٺاهيندو آهي. معلوم هجي ته چَڪَ کان سواءِ ڪنيار ڪوبه ٿانءُ ٺاهي نٿو سگهي.
پاڻ ڪنيرِ آوِي ٻٽيو، چَڪُ مِٽي، گهَٽُ، مَٽ. (سامي)

چَڪُ
ديهه.
سنڌ ۽ پنجاب ۾ ديهن جا نالا آهن. مثال: چَڪُ 5، چَڪُ 6، چڪ چار. اهڙي طرح انهن چَڪَنَ ۾ ماڻهن جا ڳوٺ ٻَڌل هوندا آهن. ۽ هرهڪ چَڪُ پنهنجي نالي سان ڄاتو سڃاتو ويندو آهي.

**چَڪُ** چِڙٻَ ڏيڻ. چَڪُ جو جمع چَڪَ.
1- صاحب کي اڄ الائي ڇا ٿيو آهي، صبح کان وٺي رڳو چَڪَ پيو هڻي.

**چَڪُ** ڪائڻ.
1- اَبا! تون مهمان سان گڏ وڃُ، متان کو ڪتو نہ چَڪُ هڻيس.
2- يارمحمد کي ڇِتي ڪتي چَڪُ هنيو آهي، سو اسپتال کڻائي ويا اَٿس.
3- اَبا! خيال سان وڃجانءِ، متان کو ڪُتو چَڪُ هَڻِي.
4- زور سان چَڪُ نہ هَڻ، متان ڏند نہ پيهي پَونئي.
جمع ۾- 'ڪُتا قريَبن جا، هَنُ نہ چوريءَ چَڪَ'.

**چَڪَرَ** گهُمَڻَ ڦرڻَ.
1- يارَ! اسان ڪوئيتا وڃون پيا، تون بہ چَڪَر تي هلين تہ صلاحَ اَٿِي.
2- رڳو گهر ۾ ڪڪڙ ٿيو ويٺو آهين، ٻاهر نڪرُ چَڪَرَ بہ ڏيندو ڪَر.
3- بس ماما! سرحد گهمي آياسين، ڏاڍا چَڪَرَ هڻِي، هوا بدلائي، نوان سنوان ٿي آيا آهيون.

**چَڪَرَ** ڪنهن جي ڦند ۾ ڦاسڻ يا دوکي ۾ اَچڻ.
1- خيال ڪجانءِ، انهن ماڻهن جي چَڪَرَ ۾ نہ اچجانءِ.
2- منهنجو چَوڻ ڪونہ مَڃِئي، آخر ٺڳن جي چَڪَرَ ۾ اچي وئين.
3- الله جي فضل سان، اڃان تائين تہ ڪنهن جي چَڪَرَ ۾ نہ آيو آهيان.

**چَڪَرَ** ڦيرا يا گهِمرا يا پيرا.
1- نوڪري لاءِ ڏاڍا، چَڪَرَ هنيان اٿم، پر نوڪري نٿي

ملي.
2- مان تہ تو وٽ ڪيئي چَڪَرَ ڏنا آهن، هاڻي تون بہ مون وٽان ٿي وڃُ.
3- مون تہ ڏاڍا تو وٽان چڪر هنيا آهن، پَر تون ملين نٿو.

**چَڪَرَ** نارَ جا چَڪَرَ.
نار جا چَڪَرَ جيڪي ڪاٺ جا ٺهيل هوندا آهن ۽ اُنهن کي چَڪَرِيُون بہ چئبو آهي معلوم هُجي تہ نارَجو سڄو سِستم انهن چَڪَرن ۽ چڪريُن ۾ رڪيل هوندو آهي.

**چَڪِي** جند يا جانداڻ.
جنهن جاءِ تان، اَنُ پيهائبو آهي ان کي چَڪِي چئبو آهي.
1- ابا! هيءَ ڪٽڪ تہ چَڪيءَ تان پيهائي اَچُ.
2- اَني پيهڻ جي وڏي ۾ وڏي چَڪي، حيدرآباد ۾ آهي.
3- ڪمائي نہ هئڻ ڪري، پنهنجي ڳوٺ جي چَڪي بند ڪري ڇڏيائون.

**چَڪِي** ٻوتو.
1- مون گذريل سال ۾ جي چَڪِي هنئين، ماشاءَ الله هاڻي وڻ ٿيندي پئي وڃي.
2- ڪَنهِن بہ گل جي ٻوٽي پوکڻ لاءِ، اول ان جي چَڪي هڻبي آهي.

**چَڪِي** ٽِڪي. جيڪا انساني زندگي ۾ هرروز استعمال ٿئي ٿي.
1- ابا! بازار وڃين پيو صابڻ جي چَڪي تہ وٺيو اچجانءِ.
2- هتي منهنجي صابڻ جي چَڪي رَکي هئي، سا ڪيڏانهن وئي؟
3- اڄ ڪَلهہ هر صابڻ جي چَڪِي، مَهانگِي ٿيندي پَئي وَڃي.

**چَڪِي** ڪاڏي.

1- اَبـا! ڪُتـي چَڪِي آهـيـان، وڃان ٿـي اسپـتـال دوا ڪرائڻ.

2- اسان جو هاري بلا چَڪِي ڪري وڌو. الله ڪيو تہ بچي ويو.

**چَمڙو** سخت، ڪَنجوس.

1- ابا! اهو همراه اهڙو پَڪو اٿئي جهڙو چَمڙو.

يار! چاچو اسان جو آهي، پر ڪنجوس اهڙو اٿو جهڙو ڪَرَ چَمڙو.

**چوٽي:** ماڻهو آهين چَمِڙو آهين.

**چَمڙو** ڪل يا چوڙو.

1- اَبا! شادي جي ڦندرن جو جيڪو بہ چَمڙو ٿئي سو شهر ۾ جلد وڪڻي اچجو.

2- جانورن جو چمڙو جيڪو بہ لهي، سو خيال ڪَري رکجو، متن ڪو چورائي نہ وَڃي.

**چَمڙو** هڪ قسم جو ساهوارو، جيڪو صرف رات جو اڏامي ۽ ڏينهن بنهہ ڪونہ ڏسي. سندس رهڻ جي جاءِ پراڻا گهر، پيٽيون، ڪامون ۽ پٽيون هونديون آهن، جنهن ۾ ابتا ٽنگيل نظر ايندا آهن.

**چَنڊُ** ماهتابُ.

1- اڄ رات چوڏهينءَ جي چندَ جي اَٿئي.

2- آئون اول خير چَنڊَ جي رات ارهان جو مهمان هوندس.

**چوٽي:** چَنڊَ جي چانڊوڪِي جيارِي، سِڄَ جي روشني ساڙي.

1- چوڏهين چَنڊَا! تون اُپرين، سَهسين ڪري سينگارَ. (شاهہ)

2- تون چَنڊَا! اُهوئِي، جوهُتِ پسين تو پرينءَ ڪي. (شاهہ)

3- ڄَندَ تنهنجي ذات، پاڙيان نہ پرينءَ سان. (شاهہ)

4- ڄَندَ سندي چانداڻ، آهي ٻتي راتڙيون. (طالب المولىٰ)

5- ڪتي ڇَهرو ڄَندَ جو، ڪتي جَبين جادو. (طالب المولىٰ)

6- آڌيءَ رات اُليرَ، ڏني ڄندَ چَڪورَ کي. (شيخ اياز)

7- مان ٻوندڙيءَ جي ڀِاڻ، سڙه سان ڄَندُ ڄُري پيو. (شيخ اياز)

ڄَندُ سهڻو يا خوبصورت.

1- الله کو توهان کي ڄَندَ جهڙو پُٽُ عطا ڪندو.

2- اَئي! ڌيءُ بہ ملوڪَ ڄَندَ جهڙي ڄائي اَٿس.

3- يارَ! مبارڪون هجنئي، الله تو کي ڄَندَ جهڙو پُٽڙو ڏنو آهي.

1- تون تارَن ۾، چوڏهين جو ڄَندُ. (طالب المولىٰ)

ڄَندُ ذات. ذات جو ڄندُ. جمع ۾ ذات جا ڄَندَ.

ڄَندَ ذات سنڌ ۾ مشهور آهي. ڳوٺ ڄتو ڄندُ ضلعو ٺٽو، ڳوٺ الهداد ڄَندُ، حيدرآباد.

چوٽَ نقصان يا ڇيهو.

1- هن سال واپارَ ۾ ڏاڍي چوٽَ کاڌي اٿم.

چوٽَ ڏڪ.

1- اسان جي بہ واري ۾ آيا، تہ چوٽ کان بچي نہ سگهندا.

2- اهڙي چوٽَ ڏيندا سون، جو پوين کي ڏسَ ڏيندا.

3- چنچل ڏيئي چوٽَ، سڀ سامارو سِرَ ڪيو. (شاهہ)

چوٽَ ڏڪ، حملو، ڪاهہ، ويڙهہ.

1- گهاوَ گهاوَ ۾ گونجَ اُنهيءَ جي، جنهن جي چوٽَ اَجَلُ. (شيخ اياز)

2- ڪير سَٽي ٿي اُن ۾ من جي، گهري گهري چوٽَ؟ (شيخ اياز)

جن جِن لئہ ڏنم، سي نہ ڪانڌي ٿيم، چوٽَ ڏاڍي لڳي،
پَر ڪيَمِ دَرِ گُذرُ. (اُستاد بخاري)

**چوٽَ** مَٿي، مٿانهون.

1- هرڻ تمام چوٽَ تي آهي، گوِلي ڪانہ لڳندسِ.
2- سيٺ دين محمد ملڪيت جي لحاظ کان پوري شهر ۾ چوٽ تي آهي.
3- ڏنڌي جي خيال کان پاڻ وارن مائٽن جو دڪان چوٽ تي پيو هلي.
1- چڙهي جبل چوٽ تي، سڏڙا ڪندي سانءِ، چوندي سانءِ، رهي وَڃ رات ڀنڀور ۾. (شاهہ)
2- چڙهي جبل چوٽ تي، ڏنم ڀيڄ ڀِني (شيخ اياز)

**چوٽَ** مٿيون آواز.

1- اڄ تو محفل ۾ ڏاڍو چوٽَ تي ڳايو آهي.

**چوٽَ** رانَ يا سَترَ (ڳوڏي ۽ چيلهہ جي وچ وارو حصو)

1- امان! ننڍڙي ڀاءُ کي ننڊ پئي اچي چوٽ تي ئي سمهاري ڇڏينسِ.
2- ادي! هي مون وارو ننڍڙو، جيستائين چوٽَ تي نہ سمهندو، تيستائين ننڊَ ڪانہ ايندَسِ.
3- ادي! هاڻي چوٽ نہ پٽ! الله توکي وري ٻيو پُٽڙو ڏيندو.

**چوٽَ** بازِي يا شَرط.

1- اَڄ گهٽي تو چوٽَ رکين، يا تنهنجو ڪُڪُڙُ کٽي يا منهنجو ڪُڪُڙ کٽي.
2- اڄ پنهنجي ڳوٺ ۾ ڏيڳي ڳاڏين جي چوٽَ ڏسڻ وٽان آهي.
3- بَس، بَس يارَ! مون چوٽ هارائي تو کٽي.

**چوٽَ** ڏکھا وارَ.

1- ڏکھا چوٽ، عورت جي سونهن هوندا آهن.

2- مائي ڏاڍي خوبصورت آهي، پر چوٽ ۾ چوٽَ ڪانہ ڪِئي وِئي آهي.

3- پُٽَ! چوٽَ وڏا ٿي ويا اٿئي، حجام ڪان وڃي سنوارتَ ڪرائي اچ.

**چوٽُون** نقصان يا ڇيھا.

1- بَس دوست! زندگيءَ ڏاڍيون چوٽُون ڏنيون آهن.

2- جيستائين چوٽون نہ ڪائيندين تيستائين پڪو پختو نہ ٿيندين.

3- پنهنجن ڪان سواءِ، ٻيو ڪير چوٽُون ڏئي نٿو سگهي.

**چوٽُون** مقابلا.

1- پنهنجن حقن خاطر چوٽون ڪائيندا رهنداسين، چوٽُون ڏيندا رهنداسين.

2- اسان اِهي چوٽون ڪايو وينا آهيون، اسان ڪي ڇاٽو ٻڌائين؟

3- دنيا جون چوٽُون ڪائِي ڪائِي، تہ ماڻهو مَڇي مُڙس ٿيندو آهي.

**چوٽِي** جبل جي چوٽي، مٿاهين جاءِ.

1- دنيا ۾ اهڙا بہ بهادر ۽ دلير انسان آهن جو ڪي- ٽُو جي چوٽيءَ تي بہ پهچو وڃن.

1- چڙهي تنهن چوٽِيءَ تي، تيو سهجي سماڏي. (سامي)

2- تنين جي چوٽي، پوربَ ٽيندِي ٻَڌِري (شاهہ)

**چوٽِي** ويڙهيل، ڏکھا وار.

1- اڪثر ڪري زالون ڪليل وارن ڪي ڦٽي سان ٺاهي

چوٽي ڻاهنديون آهن.

2- هندو مرد به وارن جي چوٽي ڻاهيندا آهن. اُها چوٽي عام وارن کان نمايان نظر ايندي آهي.

2- اَدي! واندي ته هونئي ويٺي آهين، منهنجي چوٽي ته ڻاهي ڇڏ.

3- پيڻ! ٿورو ترسو آئون چوٽي ڪري وٺان.

4- ادي! چوٽي کان سواءِ عورت نٽي ٿهي.

1- چوٽيءَ ۾ چيڙ پيو، پوين رتَ ڇيُون. (شاهه)

2- چوٽيءَ ۾ چيڙ پيو، مَرُ ميندن پئي. (شاهه)

3- چوٽي سين چانگن ڪي، جَڙ زنجيرن جيئن. (شاهه)

4- ساڳي چوٽي ساڳي ڇڳَ، ساڳي مڪڙي تي مايا. (شيخ اياز)

**چوري** ڪاٽ هڻڻ، مال ڪاهي وڃڻ يا لڪي شئي ڪڍڻ.

1- يارَ! مون تنهنجي چوري ته نه ڪئي آهي جو ڪاوڙجين ٿو.

**چورِي** لِڪَ يا ڳُجهه ۾.

1- هنن کان چوري چورِي، لڪي اچي ملجانءِ.

**چورِي** ڪولي يا ڪدي يا چيڙي.

1- تو پاڻ ڳالهه چورِي، آئون ته ماٺ ڪيو ويٺو هوس.

2- اها ڳالهه توهان ڪي هتي ڪرڻي ڪانه هئي، پر جي اوهان چوري ته مڙئي خير آهي.

3- شادِيءَ جي باري ۾، نڪا هُنن ڳالهه چوري، نڪا اسان ئي چورِي.

**چِيها** پکيءَ جو قسم، جنهن جو آواز ڏاڍو مِنو ٿئي ٿو.

چوٽي: يار! واهَ جو سُر اٿس جهڙو چيهو.

اڳوڻو مزو ناهي گلشن گُلن ۾. نه ٻولي ٻڌان ٿو چيهَن جي چمن ۾. (زمان شاه نئوي)

**ڇِيها** گاهه جو قسم، جنهن کي جانور خوشيءَ سان کائيندا آهن. گهڻو ڪري ٿَرَ ۾ هي گاهه جامَ ٿئي ٿو.

**ڇِيها** هڪ ذات جو نالو.

1- منهنجو تُور تَلن ۾، ڇِيها تو چاري. (شاهه)

**ڇُڪِي** ٽَڪَلَ يا ساڻي تيل.

1- ڇُڪِي توسِين چاءِ، پاسي پَر پيئي رڙهي، (شاهه)

2- ڇُڪِيءَ کي ڇَئي، ڪاجا ڳائي جيڏيون! (شاهه)

3- ڇُڪِي تي ڇَيومِ، سُواهَرُو سَڄڻين. (شاهه)

**ڇُڪِي** ڇيلهه ۾ سُورُ.

1- بَس بابا! عُمر وڏي آهي، تورئي ٿو ٿئي ته ڇيلهِ ۾ ڇُڪِي پئجو وَڃي.

**ڇُڪِي** سُرڪي، سُرڪَ.

1- ڇُڪِي تَنهن ڇِري ڪَئي، جو ڏِنس اُنَ ڏِهي، (شاهه)

**ڇُڪِي** ٿوري ٿوري.

**ڇُڪِي** ڏُڪَ.

**ڇُڪ** ڇيلهه جو سُورُ.

1- تَنِ ڪهڙِي ڇُڪَ ڇانگنِ؟ هوتُ حِماتي جِنِ جو. (شاهه)

**ڇُڪَ** غلطي، ڀُلَ.

1- سائين! اِها برابر مُنهنجي ڇُڪَ آهي، آئنده اِئين نه ٿيندو.

2- بَس يار! اها مُنهنجي ڇُڪَ ٿِي، جو توکي پنهنجي دل جو حالُ ٻُڌايُمِ.

**ڇَڱا** صحتمند، تندرست يا نؤبنا.

1- تَرسِي طَبيبن، ڇيني هوندَ ڇَڱا ڪئا. (شاهه)

2- ڪَمَندڙن گهَرِڪين، ڇوندڙ ڇَڱا نه ٿيا. (شاهه)

3- ڇَڱا ڀَلا سپرين، ڪ سُکِ وَسي ساٿيه. (شاهه)

**چڱا** گهڻا يا ڪافي.

1- چڱا چَنهِ! چئيج، سنيها ڪي سڄڻين. (شاهه)

2- شادي تمام سُٺي ٿي، ماڻهو چڱا آيل هُئا.

**چَڱائي** ڀَلائِي.

1- چڱائِي وري به چڱائِي آهي.

2- چڱائي ڪبي ته ماڻهو، چڱو چوندا.

3- ڪڏهن نه ڪڏهن ماڻهو کي پنهنجي چڱائِي ڪم اَچي ٿي.

**چَڱائِي** تندرستي يا صحتمندي.

1- يار! اجا بدن ۾ چَڱائي ڪانه آئي آهي.

2- ماڻهو ۾ چڱائي هوندي، ته هرشيءِ پئي وڻندي.

**چوري** شروع ڪري.

1- وِيجَ ورائي ٻانهَن، چوري چاڪ نهارئا، (شاهه)

2- چوري چَنگُ، ٻَنگُ لَهي، حبيبَنِ هَنيوس، (شاهه)

3- چوري رڪيُمِ چِتَ ۾، ڏِسين جي ڏاتارَ، (شاهه)

4- ميان! مهربانَ! چوري چَنگُ چِنج ڪِي، (شاهه)

**چوري** پڙڪائي.

1- زال چوري چوري، آخر مُڙس کي پاڻرن کان جدا ڪَيو.

2- وري ڪنهن چوري موڪليو اَٿئي!

3- يار! اَڄُ مُنهن ڏئي نٿو ڳالهائين، ڪنهن چوري موڪليو اٿئي ڇا؟

**چَنگُ،** ساز، بيجل (چارڻ) جو سُرندو.

1- چارڻ تُنهنجي چَنگَ جو، عجبُ آهم اِي، (شاهه)

2- چارڻَ چَنگُ ڪُلهي ڪري، پير پُري پاتا، (شاهه)

3- چارَڻُ چَنگُ ڪُلهي ڪَرِي، رَمي رَهيو رات، (شاهه)

**چَنگُ** ڪمان کي ڪشي، ڇِڪي، زور سان.

**چنگُ**

1- چوري چَنگُ، ٻَنگُ لَهي، حَبيبَنِ هَنيوس، (شاهه)

هڪ قسم جو ساز، جيڪو ڏندن ۾ قابو ڪري وڄائبو آهي. هي لوهه جو ننڍڙو ساز گهڻو ڪري ٻهراڙيءَ جا ڏراڙ وڄائيندا آهن.

**چِيهُون**

ذرا ذرا يا ٽُڪرا ٽُڪرا.

1- ڪُتن اوچتو ڪٽي رُومَڙُ ڪيو، ڪپڙا سڀ چِيهون ٿي ويا.

2- ستڻ ڍنگهرنِ ۾ ڦاسِي پئي، تڏهن چيهُون ٿي پئي.

3- پَتڪو سڄو چيهونِ ٿيو پيو آهي، اِهو ڪيئن ٻڌي شادي ۾ وَڃان.

**چِيهُون**

آواز.

1- طوطو صبح ڪان وني چيهُون پيو ڪري، پاڻي نه پياريوسِ.

2- صبح جي مهل پکين جون چيهُون ڏاڍيون وڻنديون آهن.

3- ٻليءَ جا ٻچڙا ڏس ڪيئن نه پيا چيهُون چيهُون ڪن.

1- چِڪيا چاڪَ چيهُون ڪري، ڪَڙيُون مُور نه ڪَنِ. (شاهه)

# ڇ

**ڇاتِي** سِينو يا اُرَهُ.

1- ڇاتيءَ ڇاتِيءَ ڇپَ آهه، تيو پيارُ پٽون. (شيخ اياز)

2- هيءَ ڇاتِي جا آتي آهي، تيز انهيءَ تي تاڻ. (شيخ اياز)

**ڇاتِي** بَهادُري.

1- بابا! اها تُنهنجي ڇاتِي هُئِي، جو صوبيدار کي سَچُ

ڇَئِي ڏنءِ.

2- ڇوٽي: ڇورَ ءِ سورَ (مرونءَ) تي ڪو ڇاتيءَ وارو

ويندو.

**ڇيڙَ** ڇُرِڇَ.

1- ٻهرين ڪاري نانگ جي، ڪو ڇرڪيَلُ ڇيڙَ ڪَري. (شاهه)

2- بيهودي ماڻهوءَ سان ڇيڙ ڪرڻ، معنيٰ پنهنجي

عزتي ڪرائڻ.

**ڇيڙَ** ئارَ يا آبتَ.

1- ڀحاڻي ڇيڙَ ڪرائي اٿئون، ڪٽڪ ۾ لاٻارو پوندو.

2- بابا! ڇيڙَ ۾ ماڻهو ٻڌايو ته اوترِي مانِي تيار

ڪرايون.

**ڇيڙَ** ٻڇَ، مارائڻ.

1- ٻُڌي ڇَڏِ ڪميڻا! آئنده جي چورِي ڪَئِي اَٿِئي ته ڪُتَنِ

کان ڇيڙَ ڪرائيندوسانءِ.

2- سائين! توهان جي مهرباني، جو پوليس جي ڇيڙَ کا

بَچايُوَ.

**ڇِني** هڪ ڳوٺ جو نالو، جيڪو دادو ضلعي ۾ آهي.

**ڇِني** ڌار ڪري يا جدا ڪري.

1- ڪَري ڪوهياروِ ويو، تَنُ چِني تانڪُون. (شاهه)
2- ڳَنڍِنِ سارو ڏينهُن، چِنڻُ مورُ نه سڪيا. (شاهه)
چوڻي: پنهنجن ئي اسان کي چِني چِڏيو، ڏاريَنِ تي کهڙي ميار.

چَتِي — ڪپڙي ۾ تارن سان نهيل چَٽُ. جن کي عام طرح چَتِي چئبو آهي.
اُس ۾ مَينهن ۾ ماڻهو بچاءَ لاءِ استعمال ڪندا آهن.

چَتِي — مسلمان جي گهر ۾ ڪو ٻار ڄمندو آهي ته ستين ڏينهن چاول ٻار جا مائٽ خوشي ملهائيندا آهن.
خوشي جي رسم ۾ ٻار جو مٿو ڪوڙيو آهي، ٻارڙي کي نازڪ ٻانهُن ۾ ڪارا ڌاڳا (ڳانا) ٻڌا ويندا آهن ۽ بعد ۾ منائي وغيره ورهائي ويندي آهي. ته اهڙي خوشي جي رسم کي چَتِي چئبو آهي.

چَپَرُ — وڏو پٿر.
لطيف سائين پنهنجي ڪلام ۾ سر سسئي، سُر معذوري، سر حسيني سُر ديسي، سُر ڪوهياري ۾ چَپَرُ يا چَپَرَ لفظ گهڻو استعمال ڪيو آهي.
1- چَپَرُ چمرُ پانيان، ڪانيو ۾ ڪارو. (شاهه)

چَپَرُ — چپرو. ڪانن ۾ ککن جي نهيل چتِ.
1- ٻهراڙي ۾ ماڻهو چوطرف گهر جون پيتيون ناهي، مٿان ڪامن ۾ پتين جي بدران چَپَرُ ٻڌندا آهن.
1- رِءَ تنيين رِيءَ توٽيين، تون چَپَرُ، تون چانءِ. (شاهه)
چوڻي: گهٽن هوندي، چَپَرُ به ڪچيو پوي.

چَپَرُ — لڪَ.
1- يار! مون وٽ ڪجهه پئسا آهن ضرور، پر اُهي چَپَرُ ڪري چِڏيا اٿم ته ڏکئي وقت ۾ ڪم اَچَنِ.

2- في الحال تون ڇَپَرُ تي وڃ جيستائين ڪجهه ماحول درست ٿئي.

ڇَپَرُ بچاءُ، ڏِڍَ يا سهارو.

1- توهان منهنجي لاءِ سچ ڪري پڇو ته ڇَپَرُ ڇانوَ آهيو.

2- منهنجا ڀائر ئي مون لاءِ ڇَپَرُ آهن.

3- هر ماڻهوءَ جو الله پاڪ ڇَپَرُ آهي.

1- ريءَ ڏٺيين، ريءَ ٽوڙيين، تون ڇَپَرُ تون ڇانءِ. (شاهه)

2- ڇَپَرُ ڇَرَ پانيان، ڪانيو ۽ ڪارو. (شاهه)

ڇَپَرَ ڇَپَرُ جو جمع ڇَپَرَ.

اصل ۾ ڇَپَرَ لفظ جون ڪيئي معنائون آهن.

مثال: جابلو علائقو، ڪڪائون گهرُ، ڇانوَ، بچاءُ، جهوپڙيون وغيره.

1- جڏهن پيئي باسَ، ڇَپَرَ هوت پنهونءَ جي. (شاهه)

ڇپون ڇَپَرَ ڪَتَ، پهڻ پَترائيون پائيان. (شاهه)

ڇَپَرَ ڪکاوان گهرَ، پهاڙي يا جابلو علائقو.

1- اسان مسڪينن کي پڪيون جايون ڪونهن، پر ابائا ڇَپَرَ نهيل آهن.

2- هن سال ڇَپَرَ ۾ برسات اصل ڪانه پئي آهي.

3- ڇَپَرَ (جبل وارن) جي ٻولي ۽ ثقافت پنهنجي آهي.

ڇَپَرَ پنبڻيون.

جيڪي اکين جي ڪڪ، پن ۽ مٽيءَ جو بچاءُ ڪندا آهن، انهن ڇپرن کي ڪي ڪي ماڻهو پنبڙيون به چوندا آهن.

ڇِڊو گهاٽي جو ضد.

1- اَما! اڄ ٻوڙُ ڇِڊو رڌو اَٿئي.

2- کير ۾ پاڻي پيل آهي، تڏهن تو ڇِڊو ڏسڻ ۾ اچي.

3- ههڙو ڀاٽيءَ جهڙو ڇڊو ٻوڙ ڪير کائيندو.

**ڇِڊو** پري رهڻ، دور رهڻ، پاسو ڪرڻ.

1- يار! ڇڊو رهڻ هن دور ۾ بهتر آهي.

2- بس يار! دوستن ۾ مزو ڏسڻ ۾ ڪونه آيو، تنهن ڪري ڇڊو ٿي ويس.

**نوٽ:** ڇِڊو لفظ کي ڪن هنڌن ۽ ماڳن تي ڇِتو به چوندا آهن.

**ڇِڊو** ڪڏهن ڪڏهن.

**ڇڙو** غيرشادي شده.

1- اجا تون ڇڙو آهين، شادِي ڪندين ته پوءِ خبرون پوندءِ.

2- جيستائين ڇڙو هوس، تيستائين ڪابه ڳڻتي ڪانه هئي.

3- جمعدار جاڙوخان سڄي عمر ڇڙو رهيو، پر شادي نه ڪيائين.

4- ڀلا سڄي عمر ائين ڇڙو رهندين ڇا، شادي به ڪندين يا نه؟

**ڇڙو** اڪيلو يا تنها.

1- دنيا ۾ ماڻهو ڇڙو آيو آهي، ڇَڙو هليو ويندو.

2- في الحال ته ڇڙو ٿو رهان، آخر ٻار ٻچا به وٺي ايندس.

3- دنيا ۾ ڇڙو رهڻ به وڏو عذاب آهي.

4- جنهن ماڻهوءَ سڄي عمر ڇڙو ٿي گذاريو هوندو، ان کي شادي مان ڪڏهن به مزو ڪونه ايندو.

ڍڳهي ڪاني. ڇَڙو جُو جمع ڇڙا.

1- ڇَڙا جاين ڻاهڻ جي ڪم ايندا آهن.

2- ڇڙن کي لَڪِڙا به چئبو آهي.

**ڇڙو** ڻلهو.

**ڇڙو** مرن وٽ ڪجھ بہ ناهي، ڇڙو پيو وڃان.

**ڇوٽِ** رعايت.
وڏا واپاري ننڍن واپارين سان ڪن شين تي ڇوٽ (رعايت) بہ ڪندا آهن.
1- بابا! هي ڪٽڪ ڏيڍ سئو روپيا مڻ آهي، تون کي ڏھ رپيا ڇوٽ آهي، وٺني تہ وٺ، وٺني تہ نہ وٺ.
2- سيٺ پلا هنن شين ۾ ڪا ڇوٽِ وغيره بہ ڏيندي يا نہ؟

**ڇُوٽِ** جلدي، ترت يا جھٽ پٽ.
1- ڇوٽ ۾ وڃ ۽ ڇوٽ ۾ اچ جو مهمان اچڻا آهن.

**ڇُوٽِ** پھرئين ڌڪ ۾.
1- مائٽن يار! ڇُوٽِ ۾ شادِي ڪرائي، هاڻي تہ وڏو عيال دار ٿي ويو آهيان.
2- احمد ڇوٽِ ۾ دڪان کوليو تہ ڏاڍي توٽِ پيس.

**ڇُوٽِ** بيجا آزادي.
1- تو پنھنجي پُٽ کي بالڪل ڇوٽِ ڏيئي ڇڏي، هاڻي تہ هو زورِ تي ويو آهي.
2- اولاد کي پيار ضرور ڏجي، پر ڇوٽ اصل نہ ڇڏجي.
3- بس هاڻي توکي بہ ڇوٽ آ، مونکي بہ ڇوٽ آ. پاڻهين پيا فيصلا ڏيندا.

**ڇِتا** ڇِتا ڇَريا، دِيوانا يا پاڳِل.
1- زمين جا چار پئسا مليا اٿن تہ هاڻي ڇِتا ٿي پيا آهن.
2- ڪُتا ڇِتا ٿين، تہ يَڪدم مارائي ڇڏجن، نہ تہ نقصان ڪندا.
3- پاڻ ۾ بھتر آهي تہ نَھي وڃو، هرويرو ڇِتا نہ ٿيو.

**ڇِتا** تيز.

1- جبل جا ماڻهو، پنڌ ڪرڻ جا چِتا آهن.
2- شير مير بحر ۾ انب شيدي ڪارَي وارو پنهنجي دور جا چِتا مَلهه هئا.

**چِتا** ذهين.
1- ٻئي ڀائر مون ڪان حسابن ۾ چِتا هوندا هئا.

**ڇُٽا** آزاد ٿيا، آجا ٿيا.
1- ويچارا بي گناه پنج سال ٽِيپَ ڪاٽي ڪالهه جيل مان ڇُٽا آهن.
2- مس مس يار! ڦٽ ڇُٽا آهن.
1- رَهَ ۾ گڏيُن رامُ، پَنڌان ڇُٽا ڪاپڙِي. (شاهه)

**ڇُٽا** ختم ٿيا.
1- ڪا جا انگُ اَڙي، جِئن ڇُٽا ڦَٽَ ڇُڙي پيا. (شاهه)

**ڇُٽا** گم ٿيا، غائب ٿي ويا.
1- اَبا! اِهي هاٿي شهر ويا ڇُٽا، الائي ڪيڏي مهل اَچن.
2- اهي پئسا بہ هاٿي تنهنجا ڇُٽا، متي نهار تہ دل پڪي ٿيئي.
3- پنجن هزارن مان ٽي هزار ڇُٽا، باقي جيڪي بچيا سي تہ موٽائي ڏيو.

**چوهَہ** تيزيءَ مان.
1- چِمڪيو سو چوهَہ مان، ڪَڙ ڪَڙ ڪانُ ڪري، (شاهه)

**چوهَہ** جلدي، هڪدم.
1- چڏي وِيا چوهَہ ۾، دعوائُون ديوانَ. (شاهه)

# ح

**حاضرُ** انڪار نہ ڪرڻ، جواب نہ ڏيڻ، هرحالت ۾ جيءُ جيءُ ڪرڻ.
1- بيحد ڪيان بندگي هَٿَ ٻڌي حاضر. (شاھہ)
1- حاضر سائين! اهو ڪم صبحاڻي آئون ضرور ڪندس.
2- مون هميشہ اوهان کي حاضر چيو آهي ۽ ڪڏهن بہ جواب نہ ڏنو اٿم.
3- مان سائين! هر وقت حاضر آهيان، پر ٻين نوڪرن تي بہ نظر وجهندا ڪريو.

**حاضرُ** موجود يا آمهون سامهون.
1- فقط هڪ الله پاڪ ئي آهي جو هرهنڌ حاضر آهي.
2- اوهان جي حڪم تي اچي حاضر ٿيو آهيان.
3- احمد کي چئو تہ صبحاڻي ڪورٽ جي شنوائي آهي، ڪورٽ ۾ ضرور حاضر ٿئي.

**حسابُ** انگن جي جوڙجڪ.

**حَسابُ،** ڏيتي ليتي، ڪار وهنوار.
1- سيٺ! اول منهنجو حساب ڪتاب چڪاءِ. مون کي پنهنجو حساب پورو ڏيو، توهان چاڻو توهان جو ڪَمُ جاڻي.
2- وڏيرا تو وارو ڪمدار منهنجو حساب ڪائي ويو آهي.

**حسابُ** دماغي يا نفسياتي بيماري.
1- مريم کي حساب تي پيو آهي.

فيصلو، ليکو چوکو.
توسان تہ اجا حساب ٿيندو، پر ٿورو ترس.
1- تن کهڙو ڏوهہ حساب، جن هينئڙي هادي حلَ ٿيو (شاهہ)
2- کهڙي منجهہ حساب، هئڻ منهنجو هوت ري (شاهہ)
3- حشر ويل حساب ۾، ڇڏي نہ ويندو مِ (شاهہ)

**حَلالُ** قبول، مقبول.
1- ٿئين هوندَ حلالُ، جي پَندِ اهائِي پارئين. (شاهہ)

**حَلالِ** ذبحَ ڪرڻ. (حلال جانور کي ذَبحَ ڪرڻ)

**حلالُ** حق جي روزي.
1- پورهيت وِيچارو هميشہ حلال جي ڪمائي کائي ٿو.
2- حرامَ جي پُلاءَ کان، حَلالَ جي دال وڏيڪ آهي.

**حُجَتَ** گستاخي، گهرائپ يا ويجهڙائپ.
1- مون سان ايڏي حجت نہ ڪندو ڪر، متان پوءِ دل ۾ ڪرين.
2- منهنجي تو وارن يارن سان، ايڏي حجت ڪانهي.
1- ڇڏي ويني ڇپرين، هادِي سپ حُجت. (شاهہ)
2- ڇَڏيَمِ حُجَ هَلَڻَ جي، چَڪِيمَ چاڙهيڪا، (شاهہ)

**حُجت** خيال، دليل، پنهنجائپ.
1- حُجت هوت پنهونءَ سان، مون ڪميڻيءَ ڪيهِي. (شاهہ)
2- حَجَتَ نہ هَل دِي، وَسَ نہِين چلدا. (رڪيل شاهہ)

**حِقُ** مُڙس يا گهروارو.

**حق** واجب، فرض، ضرور.
1- اهو هر شخص تي حق آهي تہ ماٺهو ماءُ پيءُ جي دل سان خدمت ڪري.
2- اهو توتي بالڪل حق ڪونهي، تہ پاڻ وڏن سان تون گستاخ ٿيندو ڪر.

1- جنَ مـنُ مـيـهـارُ، هـلـڻ تنـين حَقُ تـيـو. (شـاهـ)
2- چڙهي نور محل ۾، ڪيائين حقُ حاصل. (سامي)

حَقُ — الله پاڪ، رَب، خلقيندڙ.
1- وحدُ لاشريڪَ لـه، ايُ هيڪڙائي حَقُ. (شـاهـ)
2- ڏسـڻ ڏِسين جي، تـہ هَمَہَ ڪـي حـقَ چئين. (شـاهـ)
3- هئي جنـهن ۾ حـقُ، تنـهن نـفِيءَ جهوناهِ ڪو. (شاهہ)

حَقُ — سچ، سونهن، برابر، صحيح، درست.
1- احـمد ڳالهـہ حَق جي ڪِبي، تـو هُنن سان بي واجبي ڪئي آهي.
2- چڱو ٿيو جو هيترن ماڻهن ۾ تو حق چيو آهي.
1- جو حُسن سندو حَقُ، سر ڪورُ پروڙي ڪِين ڪِي. (شاهہ)
2- سَرهيـون سي سرتيـونْ، حاضر پـاسي حق جي. (شاهہ)

حڪيم — رب پاڪ/ حڪمت جو مالڪ.
1- سو سـائـراه سچو ڏِٺي، چَئي حَمـد حـڪِيـمُ. (شـاهـ)

حڪيمُ — طبيب يا وِيجُ.
1- يارَ! گهڻـائي ڏينهن ڊاڪٽرن جو دوائـون ڪيون اٿم، پر هاڻي هڪ حڪيم جي پيو دوا ڪَيان.
1- قـابل حـڪيـم مَري ويا، هـاڻـي فقـط سندن نالـو وڃي رهيـو آهي. اڳيان حڪيم طب ۽ حـڪمت ڪان بـہ واقف هئا، پر پرهيزگار ۽ متقِي بہ هُئا.
چوڻي: نيم حڪيم، خطري جان.
چوڻي: حڪيم ۽ حاڪم ۾ قادر وڃي نہ ڪَمُ.

# خ

خارَ
كنڊا.
1- گلاب جو گل هوندو ئي خارن جي وچ ۾ آهي.
2- هيءَ دنيا سڄي خارن سان ڀريل آهي، تنهن كري هلڻو به خيال سان پوي ٿو، ته مباده كٿي خار نه لڳي پوي.
3- دنيا جيكڏهن رڳو گلاب هجي، ۽ خار نه هجن ته پوءِ زندگي جو لطف كهڙو؟
”كبي جي گُلَ سان گستاخي ته آخر خارَ پيي سَهِبا.“

خارَ
چِڙ يا ناراضِگي.
1- بابا سائين هاڻي ته خارَ ختم كيو.
2- هينئر صاحب ڏي متان وڃين، صاحبُ خار ۾ وينو اٿئي.
3- اڄا ته توتي خارَ اٿم، لٿي كٿي اٿم.

خانو
خواجا قوم جي گڏ ٿيڻ جو هك مخصوص هنڌ يا جاءِ. جتي هُو پنهنجي طريقي سان عبادت به كندا آهن.

خانو
ميز جو خانو، كٻٽ جو خانو.

خونَ
قتل.
1- ڏاڍو ماڻهو شريف هو، بنا سبب خُونُ ٿي ويو.
2- كا خبر نٿي پوي ته، هي خون كنهن كيو آهي.
3- جيكڏهن سَڄڻ ماڻهو وچ ۾ پون ها، ته هي خون نه ٿئي ها.
چوڻي: خون جو بدلو، خون آهي.
چوڻي: خونُ ۽ كٿوري كڏهن به لكا ناهن.
1- مِڙئي معاف كياسِ، خالق بدلي خُونَ جي. (شاهه)

**خُونُ** رَتُ.

1- ڌڪ لڳڻ ڪري ڏاڍو خونُ وهيو اٿس.

2- پهريائين خونُ بند ڪرايو، تہ همراه بچي پوي.

3- جوانيءَ جو خون اٿس، ڪٿي ٿو بند ٿئي.

4- خونَ جي بوتل چڙهايوس، تہ گهڻو فائدو ٿي ويندس.

**خُونُ** عزازت وارو.

1- عرس منهنجو خون آهي، آئون هُن کي نٿو ڇڏي سگهان.

2- هو منهنجو وڏو ڀاءُ آهي، جگر جو خون آهي، جيڪي وڻيس سو ڀلي ڪري.

3- خون جو رشتو ڪڏهن بہ ٽٽي نٿو سگهي.

**چوڻي:** خُونُ دانگِيءَ تي بہ وري پوي.

**چوڻي:** اڄ ڪلهہ تہ خُونَ خونُ کي باهہ لڳي وئي آهي.

**چوڻي:** اڳي تيل ٻرندو هو، هاڻي خونُ پيو ٻري.

**خيرُ** خيرات.

1- اَبا! سياڻي پرئين ڳوٺ وارن جي خير جي دعوت اٿوَ.

2- فصل لهي تہ اول خير اسان بہ خدا ڪارڻ خيرُ ڪنداسين.

**خيرُ** ڻاهُ يا پرچاءُ.

1- اسان جو هاڻي هُنن سان خيرُ ٿي ويو آهي.

2- ٻئي ڀائر پاڻ ۾ وڙهيل هئا، چڱو ٿيو جو پاڻ ۾ خيرُ ٿي وِيِنِ.

3- ڀلا اسان جو خير ڪير ڪرائي، ماڻهو تہ ان ۾ خوش آهن تہ ڀلي پاڻ ۾ وڙهيل هُجن.

4- ڏاڍو چڱو ٿيو خيرُ ٿي ويو، نہ تہ ٻنهي ڌُرين جو ڏاڍو نقصان ٿئي ها.

**خير** آمن، سڪونُ يا آرام.

1- شُڪر آهي جو اسان جي ڳوٺ ۾ خير لڳو پيو آهي.

2- الله ڪري ته سڄي دنيا ۾ خيرُئي خيرُ هجي.

3- اَبا! خيرُ ته آهي، هن مهل ڪُمهلو آيو آهين.

خيرُ جو جمع خيرَ.

4- بس يار! الله جا احسان آهن خيرئي خيرَ لڳا پيا آهن.

5- بابا سائين کي نياپو ڏجو ته آئون ڪراچي خيرَ سان پهچي ويو آهيان.

# ڊ

**ڊُوسُ** ٺُلهو، متارو.

1- نياڳا! چاڙو کائين، ڏينهُون ڏِينهُن ڊوسُ ٿيندو وڃي.

2- ماڻهو هرويرو بدن ۾ ڊوسُ به نٿو ٿَهي.

3- آئون تہ واقعي ئي ٻُک تي ڊوسُ ٿيو آهيان، پر تون حرام تي ڊوسُ ٿيو آهين.

**ڊُوسُ** دوست، يارُ، سنگتي يا جانبُ.

1- يارَ! اڄ ڪلهہ جا ڊوسَ سڀ لالچي ۽ خودغرض اٿئي.

2- عبدالله منهنجو ڊوسُ (جانبُ) هئو، پر جلدي گُذاري ويو.

3- دنيا ۾ ڪو ڪو وڃي ڊوسُ رهيو آهي، باقي سڀ پينگ لڳي پئي آهي.

1- ڊونهين پاسي ڊوسَ جي، ماڳهين پئان مَري، (شاهہ)

2- ڊوسَ مِنا دلدار عالمُ سَڀ آباد ڪرين. (شاهہ)

3- ڊوسَ نہ سَهان دامُ، تون وندر تو ويلا ڪرين. (شاهہ)

**ڊُهرِي** ٻيٺي ڳري.

1- هيءَ نَتَ هُن نَتَ کان ڊُهرِي آهي.

2- ادا! سونارا هيءَ ٻانهين تعام ڊُهري آهي ٻي کا هلڪي ڏيکارِ.

3- ادي! شڪر آهي جو اڳي کان هاڻي ڪجهہ ڊُهري ٿي پئي آهين.

**ڊُهرِي** زيور جو نالو. ڊُهرين جا قسم ٿيندا آهن.

1- ڪا ڊهرِي ٽي سَري، ڪا پنج سَري، ڪا سَتَ سَري. پنج سِري ۾ پنج داڳا ۽ سَتَ سرِي ۾ سَت ڏاڳا هوندا

آهن.

ڏُهريون — مضبوط، ڏاڍيون، سخت.
1- ان کي ناڪيليون نڪن ۾، ڏُهريون دليلا. (شاهه)

ڏُهريون — زيور، سون جي مٽين جي نهيل ڏُهري.
اڳ ۾ اڪثر ڪري سهانگائيءَ جي وقت ۾ ماڻهو پنهنجن عورتن لاءِ سونيون دهريون ٺهرائيندا هئا. اجا به ڪن ڪن گهراڻن ۾ گهرن ۾ دهرين جو رواج آهي.

دُنِيا — جَهانُ
1- جيڪو ماڻهو هن دنيا ۾ ڪندو، ان جو حساب ڪتاب هُن دنيا ۾ضرور ٿيندو.
2- نيڪيون ۽ ثواب جهڙا ڪَم، انسان ان لاءِ ٿو ڪري ته هُن دنيا ۾ ڪو چوٽڪارو ٿئي.
3- هُن تـه حياتيءَ لاءِ، مَرُ تـه مرِي مزا ماڻيون. (مخدوم امين محمد)
3- جيڪي تي سگهي ته هن دنيا ۾ نيڪيون ڪندو رهُ.
4- هيءَ ته دنيا ڏاڍي مَڪار آهي.
5- هيءُ ئي دنيا آهي، جتي ڪتڻ ۽ هارائڻ جو هنڌ آهي.
1- ڪَتِين توڙي هارائين، هنڌ تنهنجو هيءُ. (شاهه)
2- دنيا جي دل جو مطلب، پورو ٿيو ته چا ٿيو. (قليچ)
3- دلبر! هن دنيا ۾، وجي رهندو واسُ. (شاهه)

ُنيا — دولت، ملڪيت.
1- دنيا ته اچڻي وڃڻي آهي، اُن تي فخر نه ڪر.
2- اُهي ماڻهو اصل کان وني دنيا وارا آهن، اج ڪلهه جا ڪونهن.
3- انسان جي اصل دنيا سندس اخلاق ۽ درگذر، معاف ڪرڻ آهي.

4- ماڻهو تہ دنيا جي ڪري، هڪ ٻئي کي کُھَن پيا. يا خدا! رَحَمُ.

1- دُنِيا ڪارڻ دِينُ، وِڃائي ولها ٿيا. (شاھہ)

**دنيا** — دَور.

1- اھا بہ ڪا دنيا هُئي، جو ٿَڪي سيرُ پاڇِي، ٿَڪِي سيرُ ڪاڇا هُئا.

2- گذريل دنيا مان اسان ڪيئي سبق حاصل ڪري سگھون ٿا.

**دِيوانُ** — هندن جو لقبُ.

1- حيدرآباد ۾ هيرآباد جا ديوان پوري سنڌ ۾ مشھور هئا.

**ديوانُ** — محل يا خوبصورت جاءِ.

1- شاھجھان مغل بادشاھ جون مشھور عمارتون، ديوان عام، ديوان خاص اڄ بہ ڏسڻ وٽان آھن ۽ مشھور آھن.

**ديوانُ** — خوشحال گھراڻو، عزت وارو خاندان.

**ديوان** — شاعري جو مجموعو.

1- جنھن ۾ الف کان وٺي ي تائين ترتيب وار شعر چيل هوندو آھي.

مثال: ديوان قليچ، ديوان طالب المولا، ديوان غالب، ديوان اقبال وغيره.

**دَنِ** — ڏيگُ.

**دَنِ** — ڪانن جي رکڻ جي جاءِ.

1- لابارو ڪري ڪانن کي هڪ هنڌ گڏ ڪبو آھي. ان هنڌ کي دَنِ چئبو آھي.

**دَنِ** — ٻھہ جي دَزِ

**دَنِ** — پِرِيلُ.

1- يار! پيٽ ڏنِ لڳو پيو آهي، ماني جي طلب ڪانهي.
2- تون ٻه پيٽ کي ڏنِ ڪري اُٿئين، ايترو تورڻي ڪائبو آهي، هاڻي پيو لوڙ.

**ڏُنُ** پيٽ ۾ موجود گهُب.
چوڻي: دائي ڪان ڪهڙو ڏُنُ ڳُجهو آهي.

**ڏُنُ** مرڪز.
1- ميرپورخاص انبن جو ڏُنُ آهي.
2- سکر، خيرپور ۽ روهڙي ڪجين جي باغن جا ڏُنَ آهن.
3- بابا! هاڻي توکي ڪراچي شهر جي ڏُنَ ۾ وٺي آيو آهيان، جيڪي خريد ڪرڻو هجئي سو وَٺُ.
4- صدر وارو علائقو ڪراچيءَ شهر جو ڏُن آهي، هتي اوهان کي هر ڏنڌو ۽ واپار نظر ايندو.

**ڏَمُ** لکڻ جي نشاني (.)
1- جتي لکڻ ۾ جملو پورو ٿيندو آهي اُتي ڏَمَ جي نشاني ڏُڙي ڏبي آهي.

**ڏَمُ** سهڪي جي بيماري.
1- بس يارَ! همراه کي ڏَمَ جي بيماري ٿي پئي بچي نه سگهيو.
2- نه نشو ڪرين ها، نه ڏَمُ ئي ٿيئي ها.

**ڏَمُ** ساه پٽڻ.
1- هاڻي تورو ويهه ڏَمُ پَٽ، پوءِ ٿا هَرُ هَلايون.
2- يار! تورو ڏَمُ ته پٽڻ ڏي.
3- بس پيارا! ڇا جو ڏَمُ، ڇا جو ڪَمُ، سڀ ڪجهه هتي ڇڏي وڃبو.
1- فاني ڙي فاني، دنيا ڏَمُ نه هيڪڙو. (شاهه)

**ڏَمُ** فَخر، وڏائي، تڪبر يا غرور.

1- ايڏو تون به دَمُ نه هڻُ، متان ڪتي ڪنڌ پر ڪِري نه پوين.
2- جن دَمُ هنيو تن جو ڪَمُ ختم ٿِي ويو.
3- توبهه يار! پاڻ ته دَمُ هڻون ئي ڪونه، پاڻ ته ٻانهِيءَ کي به ٻِئي چوڻ وارا آهيون.
4- تون دَمُ انهن جي اڳيان هڻُ، جيڪي توکي نه سڃاڻن.
5- اوهان جي اڳيان ڪهڙو دَمُ هڻان، اوهان ته منهنجي حال ۽ ڪال کان سڀ واقف آهيو.

دَمُ خاموش، مات يا ڪنهن سان به نه ڳالهائڻ.
1- هاڻي دَمُ جَهل، وڌيڪ نه ڳالهاءِ.
2- تون ٿورو دَمُ ته جهلين ها، خام خواه تڪڙو ٿئين.
3- بَس يارَ! پاڻ پنهنجو دَمُ جهليون ويٺا آهيون، نٽا ڪنهن جي ٻُڌن ته وچي ڏوڙ پائن.
دائم جَهليو دَمُ، لڪا پٽن لوڪ ۾ (شاهه)

دَمُ گهڙي يا ساعت يا پلڪ.
1- سڄڻن کان سواءِ هڪ دَمُ به ڏار رهڻ ڏاڍو مشڪل ٿي پيو آهي.
2- يارَ! دَمُ ڪن ويهه، پوءِ پِلي وڃجانءِ.
3- هرهڪ ماڻهو جو هرهڪ دَمُ، قيمتي ٿِي پيو آهي.
1- سئو سسنئان اڳرو، سندو دوستان دَمُ. (شاهه)
2- دوسَ نهَ سَهان دمُ، تون وندر ٿو ويلا ڪرين. (شاهه)

دَمُ ساهه.
1- بس سائين دَمَ تي آسرو ناهِي، ڪنهن وقت به ماڻهو مَري سگهي ٿو.
2- جيستائين دَمَ ۾ دَمُ آهي تيستائين اوهان سان سر

لڳي.

**دَلِيلَ** ثبوت، ثابتي.

1- تو وٽ ڪهڙو دليل آهي تہ چوري هن ماڻهوءَ ڪئي آهي.

2- بهترين مقرر اهو هوندو آهي، جنهن وٽ دَليل هوندا آهن.

**دَلِيَل** ثابت ڪرڻ.

1- وڪيل بہ پنهنجن دليلن سان ڪيسَ ڪتيندا آهن.

**دَلِيل** وهم، گمان.

1- درياه جي دَلِيلَ لڪين لَهوارا ڪيا. (شاهہ)

2- ٽِي دوڙائي دَليل، تہ پنهون ماڻهو موڪليون. (شاهہ)

**دَرِجا** ڪلاس.

**دَرَجا** عهدا.

**دَرَجا** نيڪيون يا اُجورا.

1- رب سائين بہ دلين تي درجا ڏئي ٿو.

2- يار! الله پاڪ توکي درجا ڏيندو جو مون سان مشڪل ۾ مدد ڪئي اَٿئي.

3- ادا! دنيا وارن ڪٿي نہ مڃيو پرواه ناهي، ڏِٺي تہ ضرور درجا ڏيندو.

چوڻي: دِلينُ تي درجا آهن.

**دَسَ** پاڻيءَ جا دَسَ جيڪي پخالي پريندا آهن.

1- اَبا! پاڻي جا بہ دَسَ تہ ڏئي وَڃُ.

2- اجا بہ هڪ دَسُ وڏيڪ کپي.

3- بابا! هڪ دَس جا تي رپيا اَٿوَ، متان پوءِ مون سان ڦڏو ڪَيو.

**دَسَ** ڪڪڙن جا دَسَ (ڪڪڙن جون ٻانگون)

1- ڀھراڙيءَ جا ماڻھو ڪڪڙن جي دَسَنِ تي راتِ جو ڪم ڪار ڪندا آھن ۽ اُٿندا آھن.

**دَسَ** ڍُهل جا آواز.
خوشين جي موقعن تي مگڻھار فقير درن تي اچي ڍُھَلَ وڄائيندا آھن. اھڙي وڄتِ کي دَسَ بہ چئبو آھي.

**دائِي** ويمُ ڪرائيندڙ عورت.
ڀھراڙي ۾ ماڻھو وِيمَ ڪرائيندڙ عورت کي دائِي چوندا آھن.
1- چگو ٿيو جو دائِي يڪدم پھچي وَئِي.
2- ابا! تون دائي کي ڪار ۾ ويھاري سندس ڳوٺ ڇڏي اچ.
چوڻي: دائي کان ڀلا، کھڙو ڏُنُ ڳُجھو آھي.

**دائِي** ٻانھي، نوڪرياڻي، ڪم ڪرڻ واري.
1- اَدِي! آئون اُھائي تنھنجي دائِي آھيان.
2- ٻَلي! تون بہ ھاڻي دائِي مان ٻائِي ٿي ويئي آھين.
دائي جو جمع دائيُون.

**دائيون** ٻانھيون، نوڪرياڻيون.
1- دائيين ٻائيين دربابن، پَر ۾ ٿي پڇياس (شاھہ)
2- دائيون درمانديون ٿيون، ٻاين ٻاڏايو (شاھہ)

**دائيون** ويم ڪرائيندڙ عورتون.
1- ڳوٺن ۾ ڊاڪٽر نہ ھجڻ ڪري، اڃا تائين دائيون عورتن جو ويم ڪرائينديون آھن.

# ڏ

**ڏَڻي**
'الله' پاڪ جو اسم.
1- اول الله علیمُ، اعليٰ، عالمَ جو ڏڻي! (شاهه)
2- اول ڏڻيءَ جو نالو وٺجي، پوءِ ٻيو ڪمُ ڪارِ ڪجي.
3- جڪرو جوڙي پاڻ ڏڻيءَ پيدا ڪيو. (شاهه)
چوڻي: ڏڻيءَ جو ڪو، ڏڻي آهي ئي ڪونه.

**ڏَڻي**
وارثُ يا مالڪُ.
1- آءُ راڻا راحتَ! ڏاجَ ڏرتيءَ جا ڏڻي. (شاهه)
2- ڪيچان آيو قافلو، ساٿ ڏڻي سرواڻ. (شاهه)
3- ساريو سڏُ ڪندوم، ڪوهيارو ڪيچَ ڏڻي. (شاهه)
چوڻي: ڏَڻُ ته ڏَڻي، نه ته وِڪڻُ ڪڻي.

**ڏارِيا**
غير يا اوپرا يا پَراوا.
1- ڏاريا پانئج ڏار، پچُ پريان ڪر پاڻُ تون. (شاهه)
2- ڏُريائي ڏاريا، مِٽَ مُئيءَ جا نه ٿيا. (شاهه)

**ڏارِيا**
پاليا يا سانڍيا.
1- هاڻي ٻَني اُتَ ڏاريا اَٿمَ، اُنهن تي ٻيو گڏر سفر ڪيان.
2- ڪڪڙين جا ٻچا مون به ڏاريا هُئا، پرَ اُنهن مان فائدو ڪونه ٿيو.
ڪَرَمَ يا ڀلايون يا اَحسانَ.
ڍَتِ ڍَري ٻَتِ پيئيون، وِڃِنِ ڪيا ڏَرمَ. (شاهه)

**ڏَرَمَ**
هندن جو مذهبُ.
1- هندو ڏرمَ ۾ ڳئون جو گوشت کائڻ وڏو گُناهه آهي.

**ڏَرَمَ**
2- مون ڪي ڏَرمَ جو قسم آهي، ته ڪاڪا! مون تنهنجي چوري ڪانه ڪَئي آهي.
1- دين، ڏَرَمَ ڊِي لوڙ نه ڪائي، اِڪِ درسن يارڪون لوڙان.
(غلام فريد)

# ڏ

**ڏُکِيون** تڪليف ۾ آيل.
1- ڏُکيُون جان نہ مَڙن، تان تان پَنڌُ نہ ٿئي. (شاهہ)
2- آيو سو اَتورُ، جَهنِهن ڏُکيُون ڏکَ وهاريُون. (شاهہ)
چوڻي: ڏُکيون سُکيون ڀَلي ٿين، پَر سُکَيُون شَل ڏکيُون نہ ٿين.
چوڻي: کَريُون ڳالهيُون، هميشه ڏکيون لڳنديون آهن.

**ڏُکِيُون** مُشڪل.
1- اَڄ ڪَلهہ نوڪريُون، ملڻ ڏاڍيُون ڏُکيُون آهن.
2- زندگي ۾ ڪڏهن ڪڏهن، ڪي گهڙيون ڏاڍيُون ڏکيُون ايندَيُون آهن.
3- ڪي ڳالهيون بَظاهر تہ آسانُ نظر اينديون آهن، پر بباطن نهايت ڏُکيُون هونديون آهن.

**ڏَري** اندران ٽٽي پوي.
1- جَنِدِي پـايـو جانِ ۾، ڏُکِي ڏکَ ڏَري. (شاهہ)

**ڏَري** ڊڄي يا خوف ڪري.
1- هَلڻ سُٺِي هـوتَ جو، ڏُکِي، پَسُ! ڏَري. (شاهہ)

**ڏانوڻِ** قاسائڻ وارو نوڙ.
1- ڏانوڻِ تَنهِن ڏائينسِ، جِئَن چَري ءِ چِنگهي پُٺو. (شاهہ)
چوڻي: سِگهو اَڄُ، ٽنگن ۾ ڏانوڻ اَٿئي ڇا؟

**ڏانوڻ** شاديءَ جي رسم.
لائن لهڻ لاءِ جڏهن گهوٽ اندر ڪنوار وٽ ويندو آهي تہ ڪي مايون ڳاڙهـي سُٽَ سان، ان جو رستو روڪي بيهنديون آهن. گهوٽ اُهو سُٽ جو ڏانوڻُ، ڪاتيءَ سان

کَپي پوءِ اندر داخل ٿيندو آهي.
1- ڪيچِين آئون نہ ڪَڙِي، ڪنهن ڏکيءَ ڏانوڻ ڏائيو. (شاهہ)

**ڏيرا** ڏير، پنهون جا ڀائر.

**ڏيرا** هڪ ذات جو نالو.
تہ ڪو هوتُ سَڄڻُ نيندا، هُو! ڏيرا.
ڪَلَ نہ پيَمِ ڪا. (شاهہ)

**ڏارِ** دال.
مٽرن جي دال، چڻن جي دال، مُهري جي دال. سنڌ جي نواب شاهہ ۽ دادو ضلعي جي ٻهراڙين ۾ دالِ کي ڏارِ بہ چوندا آهن.
1- اسان تہ يار، اڄ ڏارِ رڌِي آهي.
2- روزانو ڏار کائِي کائي بيزار ٿي پيا آهيون.
3- اَبا! اڄ ڪلهہ ڏار بہ مهانگِي ٿي وئي آهي.

**ڏارِ** پيچڻ يا ڦوڙڻ.
1- اَبا! تون هن ڪاٺ کي ڏار تہ مان ٻيو ٻَنڊُ ڪٽي اچان.
2- پئسا ناهن تہ آڱِچا ڪيان، ڪٽي منهنجو مٿو ڏارِ.
3- هيءَ ڪاٺِي پراڻي ٿي وِئي آهي، ڏاري باهہ ۾ استعمال ڪيو.

**ڏاڙِهي** سونهارِي (سونهہ+ واري)، حضور جن جي سنت.
ڏاڙهين جا قسم: چاپِهين ڏاڙهي، ڊگهي عالمانہ ۽ مولويانہ ڏاڙهي، ٻُچِي ڏاڙهي.
1- ابا! مُنهن ۾ ڏاڙهي اچي لٿي اٿئي، پوءِ بہ عقل ڪونہ سِکئين.
2- ادا! ماشاءَ الله تنهنجي پُٽَ کي هاڻي ڏاڙهي اچڻ واري آهي.
3- يار! ان همراہ کي چاپِهين ڏاڙهِي ڏاڍِي نَهي ٿِي.

1- ڏاڙهي رت رتياس، ڏند تہ ڏاڙهونءَ گُلَ جِئن. (شاهہ)
2- وارو! وَرُ وِني وِيا، ڏاڙهيءَ پَنيا ڏيرَ. (شاهہ)

ڏاڙهي — واعدو ڪرڻ.
ڏاڙهي ٿو ڏيان تہ پئسا واپس ڪندس.

ڏاڙهي — چڱو ماڻهو، بزرگ.
ڳوٺ ۾ ڪا ڏاڙهي هجي تہ فيصلو ڪريون.

ڏاڙهي — ڪاڏل يا چڪيل.
خيال ڪجانءِ ڪالهہ پوڙهي مائي اِن ڇتي ڪتي ڏاڙهي هئي.

ڏيا — رعبُ يا دَهشتَ.
1- درياهہ جڏهن چڙهندو آهي ۽ موج ۾ ايندو آهي تہ سندس ڏيا اهڙي هوندي آهي جو ڪناري تي ماڻهو گهڻو وقت بيهي نہ سگهندو آهي.
2- ڪنهن وقت ۾ استادن ۾ اهڙي ڏيا هوندي هئي جو شاگرد هنن جي مُنهن تي ئي نہ چڙهندا هئا.
3- هاڻي اهو تو استاد ڇوڪرن کي پڙهائِي، جيڏو پاڻ بينو آهي ايڏا شاگرد، مُنهن ۾ ڏيا ئي ڪانهيس جيئن شاگردن تي رعب ٽئيس.

ڏيِا — هڪ ذات جو نالو (شورا قبيلي جو هڪ پاڙو)

ڏَهر — بيت جو قسم.
هنن بيتن ۾ خدا پاڪ جي ساراهہ لاءِ پنهنجي محبوب جي پلاين سان پريل بيت ڳايا ويندا آهن.
اهڙيءَ طرح حضرت مخدوم نوح رحمت الله عليه جا مريد بہ پنهنجي مرشد جي ثنا ۾ ڏَهَرَ بيت چوندا آهن. جيڪي درگاهہ جي خاص ڏينهن تي ڳايا ويندا آهن.

ڏهر — ٻن پٽن جي وچ وارو هنڌ.

تہ ۾ ٻن پٽن جي وچ ۾ ماٽري يا سڌي زمين هوندي آهي جيڪا ميدان جي صورت ۾ نظر ايندي آهي ان کي ڏَهَرُ چوندا آهن.

شاه سائين تُرُ گهمندي ان هنڌ کي بالڪل مناسب سمجهي خود سرَجو نالو ئي ڏَهَرُ رکيو آهي ۽ پنهنجو ڪلام چيو اٿن.

ڪنهن وقت ۾ اُهو ڏَهَرُ ڏايو آباد ۽ وڏو واپار جو مرڪز هو، ليڪن هينئر اُتي رِڻُ پيو واڪا ڪري. ڪا شيءِ ڪانهي.

لطيف سائين بہ اِن دور ۾ ويو جڏهن ڏهر ويران ٿي چڪو هو، فقط اُتي هڪ ڪَندو بينل هئو، جنهن تي پاڻ ان ڪندي کي مخاطب ٿي دلسوز بيت چيا اٿن.

ڏهر — هندوري وانگر ڪاٺ جي خوبصورت ويهڻ جي جاءِ.

ڏولِي — اڳئين زماني ۾ راڻيون يا پرده نشين عورتون اُنهن ڏولين ۾ چڙهي هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ تي ويندڙيون هيون. انهن ڏولين کي کڻڻ وارا سندن ملازم هوندا هئا. ڏولي اهڙي تہ چؤطرف بند هوندي هئي جو نڪو ٻاهريون ماڻهو اندرئين کي ڏسي سگهي نڪو اندريون ماڻهو ٻاهرين ڪا شئي ڏسي سگهي. فقط ڏوليءَ کي هڪ دروازو هوندو هو، جنهن مان اچڻ وڃڻ جو رستو هوندو هو. اهو نمونو ٺٽي ۾ گهڻو هوندو هو. شايد اڃان بہ ٺٽي جي شهر ۾ ڪن خاندانن ۾ اها رسم هلندي اچي. شايد ان دور جي ڏولي اهڙي تہ آرام زده ۽ سڪون بخشيندڙ هئي جو لطيف سائين بہ فرمايو:

سيڻَنِ جيءَ سَهَتَ، ڏونگر ڏولي مون ٿيو. (شاهہ)

ڏولي — محل، خوبصورت، عمارت.

هتي ڏوليءَ جي معنيٰ محل ٻڌائي وئي آهي، جنهن جي شاهدي لطيف سائين جي زباني موجود آهي.

ڏولـــي راءِ ڏيـــاڃَ جي، ڏوران ڏٺــــائِين. (شـــاهـــ)

ڏولي — ڏکايل، ستايل.

1- اڳ ۾ تـ ويـچاري ڏاڍي سکي هئـي، مـگـر هاڻـي تـ ڏکن ڏولي آهي.

2- اجا تـ همت سان پيئي جيان، ڇا ٿيـو جو ڏکن ڏولي آهيان.

ڏَنڀَ — عذابَ ايذاءَ.

1- مون کي هميشـ زماني ڏنڀَ ڏنا آهن.

2- ويچاريءَ ساهرن جا ڏنڀَ سَهي سَهي آخر مَري ويئي.

3- ڏيـئـي ڏنـڀَ ڏُڏَن، پـاڻـاڻ ڏيـلُ ڏکـوئـيـو. (شـاهـ)

4- ويـچ! ڏنيئين ڪُهُ ٻانهن؟ سور هڻئين کي سامهان (شاهـ)

ڏَنڀَ — نشان يا داغ، باهـ جو ڏنل زخم.

ٻهراڙيءَ جا ه الوند ماڻهو پنهنجي چوپائي مـال تي ڪي نشان يا داغ بـ ڏيئي ڇڏيندا آهن. تـ جيئن ڪو ڀور ڏڳو گم ٿي وڃي تـ ماڻهو ان کي سڃاڻي سگهن تـ هي مال فـلاڻي ڳوٺ جو يا فـلاڻي مـاڻهوءَ جو آهي. البت اُهي نشان ۽ داغ ڪنهن بالڪل تَتل لوهـ سان جانور تي ڪيا ويندا آهن. اهڙن نشانن ۽ داغن کي ڏنڀَ بـ چئبو آهي.

ڏَنڀَ — مَهڻا يا طعنا.

1- غلطي ٿي آهي، مڃان ٿو، پر اِهي ڏنڀ اوهان جا هر گهڙيءَ ڏکوئين ٿا.

ڏَندَ — وڃائڻ جون سگهيون.

1- پَت ڇڏيـائـون پَت ۾، ڏنـد ڇڏيـائـون ڏس (شـاهـ)

ڏَندَ — سزائون.

1- وقت تي زمينن جون ڍلون ڪونہ ڏنئون، تنهنڪري ڏنڊ پيا اٿن.

2- اسان مٿي دانهون ڪيون ڪورٽ سڳوري سڀ ڏنڊ معاف ڪري ڇڏيا.

ڏَسُ

خبر، پتو، پُڇا.

1- اَبا! ڪو مينهُن جو ڏَسُ پتو پيو يا نہ؟

2- ڇوڪرو هفتو ڪن ٿيو آهي اڃا سندس ڏَسُ ڪونهي تہ ڪٿي آهي.

3- منهنجو ڏَسُ يارَسولو اٿئي، ڪنهن ڪان بہ پُڇندين تہ سيڪو توکي ٻڌائيندو.

1- هُئو جَنين جو ڏَسُ ڏورانهُون، اوڏو سو اَڄ آيو. (شاهہ)
دوس پيهي در آيو. (شاهہ)

2- ڏورڻ منجهان ڏَسُ، پونڌءِ هوت پنهونءَ جو. (شاهہ)

3- ليڙن جو لطيفُ چئي، ڏُنگر اَٿي ڏَسُ. (شاهہ)

ڏَسُ

صلاح، رستو، گس.

1- ڏيندا پانڌِي ڏَسَ، ڪِينءَ جون آٿي خَبرون. (شاهہ)

2- ڏوٿِي ڏيندءِ ڏَسُ، اڳيان ٻاروچن جو. (شاهہ)

3- ڏونگر ڏي ڪو ڏَسُ، اوهان ڪو ڏٺو منهنجي جانبُ جتن سان. (شاهہ)

ڏَسُ

علاج يا دوا درمل.

1- يار! سيائي ويندس ڍڳي جو ڏَسُ ڪرائڻ، بيمار ٿي پيو آهي.

2- پيارا! بيماري جا ڏاڍا ڏَسَ ڪيا اٿم، پر اڃا خاص فائدو ڪونهي.

ڏارُ

وڻ جو ٽارو.

1- اَبا! هاڻي نِمُ جو ڏارُ ٻِنَهہ وڏو ٿي ويو آهي، ڪپي

ڇڏيوس.
2- طوفان پوڻ ڪري، هي سڀ وٽن مان ڏارَ ڪِري پيا آهن.
3- اُٺَ کي هَڪل، متان انب جو ڏارُ نہ ڪائي وڃي.
ڏارُ جو جمع ڏارَ.
1- چارينءَ چَندن چوتيُون، نايو ميندِيءَ ڏارَ. (شاهہ)
2- وهي منجهين وڳَ، ڪتوريءَ ڏارَ چَوِي. (شاهہ)

**ڏارُ** قاتي پوڻ.
1- مينهن جي پوڻ ڪري، پٽ ۾ ڏارُ پئجي ويو آهي.
2- ڪو تہ سبب آهي، جو اوهان ٻنهي جي وچ ۾ ڏارُ پئجي ويا آهن.
3- تو هنن کي ناهيو تہ ڪونہ، ويتر منجهن ڏارُ وِجهي آئين.
4- همراه کي مَٿي ۾ ڌَڪُ اهڙو لڳو آهي جو مَٿي ۾ ڏارُ ٿي پيو اَٿس.

**ڏارُ** هيڻائي يا ڪمزوري.
1- يار! ڏي خبر نيڪ تہ آهين، اڪيون ڏارَ ڏئي ويُون اٿئي.
2- دوست! اهڙو بيمار هئس جو، اکين ۾ ڏارَ پئجي ويا آهن.
3- يار! جوانِي وئي هاڻي مُنهن ۾ ڏارَ نہ پوندا تہ ٻيو ڇا ٿيندو.

**ڏِريو** خوف زده يا ڊِنَلُ.
1- ماڻهو تمام ڀَلو اٿئي، متان ان کان ڏريو آهين.
2- بَدِ امني ڪري رات جو هميشہ ماڻهو ڏريو رهي ٿو.

**ڏِريو** ناراض.

1- ياءِ! بابا جي مُنهن تي هينئر متان چڙهين، توتي ڏريو وينو آهي.
2- يار! هُو مون تي اڳ ۾ئي ڏريو وينو آهي، وَرِي تو اُن ڏانهن موڪِلين.

**ڏِريو** کٽڪ جو ڏريو. ڪاٺ واسطي استعمال ڪبو آهي.
گهڻو ڪري بيمار ماڻهو ڏريو ڪاٽيندا آهن، پر ڪڏهن ڪڏهن ماڻهوءَ جي دل چوندي آهي ته، گهر ۾ به شوقيه طرح ڏريو رڏائي ڪاٽبو آهي.

**ڏريو** قاتو.
1- حيدرآباد جو تاريخي قلعو سڄو ڏريو پيو آهي.
2- هي سڄو دَرُ ڏريو پيو آهي، اِنهيءَ کي چا ڪندس.

**ڏَرو** ڊڄو.
ڏاڳها ڪي مَ ڏرو، اَچا آرياڻِي اڳي تيو. (شاهه)

**ڏَرو** ڪڏ يا قاتُ.
1- اول ڏرو ڪوٽ، پوءِ ان ۾ توٽِي وجهي بند ڪري ڇڏ.
2- يار! پيٽ ۾ ڏرو پئجي ويو آهي، سياڻي اڇجانءِ ته بند ڪَيُون.
3- جيستائين اهو ڏرو بند نه ڪندا، تيستائين پاڻي ايندو رهندو.

**ڏَرُ** ٻِر.
زمين ۾ ڪڏ، پر اُها ڪڏ جيڪا اندر پورِي هوندي آهي.
گهڻو ڪري جهنگلي جانور، نانگ بلائون انهن ڏَرَنِ ۾ پناه وٺندا آهن ۽ رهندا آهن.
نانگَ نه ويندين نڪري، تو ڏَرَ مَتي پير. (شاهه)

**ڏَرُ** ڪپڙي جو حصو يا پاڳو.
اڳئين زماني ۾ ماڻهو سلوارون (سٿڻون) ڏرن جي حساب

سان پائيندا هئا.

1- اَبا! ڪتي اهڙو حملو ڪيو، جو سٿڻ جو ڏُرُ ڪڍي ڇڏيائين.

2- اُستاد! بس چئن ڏرن واري سلوار ڪري سبجو.

**ڏُرُ** گهٽو ڪائيندڙ يا هِيچي يا پيتي.

ڇوٽي آهي ته فلاڻو ماڻهو ته ڪائڻ ۾ ته يار ڏاڍو ڏُرُ آهي. معنيٰ گهٽو ڪائيندڙ يا پيتي آهي.

**ڏَرُ** ڊڄ، خوفُ ڪر، ڊپُ ڪر.

1- ٻيلي خدا ڪان ڏَرُ، ايڏو ڪوڙُ نه هڻ!

1- سُڪـين تـيءَ مَ سَنَري، پَسِي ڏُکَ مَ ڏَرُ. (شـاهـ)

**ڏَرُ** پِٽ شاهه ويجهو هڪ ماڳ جو نالو.

1- ڏلهي ڇَڏيائين ڏَرُ ڪي، پاڻي پَريائين پَلَ. (شاهه)

**ڏاها** حڪيم يا طبيب يا ويڄ.

**ڏاها** سدورا، سياڻا يا نيڪ يا سُلڇڻا.

1- ادي! منهنجا سڀ پُٽَ، ڇَئي وارا ءِ ڏاها آهن.

2- پُٽَ! ڏاها ٻار ضد اصل ڪونه ڪندا آهن.

3- ڪي ڪي ماڻهو ڏاڍا ڏاها ءِ پيارا هوندا آهن.

**ڏاها** اٽڪلي.

1- اَبا! اهي ڏاها ماڻهو اٿئي، ناني به چون ءِ چوندڙي به هڻن.

2- يار! اهي اهڙا ڏاها اٿئي جو پنهنجن پئسن هوندي به، ٻين جي کيسن ءِ پئسن تي پيٽ پاليندا اٿوَ.

3- پاڻ کي هروڀرو تا ڏاها سمجهو، پر آهيو بالڪل بيوقوف.

ڏاها جو واحد ڏاهو.

**چوڻي:** ڏاهو ڪانءُ، ٻٽنگو ڦاسي.

**ڏاها** سياڻا.
الا! ڏاهِي مَر تيان، ڏاهيُون ڏُک ڏسن. (شاهه)

**ڏُتا** تلها يا متارا.

**ڏُتا** ڪوڙا دلاسا يا ڪوڙا آسرا يا گُشا.

**ڏُڏُ** بيوس! محتاجُ يا مسڪينُ.
1- ڏُڏُ تِي ڏانُ ڪُهُرج تون، چَڏِ وِچا وِجائي، (شاهه)
2- تون سَپَڙُ، آئون سيڪَڙو، تون ڏاتار، آئون ڏُڏُ. (شاهه)
3- آهيان ڏُڏُ غمن گڏُ، سچا سڏ سٽج تون. (ميان سرفراز)
4- جيڪي ڏُڏَنِ ڏئي، ڳُجهيانِئِي ڳُجهَ ۾. (شاهه)

**ڏُڏُ** جَڏو يا بي عقل يا چَٽُ.
1- هو نئون ڪلارڪ بہ صفا ڏُڏُ آهي، ڪجهہ بہ نٿو اَچيسِ.
2- آئون ننڍي هوندي، حسابن ۾ صفا ڏُڏُ هوندو هوس.
3- استادن جائِي اڪرَ ڏُڏُ آهن، تہ شاگردن جا وِري ڪهڙا هوندا.

**ڏُڍُ** تسلي يا خاطري يا آٿَتَ يا سَهارو.
1- ڏُکُ ڏُکِي ڪي ڏُڍُ، جن ڏِني سي ڏُکِيا ٿِيا. (شاهه)
2- جَنهن کي ڏُڍُ نہ ڏانءُ، سا ڪِيئن ڪاٽي ڏِينهَڙا! (شيخ اياز)

**ڏُڍُ** چمڙيءَ جي بيماري.
ڏُڍَ جي بيماري جسم جي چمڙِي تي ٿيندي آهي. جيڪا ريٽي وانگر گول نظر ايندي آهي.

**ڏاگهُ** ڍِگهو.
1- هيڏو ڏاگهہ اچي ٿيو آهِين، پر عقل ڪونہ سَکيو آهين.
2- همراہ تہ ڏاگهہ پيو ڏسڻ ۾ اَچي.

3- اهو ڏاگھُ اٿئي، عقل ڪونهيس، ڇڏي ڏيس.
ڇوڻي: ڏاگھ (ڊگھو) ماڻهو خام خواه جو معتبر.

ڏاگھُ
ڏنبُ يا ساڙو.
آءُ اوراهُون سُپـريـن، ڏکـيءَ ڏيـجَ مَ ڏاگـھـُ. (شاهہ)

ڏُکُ
اَرمانُ يا افسوسُ.
1- هُيَسِ جي سِيـاءَ، تـہ ڪَيُمِ ڏُکُ ڏيـرن تـي. (شاهہ)
2- مـون مـاڙيَ جو، سومرا! ٻـنـين پـارين ڏُکُ. (شاهہ)
1- پنهنجن جو ئي ڏُکُ ٿيندو آهي، ڏارين تي ڪهڙي ميار!
2- ڏُکُ رڳو هڪ اٿم، جو اڃ تائين مون کي نہ سمجهي سگهيو آهين.

ڏُکُ
تڪليف يا صدمو يا سَختِي.
1- نمـي ڪـمـي نـهـارِ تُون، ڏمَرُ وَڏو ڏُکُ. (شـاهہ)
2- ڏُکُ تہ ڏنو هومِ ڪونہ، سُکُ تہ سڄڻن جو مُورُ نہ سَنبران.
(محمد فقير کتياڻ)

ڏِيارِي
هندن جو ڏڻ.
ڏِئـي ڏِيـارِي، سـامـونـڊيُنِ سـڙه سـنـبـاهـيـا. (شاهہ)

ڏِيارِي
وئي ڏني.
1- بس يار! مَس مس الله نوڪري ڏياري آهي.
2- فيصلي وارن زمين مون کي ڏياري آهي، جو منهنجو حَقُ هو.

# ڊ

ڊَنڊَ
ڇڊو ٻوڙ.
1- امان! ٻوڙ اَهڙو رڌيو اٿئي جهڙي ڊَنڊَ.
2- اُستاد! هيڏو سارو خرچ ٿيو، پر ٻوڙ جي ديڳ اهڙي رڌي اٿئي جهڙي ڊَنڊَ!

ڍنڍ
پاڻي جمع ٿيڻ جو هنڌ.
جهڙوڪ: منڇر ڍنڍ يا ڪِينجهر ڍنڍ.

ڍنڍ
پاڻيءَ جو قدرتي تلاءُ.
اها زمين جنهن جي چوڌاري سُڪي هجي ۽ وچ ۾ پاڻي هجي، تنهن کي ڍنڍ چئجي.
1- سائر ٻوڙي سهڻي، نه ڍوري نه ڍنڍ (شاهه)
چوڻي: ڍنڍ جا پکي ڪڏهن هِن طرف ڪڏهن هُن طرف.

ڍنڍ
نغارن ۽ دُهلن تي وڄت جو هڪ انداز.
نغارن ۽ دهلن تي محرم مهيني ۾ ڍنڍ وڄائبي آهي ۽ ان وڄت تي ماڻهو يا حسين يا حسين چوندا آهن (ڍڍ)

ڍَڪِي
پردي ۾.
1- پرين تُنهنجي پاند، ڍولا! ڍَڪِي آهيان. (شاهه)
2- ڍولي ڍَڪِي آهيان. هُيسَ اُگهاڙي. (شاهه)
چوڻي: ڍَڪي، ڍِڪي آهي.

ڍَڪِي
پره ڦُٽي يا اَسُر.
1- اول خير! سِڄُ اُبرڻ کان اڳ ڍڪيءَ مهل هَرَ شروع ڪنداسين.
2- اسان هاري هميشه ڍڪيءَ مهل اُٿندا آهيون ۽ پنهنجو ڪم ڪار ڪندا آهيون.

ڏَڪِي
بند ڪئي.
ڏيءُ! تو تڪڙ ۾ کير جي دَڪِي ڏَڪِي ڪانہَ، تنھن ڪري کيرُ ٻلاڀِي ويا.

ڍورَ
پاليل جانور.
1- مُنھُن ڪو منجھارا، ٻَھَرا ڍُونڊِ مَ ڍورَ جِنءِ. (شاھہ)

ڍورَ
ڍورو.
ڪَرِڪي ڳالھڙِيُون، ڪندا! ڍورَ ڏٿِينِ جُون. (شاھہ)

ڍارَ
هيٺ ڏانھن ويندڙ واٽ.
1- ڍولُ تَنين ڍارَ، ھيتاھُيون ھلن جي، (شاھہ)
2- ھِن مُنـد مارُو سَنِرا، ڍنگرَ ڍارَ رَھَنِ. (شاھہ)

ڍارَ
ھلڻ جو انداز.
1- ڍورَ نہ اَڳئين ڍارَ، مـھَنـدِ مَلاحَن تڪيو. (شاھہ)
2- اَڄُ نہ اڳئين ڍارَ، ڪَرھو جيئن ڪالھہ ھو. (شاھہ)

ڍِڳَ
ڍيرَ.
ويـھي وڏي ڍِڳَ مان، ڏُٿِي وِجھج ڏُوڙِ. (شاھہ)
چوٹي: اِھا جي رَوشِ اختيار ڪيئہ، تہ وينو بہ ڍِڳَ ھوندين.

ڍِڳَ
گھٽا.
1- اَڄُ تہ شَھرَ ۾ اَنبن جا ڍِڳ لڳا پيا ھُئا.
2- ڏِيءُ! مانيُون جا ايترا ڍِڳَ جو پچايا اَٿئي.

# ر

**رَتْ** بيزار ڪرڻ.
1- رُئاري رَتُ ڪَياسِ، هن ڪَڌ اتُوري ڪَرهي. (شاهه)

**رَتُ** مِتي مائِٽي، عَزازتَ.
1- اسين سڀ پاڻ ۾ رَتُ آهيون ڪوبه ڏاريو ڪونهي.
2- غريبُ آهن تہ ڇا ٿيو؟ پَرَ پنهنجو رَتُ تہ آهنِ.
**ڇوٽي:** رَتُ دانگيءَ تي بہ ورپو پوي.
**ڇوٽي:** اڳي تيل پَرندو هئو، هاڻي رَتُ پيو ٻَري.

**رَتُ** خُونُ.
1- جيڪي ماڻهو ٻين لاءِ رَتُ ڏين ٿا، سي وڏا نيڪ آهن.
2- هَلو تہ هَلي اسپتال ۾ همراه کي رَتُ ڏِئي اچون، مَنَ حياتي بچي پويس.
3- ڏَڪُ اهڙو لڳو اٿس، جو رَتُ بهيسِ ئي نَٿو.

**رَسِيُون** پهتيون يا پڳيُون يا رَسي وَٽُون.
1- هِتان ڪَٽي هُت، جن رکيو، سي رَسِيُون. (شاهه)
2- باسي پِئي ٻَنگُ، رِڙهي چام رَسِيُون، (شاهه)

**رَسِيُون** نوڙيُون.
1- رَسِيُون قابو ڪري ٻڌ جو، مَتان قناتُون ڪِري نہ پَونِ.
2- بابا! ديڳيُون تيارُ آهن، رَسِيُون ڪٽي اچو، مانِي چَني ۾ پُهچايون.

**رِيتِ** رسمَ يا رواجُ يا پِرِ.
1- اسان جي اها ريتِ آهي تہ، دُشمن تَڏي تي ايندو تہ بہ عزت وَٺي ويندو.

2- سنڌي ماڻهن جي ريت آهي، تہ مهمان کي مانِي ضرور کارائيندا آهن.
3- هر ڪنهن قوم جي ۽ ملڪ جي پنهنجي پَنهنجي رسم ۽ ريت آهي.
1- ايءَ نہ مارن رِيت، جيئن سيڻ مٽائن سونَ تي. (شاهہ)

رِيتِ نمونو يا طريقو يا ڍَنگُ.
1- جهڙي رِيت تون ڳالهائين ٿو اِها ريت سُني نٿي لڳي.
2- تو واِري ريتِ کي آئون چڱي طرح سڃاڻان ٿو.
3- صبحاڻي ڪنهن بہ رِيتِ توکي مون وٽ پهچڻو آهي.
4- يارَ! صلاح ڏي، بابا سائين کي ڪهڙي رِيت پرچايان.
1- مون سين مارُوئڙيُون، ڪهڙي رِيتِ رُسنديُون. (شاهہ)
2- سِکو سِپُنِ کان، سرتيون رِيتِ سِڪَڻ جي، (شاهہ)

رُلي ڌڪا کائي، ٿاٻا کائي، هلي هلي، پِني پِني.
1- ابا هيئنر شهر مان رُلي پني آيو آهين.
2- هيءَ ٻڪري هتي ڪنهن جي رُلي مُئي آهي.

رُلي نياڳي، رُليل.
رُلي پانيئين راند، ٻانيڻ عشق ٻروچ جو. (شاهہ)

رَنگُ روحاني ڪيفيت.
1- لَڳو رَنگُ، روحلُ چوي اندر آديسين، (روحل)

رَنگُ ميلو يا ميڙو يا محفل.
1- لڳو رنگُ روحل چوي، اُتِ آديسين اَپارَ، (روحل)
2- روحلَ لڳو رَنگُ، تِن لاهوتين لقاءَ جو، (روحلُ)

رَنگُ حالُ يا همت.
1- دائودِي ديُون ڪَري، دَنڪَنِ ڪونهي رنگُ، (شاهہ)

**رِنگ** رگت.

**رهو** تکو، ترسو.

1- اَڄُ رات اسان وَٽ رَهو، صبحاڻي تِي وَڃجو.

2- اَچا ٻَئي ڏينهن رَهو، مَس مَس تہ آيا آهيو.

3- اسان جا ماڻت تِي وري ٻين وَٽِ تا رهو. اِها سُٺي ڳالهہ ناهي.

**رَهو** ٻوڙجو رَسُ.

1- اَمان! ٻوڙَ ۾ رَهو گهٽو ڏجانءِ، اڄ ڏاڍي بُکَ لڳي آهي.

2- پيڻُ! ٻوڙ جو رَهو مڙوئي گهاٽو ڪجو، جو مهمان تا اَچن.

3- يار! هتان تہ منهنجي بَدلي ڪراءِ، هِتي تہ ڪَمُ ڪري ڪَري منهنجو رَهو نڪري ويو آهي.

**رِڻُ** سُڃو پَٽُ يا ويران هنڌ.

1- اَبا! هِتي تہ رِڻُ لڳو پيو آهي، پاڻيءَ جو تہ ڍُڪُ بہ نَٿو ملي.

2- هن سال برسات ڪانہ پئي، جَبَلُ ءِ ٿَرُ جهڙ رِڻُ لڳا پيا آهن.

1- پِٽين پارَ ڪَڍِن، رِڻ گجيو راڙو ٿيو. (شاهہ)

2- چَپَرَ جِتَن پَهُون، تِتَن رِڻُ ڳِجُهن رانئيو. (شاهہ)

3- رِڻَ ۾ رَتو چاڙهِ، چاڪان تئين چيڳرا! (شيخ اياز)

**رِڻُ** ظلم يا ستمُ يا بيدادُ يا ناانصافي.

1- يارَ! رات جو ننڊ ئي نٿا ڪَيون، چورن رِڻ ٻاري ڇڏيو آهي.

2- بَس ويچاري لاءِ رِڻُ تِي ويو! هڪڙو پُٽُ هوسِ، سو بہ خدا ڪسي وَرتس.

1- راڻي رِڻ ڪَيو، جيڏيُون مُنهنجي جيءَ سين، (شاهه)

رَهُون — جبل ۾ اٿندڙ لَٽ.

1- رائو، رِڄَ، رَهُون، جتي نِيهان نڪٿِي (شاهه)

رَهُون — تِڪُون، تَرسُون.

1- يار! وَڃڻ جا مُنهن آهن. ڏسُون ڪيترو وقت ٿا رهُون.

راهو — هڪ ذات جو نالو.

راهوءَ — راڄَ سان رهائيندڙ، سَردارُ يا سَخِي.

1- ڏيندءِ لَڪَ لطيف چئي، راڄَ راهوءَ جي رَسُ، (شاهه)

2- راهوءَ جا رهيامِ، سنيها سرير ۾. (شاهه)

3- راهُو تنهنجي رِيتِ، پَرڪنديِن پِڌرِي. (شاهه)

رَڃَ — ٽانوَ. آوِيءَ (نهائينءَ) ۾ ڪنيار جا ٺهيل ٿانوَ.

1- پَڪا رَڃَ ڪنيارجا، پَڪِي نِيهائين. (شاهه)

رَڃَ — مضبوط ڄارَ.

1- سَبَرَ ڏارِ سَمُندَ جا، ڪي رائُون رَگيُون رَڃَ. (شاهه)

رُلِي — آواره گرد رهي.

1- آخر مينهن رُلِي رُلِي، رات جو پاڻ ئي پُهچي وئي.

نوٽ: هڪڙو ٻهاڪو آهي ته پِلِي پِلِي پاڻ آئي، سا به نه پِلِي.

مون وري هڪ پنهنجو ٻهاڪو جوڙيو آهي ته:

چوڻي: رُلِي رِلِي پاڻ آئِي، سابه نه رِلِي.

رُلِي — پريشان ٿي، يا تڪليف ۾ اچي.

1- يار! رُلِي رُلِي تڪو آهيان، پر ڪٿي به نوڪري نٿي ملي.

2- هاڻي ته يار رُلِي وياسين، چاٻيون (ڪنجيون) ته الائجي ڪٿي، ڪِري پيُون.

رِهاڻِ — ناز ٻوءِ.

رِهاڻ — ڪچهري، محفل.
1- پـيــهِي جا پــاڻَ م، ڪـيـم رُوحَ رِهــاڻِ. (شــاهـ)
2- رَتــيءَ جي رِهــاڻِ، جيءُ اَڙايَم جت ســين. (شــاهـ)

رَستو — دَڳُ يا واٽَ.
1- يار! هاڻي پاڻ واري ڳوٺ جو رستو تمام زبون ٿي ويو آهي.
2- جيـڪڏهـن ائين آهي ته پوءِ اَڄ کان تنهنجو رستو الڳ ۽ منهنجو رستو اَلڳِ.
3- پيارا. آئون ته مُنجهي پيو آهيان، ڪو ته رستو تون به ڏسِ.

رَستو — طريقو يا نَمونو يا ڍَنگُ.
1- جيـڪڏهـن تـو اهـو رستـو اختيـار ڪيـو تـه پـوءِ تو بـه نوڪري ڪئي!
2- صاحب سان ملڻ جو رستو توکي مان ٿو ڏسيان، تون رڳو همت ڪر.
3- اَبا! اوهان وارو رستو ڏٺيو! مون کي هاڻي ڇڏي ڏيو.
4- پيارا! اهو جي رستو وَرتُوَ، ته پوءِ ڍاڪُون پَريو!

رَسُ — ڪمند جو رسُ يا انب جو رَسُ يا گُلن جو رَسُ.

رِسِ — نوڙ.

رس — ناهه يا خير ٿيڻ يا ڪير ڪندِ ٿي وَڃڻُ.
1- هاڻي ٻئي ڏريون پاڻ ۾ رَسُ ٿي ويون آهن.
2- اجا يارَ! ماما ۽ بابا وارا پاڻ ۾ رَسُ نٿا ٿين.
3- جيـڪڏهـن وِچ وارا رَسُ نـه ڪرائيـندا، تـه يـار ٻنهي ڳوٺن کي ڏاڍو نقصان رسندو.
4- اَدي! شُڪـر آهـي جو ٻَئــي زال مُڙس پــاڻ ۾ رَسُ

(خوش) آهن.

**رَسُ** ڳائڻ.

1- يار! اڄ هُن ڳوٺ ۾ رَسُ آهي ضرور ٻڌڻ هلنداسون.

2- يار! اُستاد سريلو ڳائڻو هئو واهه جو رَسُ لڳس.

3- اَبا! شاديءَ ۾ کو رَسُ بہ ٿيندو يا رڳو ڀَتُ کارائي روانو ڪندين.

**چوڻي:** راڳ، رَسُ ۽ ڀَتُ، ٽريا تہ ڇُٽا.

**رَسُ** پهچ، پهچي وڃ، حاضر ٿي.

1- جي ڀُلايون پاڻ، تن کي رَسُ رسيلا راهہ ۾ (شاهہ)

2- جت انڌيون اوطاقون، تت ڪاهي رسج ڪارڻي (شاهہ)

3- رهيس رَسُ لطيف چئي، تنهن ڪميڻي ڪاهي. (شاهہ)

**رَسُ** ٻوڙ جو رَسُ.

جنهن کي سنڌيءَ ۾ ٻهراڙيءَ جا ٻهڳڻا ماڻهو رَهو ۽ لاس بہ چوندا آهن.

**راڻو** وڻندڙ شخص.

1- تون تہ منهنجو راڻو پُٽ آهين، ماءُ جو ڪَمُ تون نہ ڪندين ٻيو ڪير ڪندو.

2- ادي! هي منهنجو راڻو پُٽُ اَٿو، منهنجو وَڏِ ۾ وَڏِ خيال ڪندو آهي.

3- راڻي کي ڪنهن بہ وقت هَڪل ڪبي تہ هليو ايندو بيهندو بِنہَ نہ، جهڙو راڻو نالو اٿس تهڙوئي راڄ ۾ راڻو آهي.

**راڻو** راڻو، مهندر سنگهہ يا مينڌرو. مومل ۽ ڪاڪ محل جو فاتِحُ.

راڻو پنهنجي شجاعت، بهادريءَ، عقلمندي، هوشياري، جمال ۽ ڪمال ڪان اهڙو تہ نامور، معتبر ۽ وڏو نانءُ آهي

جو لطيف سائين جهڙي عظيم کان عظيم شاعر ٻه هن لاءِ خاص انداز ۾ شعر چيو آهي، بلڪ سُرُ ٻه ڏنو آهي جنهن جو نالو سُرُ راڻو رکيو اٿس ۽ پنهنجي رسالي ۾ هِن سُرَ کي خاص جدا جاءِ ڏني اَٿس.

1- سوڍا تو ۾ ساهه، نه ته راڻا گهٽائي راڄ ۾. (شاهه)

2- راڻو رات نه آئيو، ويلَ ٽَري ويئي. (شاهه)

3- هڪُ ڏُنگا ڏاڏاڻا، پيو موٽيو تان نه مينڌرو. (شاهه)

**راڻو** سُرَجو نالو.

هي راڳ ٻه شاه سائين جو ايجاد ٿيل آهي. جيڪو اَسُرَ جي مهل ڳايو ويندو آهي.

معلوم هجي ته هي راڳ سنڌ ۾ ڪڇ وارن علائقن کان سواءِ مشرقي موسيقيءَ ۾ ڪٿي ٻه ڳايو نه ويندو آهي ۽ نڪو اُتي اهو سُرُ آلاپيو ويندو آهي. سنڌ ۾ خانصاحب استاد منظور علي خان راڻو ڳائي ويو. ان جهڙو راڻو اڄ تائين نه ڪنهن ڳايو آهي نه وري ڳايو ويندو.

البت محمد يوسف ۽ محمد جمن ٻه راڻو واه جو ڳايو آهي.

افسوس جو اِهي ٽئي سنڌ جا سهڻا ڳائڻا اڄ اسان وٽ موجود ڪونهن.

1- اُستاد! اڄ ته راڻو ٻڌاءِ، ڪافي ڏينهن گذري ويا آهن.

2- دوستو! هاڻي آخر ۾ اوهان کي راڻو ٿو ٻُڌايان.

3- راڻو ٿو ڳائين يا ڪڳيُون ٿو هڻين، ائين راڻو ٿوروئِي ڳائبو آهي، جيئن تون ٿو ڳائين.

**راڙُ** شفقت يا عارُ.

1- صاحب! جو وڏي پُٽ تي وڏو راڙُ آهي.

2- الله جي مهرباني آهي، جو سچائي ڪري ڳوٺ وارن

جو مڙوئي مَتَمِ راز آهي.

3- اڳي صاحب جو مون تي پورو ڀَروسو ۽ راز هئو، ليڪن هاڻي اٿين ناهي.

**رازُ** ڳُجهه.

1- تون تہ يار! منهنجي اندر جو رازَ آهين.

2- اهو رازُ رازَ ۾ رئي رهڻ ڏجان، متان ٻين نسان سلين.

3- ڏاڍي غلطي ڪيم، جو هُنن کي پنهنجو سمجهي مون پنهنجي دل جو راز سندن اڳيان رکيو.

**راز** حقيقت کولي پڌري ڪرڻ.

1- رَبابيءَ جو رازُ، خالص ذبيح خليل جو. (شاهہ)

2- رازُ ڪيائين راءِ سين، ڪنهن موچارِيءَ مَحَلَ. (شاهہ)

**رازُ** مرضي يا اختيارُ

1- اهو تنهنجو پنهنجو رازُ آهي، نوڪري ڪرين يا نہ ڪرين.

2- بابا! تون منهنجو وڏو پُٽ آهين، مون کي تنهنجو ئي راز رکڻو آهي.

3- اهو تنهنجو راز آهي تہ روزا رکين يا نہ رکين، آئون زور ڪونہ ٿو ڪيانءِ.

4- تون ڪڏهن بہ مون کي سمجهي نہ سگهندين، آئون پنهنجي رازَ جو راڻو آهيان.

**زَنگُ** ڪَٽُ.

پراڻن هٿيارن تي صفائي نہ ڪرڻ ڪري مٿن زنگُ (ڪَٽُ) چڙهي ويندي آهي. هوبهو ڪا لوه يا رُڪ جي شئي هوندي آهي. ان کي صاف نہ ڪبو تہ مٿس ڪَٽ چڙهي ويندي.

1- لوهِي دروازا آهن، زنگ چڙهي ويو اٿن، رنگ

لڳائي، پوءِ لڳايو.

2- بندوق تي زنگ چڙهي ويو آهي، صاف ڪري رکو.

**زَنگُ** دُشمني، مخالفت، وير.

1- اسان تہ توهان کي سڀ ڪجهہ معاف ڪيو، پر اوهان اجان زنگ رکندا اَچو.

2- اوهان سان تہ اسان جو زنگُ آهي ئي ڪونہ، توهان تہ اسان جا مُحسنَ آهيو.

3- دل ۾ زنگُ رکڻ شڪست آهي ۽ دل صاف ڪرڻ فتح آهي.

**زَبَرُون** ڏَڪَ.

هَٺي حاڪِمِنَ کي، زور پريُون زَبَرون. (شاهہ)

**زَبَرُون** اعرابُون.

ڪنهن اکر جي مٿان زَبرَ ڏبي آهي تہ ان کي اَعرابَ چئبو آهي.

زيرُون، پيش، زبَرُن اهي سڀ ٻولي جون اعرابون آهن.

# س

**سَنگُ** صُحبتَ.

1- جيڪا ڪندي سَنگُ، مون جئَن ٻاروچَنِ سين. (شاهہ)

2- سامِين سگَ ڪُلهن تي، سَنگُ مڙوئِي سُورُ. (شاهہ)

**چوڻي:** سَنگَ تاري، سُنگُ ٻوڙي.

**سَنگُ** مِنو قلَ يا سُنو نتيجو.

1- وينِيَنِ ناه وراڪو، سُتِيَنِ ڪونهي سَنگُ. (شاهہ)

**سَنگُ** جوئَر جو سَنگ يا ٻاجهري جو سَنگُ يا مڪائي جو سَنگُ يا ڪٽڪ جو سنگُ.

**سُنگَ** سونَ جون ڏبليُون.

1- جي اُڏمِئو اَچُ، تہ وَسندو سُون سُنگَ. (شاهہ)

**سُنگَ** گڏجي ڳائڻ يا تولن ۾ ڳائڻ.

صوفي بزرگن جي درگاهُنِ جا فقير، سُنگَ (گڏجي) ۾ ڳائيندا آهن. معنيٰ تولن ۾ پاڙ ۾ گهٽا ٿي گڏ ڳائيندا آهن.

**سَرِي** حاصل ٿِي، دستياب ٿي.

1- سُورُ جنِين ڪي سريو، سَرِي تَنِ صحتَ. (شاهہ)

**سَرِي** گُدِري، پَلِي.

1- اسان تان نہ سَرِي، تو ڪيئن سَرِي سپرين؟ (شاهہ)

2- سَرِي نہ منهنجي سِير سواءِ، ساموندِيءَ سان منهنجو سنگُ! (شيخ اياز)

**سَرِي** ساري بدن جا زيور مليا.

**سِرِي** ٺٽي ٻولاخان جو هڪ مشهور ڳوٺ.

1- تَنِ سَجِي ساهِہ سَرِي، جِنِ ماريو نفسُ ماٺِ سِين. (شاهہ)

**سَري** تَڳي يا هَلي چَلي.

1- وَنـهـيِن ويـڙيـچَن جي، سِتـائِنِ سَري، (شـاهـ)

2- سـوڍي رِءِ، سرتـيـون! هَڏ نـہ سـاهـہ سَري، (شـاهـ)

**سَري** شراب.

1- سَري ڪين ڪيونِ، ويـڻ موڪيءَ جي مـارَيا! (شاهہ)

2- مَ ڪِرَ سَڏ سَري جِي، جي تون تـارئين تـوهُ، (شـاهـ)

**سَري** محبت ۽ سِڪ جي چشمي مان.

جن تـي پيءَ پـيـاريـو، مـنـجـهـان سِڪ سَري (شاهـ)

**سَلو** ٻوٽو.

هاري جڏهن زمـين ۾ ٻجُ ڇَٽي ڇڏيـنـدا آهـن، تـہ تـورن ڏينهن کان پوءِ ٻجَ مان سَلا اُپرڻ شروع ڪندا آهن.

**چوڻي:** سَلو اُهو پَلو، جو اَنگوران پَلو.

**سَلو** معاوضو.

1- هيتري تـوسان مدد ڪئي اٿم، پـوءِ بہ وڙهين وري مون سان پيو. واه جو سَلو ڏنو اَٿِئي.

2- محنت جو سَلو، ڪَڏهن نـہ ڪَڏهن ضرور مِلڻو آهي.

3- قدرت هر نيڪِيءَ ۽ بَدِيَ جو سَلو ڏئي ٿِي.

**ساري** يادِ ڪري، ساريس.

1- مـوملَ ويـنِـي مـيـنـڌرو، سـدائـين سـاري، (شـاهـ)

2- اڄ ڪِ ڪـالـهـہ مَري، سـاري سانـپـيـڙنَ ڪـي. (شـاهـ)

**ساري** سموري، سڄي، سموريون، سَڄيون.

1- سوڍي سِين سـاري، ڳالهيون ڪَنديَس ڳُجهـہَ جون. (شاهہ)

**سوڍو** راڻو. راڻـو اصل ۾ ذات جو سـوڍو هو. مـومل واري راڻـي جو پيو نالو سوڍو هو.

1- سـوڍا تـو ۾ سـاه، نـہ تـہ راڻا گـهـٽـائِي راڄَ ۾. (شـاهـ)

2- سـوڍي رِءَ، سـرتـيُون! هَڏ نـہ سـاهَ سَري، (شـاهـ)

3- روءِ راڻي جي ناهِ ڪو، سوڍو سَيَنِ سُونهَن. (شاهه)

سوڍو سياڻو يا دلير.

1- ادي! منهنجو هيءُ پُٽُ سوڍو اٿئي، مون ڪي ڪنهن به قسم جو جواب اصل نه ڏيندو آهي.

2- اَبا! تون ته منهنجو سوڍو پُٽُ آهين، گهرَ جو ڪم ڪار تون نه ڪندين ته ٻيو ڪير ڪندو.

چوڻي: سوڍا پُٽَ ڪُسندا آهن، پر جُهڪندا ناهن.

سَگها تندرستُ يا صحتمند يا نوبَنا.

1- جي پَندي پاريائون، ته سِگهائِي سگها ٿيا. (شاهه)

2- سَگها ساعَتَ نه هيڪڙِي، چارئي پَهَرَ چُورِ. (شاهه)

سَگها طاقت وارا يا زور وارا.

1- اسان فقير ماڻهو، توهان سَگها ماڻهو، پاڻ ڪڏهِن به گڏهِلي نٿا سگهُون.

2- دنيا ۾ ڪي ڪي ماڻهو بظاهر طاقت وارا ڏسڻ ۾ ايندا آهن، پَرَ باطن ڏاڍا بزدل هوندا آهن.

سَنُ سال، وَرهيه.

1- افسوس! جو توکي پنهنجي ڄمڻ جو به سَنُ ياد ڪونهي.

2- مون کي اهو سَنُ به ياد آهي، جنهن سال سنڌ ۾ ڇتي ءِ ڪاري ٻوڏ اچي.

سَنُ هڪ جيڏو يا هَمُ عُمرِ.

1- احمد ءِ آئون پاڻ ۾ سَنُ آهيون.

2- بابا ءِ ماما به ذري گهٽ اچي پاڻ ۾ سَنُ ٿيندا.

سَنُ هڪ شهر جو نالو. ضلعي ڄامشوري ۾ آهي.

سِٽيا سِٽيَ وارا.

1- اَمان! اڄ اُقراڻا ڏاڍا سِٽيا پچايا اٿئي.

2- وارن ۾ اجايو گهڻو تيل وڌو اٿئي، تڏهن سٽيا ٿيا اَٿئي.
3- تيلُ ٿو گهڻو استعمال ڪرين، تڏهن تا ڪپڙا بہ سَٽيا ٿِينئي.
1- ٻانهو تا ٻانهن ۾، سينڌ سَٽيا وار. (شاهہ)
2- اَٽيا سَٽِيا نہ ڪري، سُونهَن وِڃانسِ سُورَ. (شاهہ)

سَٽيا — دولت مند يا ملڪيت وارا.
1- تون سَٽيو، تہ تنهنجا دوست بہ سٽيا، اسان فقير تہ اسانجا دوست بہ فقيرَ.
2- اهي سَٽيا ماڻهو توکي سٽيا ٽُڪَرَ ڪارائي، جيڪو حال اٿئي سو بہ ڪَڏي ڇڏيندوءِ.

سَماءُ — خبرچار يا حال احوال.
1- پُٽ! تون ٿي ڏينهن ٻنيءَ تي رَهہ، تہ مان ڳوٺان سڌ سماءُ ڪري اچان.
2- ادا! ڏي خبر ڪراچي جو سماءُ ڪيئن هو.

سماءُ — نَظرداري ڪرڻ.
1- تون مينهُن جو سماءُ ڪر، تہ آئون تنهنجي گهران ماِني ڪِٺي اَچان.
2- يار! دڪان تي پيو سماءُ ڪجان، آئون جيستائين گهران ٿي اَچان.
3- بابا! تون هن سامان جو ويهي سماءُ ڪر، تہ آئون ٽڪيٽون وٺي اچان ٿو.

سُلوڪُ — رَويو.
1- اوهان جو سلوڪُ اسان سان اڳئين جهڙو بالڪل ڪونهي.
2- جهڙو ماڻهن سان اوهان سلوڪُ ڪندا، اهڙوئي

سلوڪ ماڻهو اوهان سان ڪندا.

3- منهنجو اڪثر ڪري هر دوست سان سلوڪُ ساڳيو هوندو آهي.

**سُلوڪُ** شعر ۾ چيل خيال.

سامي جا سلوڪ سنڌي ادب ۾ وڏو مَقام رکن ٿا. سنڌ ۾ شاهه، سچل ۽ سامي وڏا عظيم شاعر آهن.

سامي جا ڪي چند سلوڪ عرض رکجن ٿا.

1- محبت جي ميدان ۾، پئڙا جي پيغام،
سي جاڳڻ ڪان آڪرا، نيٺين ننڊ حرام،
اَنگ نہ اوڍِن ڪپڙا، طلب نہ رکن طعام،
جهڙا منجهہ ماتام، تهڙا عاشق عيدَ ۾. (سامي)

2- چَريا! چِڏ چَوڻ، دَمُ ماري ويهہ دَمَ ۾،
سمجهي ڪر سامِي چوي، تنهن ساڪيءَ جو سُمِرَڻُ،
ڪِڍي وَٺ ڪُپت ريءَ، محبت ساڻُ مڪڻ،
يونڪَڻُ بَهَڻُ، اَٿئِي ڪَمُ ڪُتَنِ جو.

**سَگهو** صحتمند يا تندرست يا نوبَنو.

1- هاڻي مڙوئي الله جي مهرباني سان سگهو ٿيندو پيو وڃان.

2- ويچاري کي بيماري ڪاٺي وَئي آهي، سگهو ٿيڻ مشڪل اَٿس.

سَگهو جو جمع سَگها، سَگهَنِ.

1- اگهائِي سَگها ٿيا وينيي وَٽ وِيجَنِ. (شاهہ)
2- جي پَند پاريائون، تہ سگهائِي سَگها ٿيا. (شاهہ)
3- سَگهَنِ سُڌ نہ سُورَ جي، گَهايَلَ ڪيئن گهارين (شاهہ)
4- سَگها ساعَتَ نہ هيڪڙي، چارئي پَهَرَ چُورِ. (شاهہ)

**سَگهو** طاقت وارو يا همت وارو يا [illegible]ادو ماڻهو يا مُڙس ماڻهو.

1- بابا! تون اسان کان سَگھو، پر رڳو جان ڇڏ.
2- آئون يار، توسان مَلَھ ڪونہ وڙھندس، تون مون کان سَگھو آھين.
3- ڄامر ڪانيُوخان واقع ٿي سنڌ جو سَگھو ماڻھو ھو.

سَڳا
ھڪ پيءُ ۽ ماءُ جو اولاد.
1- اصغر ۽ مظھر ٻئي سڳا ڀائر آھن.
2- ارمر ۽ غزالا ٻئي سڳيون ڀيڻون آھن.
3- اڄ ڪلھ سڳا ڀائر بہ پاڻ ۾ گڏ نٿا رھي سگھن.

سَڳا
ڏاڳا.
سُٽ جا ڏاڳا، پَٽَ ۽ ريشم جا ڏاڳا.
1- بَس پيارا! ھي سڳا بہ ڪنھن درويش جا پاتل آھن.
2- ڏي خبر وڃي تو ڳرندو، ڪنھن سڳا تہ ڪونہ پڙھيا اٿئي.
چوڻي: گھر ۾ ليپس سڳو بہ ڪونہ، ھي تو مڙس شادي ڪري.

سَکَرُ
سُنو يا وڻندڙ يا بھتر.

سَکَر
سنڌ جو ھڪ مشھور شھر ۽ ضلعو.
1- علي ءَ جو ميدانُ، سَکَرُ سناسين ڪي. (شاھہ)
2- اُجاڙان ڀنيورُ، سَرتيُون! سَکَرُ ڀانئيان، (شاھہ)

سَکَرَ
سُنا، بھتر.
1- وري خدا ڄاڻي ھھڙا سَکَرَ ڏينھن اچن يا نہ اچن.
2- پرديس ۾ نوڪري وارا سال تمام سَکَرَ نمونـي گُذريا.
3- يار! اسان جا ڪڪاوان گھرَ، انھن مـاڙين ۽ ڀڪين جاين کان ھزار دفعا سَکَرَ آھن.
1- سَکَرَ ڀانئيان سومرا! ڪَتِي کان کُھنبِنِ، (شاھہ)

2- سَکَرَ سيئي ڏينهن، جي مُون گهاريا ٻَند ۾. (شاهه)

**سَکَرَ** سکيا ستابا يا خوشحال يا مٺيءَ مانيءَ وارا.

1- اهي ماڻهو اصل کان وٺي سَکَرَ آهن.

2- ماڻهو اهي سَکَرَ تا ڏسجن، پر دل جا الائجي ڪيئن آهن.

**سُکِيو** سولو.

1- ادا! آئون هن سيٺ وٽ ڏاڍو سکيو آهيان.

2- يار! ڳوٺ کان پرديس ۾ وڌيڪ سکيو آهيان.

3- بس يار! ويچارو گهر جو سکيو ڪونهي، تڏهن پيو در در جا ڌڪا کائي.

**سُکِيو** خوشحال يا پئسي وارو يا دولتمند.

1- محمد علي جو خاندان اڳ ۾ئي سکيو هو.

2- بابا! الله ڪندو ته اجا وڌيڪ سکيو ٿيندين.

3- ادا! سُکيو هوندو ته پاڻ لاءِ هوندو، اسان کي ڪٽي ڪونه ڏيندو.

چوڻي: ڏکيو سُکِيو ڀَلِ ٿئي، شل سُکيو ڏکيو نه ٿئي.

چوڻي: سُکئي کو سَهي ڪونه، ٻُکئي کي کو ڏئي ڪونه.

**سِڪو** رعب، دبدٻو.

1- اسلام جو پوري دنيا تي سِڪو ڇانيلُ آهي.

2- انگريزن جو پوري هندستان تي پنهنجو سِڪو ڄميلُ هو.

3- ابا! هتي تو کان وڌيڪ اُستاد ويٺا آهن، تون ڇا سِڪو ڄمائيندين.

4- اهو سِڪو تون انهن تي ڄماءِ، جيڪي تو کي نه سڃاڻيندا هُجَنِ.

سَرنِدي مالي پهچ.
1- هي ماڻهو اصل کان وٺي سَرنِدي وارا آهن.
2- رب سائين شل توکي بہ سرنِدي وارو ڪري.

سَرنِدي ڳدرنِدي، ڳدري ويندي.
1- توکي خبر آهي تہ منهنجي توکان سواءِ ڪيئن سَرنِدي.
2- اهو تون ڀُليل آهين تہ توکان سواءِ منهنجي ڪانہ سَرنِدي.
3- تون ڪيڏي بہ ڪٺي پڪائِي ڪرين آئون ڪيڏو بہ ڪٺي پاڻ کي روڪِيان، پر سرندي وري بہ هڪ ٻئي کان ڪِين.
1- وڻجارا! ويني، .تو نہ سَرَنِدي ساهہ رِي، (شاهہ)

سِڪو حڪومت جا ٺهيل نوٽ يا چاندي، سون جا روپيا.
هرملڪ جا پنهنجا سڪا يا سِڪو هوندو آهي. جنهن سان هو دنيا سان ڪار وهنوار ۽ ڏيتي ليتي ڪندا آهن.

سِڪو واجهائيو.
1- پنهنجي مينهِن وڪِڻي، هاڻي پيا کير لاءِ سِڪو.
2- هوندي سوندي بہ پيا هر شئي لاءِ سِڪو، اهڙي دولت تي لعنت هجي.

سرائي چڱا مڙس.

سِرائِي لوہ جي هڪ مضبوط ٿُلهي شيءَ. جنهن کي ڏُري بہ چوندا آهن.
اها لوہ جي سِرائي بيل ڳاڏين، ٽانگن وغيرہ ۾ لڳل هوندي آهي. سڄو وزن ۽ بارُ ان سِرائي (ڏِري) تي هوندو آهي.

سِرائي سرمي پائڻ جي سِرائي.

سِرُ مٿو، سِسِي.
1- وَڃي ڌَرِ دوسنِ جي، سوري سِرُ هُجي، (شاهه)
2- سوڍي سِرُ نئو، هت ڪرنگهو سڪٿو، (شاهه)
3- سِرُ مَگّي، سِرَ گهُري، سِرَ ڏِءَ ٿِئي نه صلاحَ، (شاهه)

سِرُ مٿيرو.
1- ٻاروچا ٻِئا گهٽا، منهنجو پُنهُون سِرُ سَيَنِ، (شاهه)

سِرُ سرڪ.
1- پيارا! تورو اڳتي سِرِ، مون کي به ويهڻ جي جاءِ ڏي.

سَرُ تير.
1- سَرُ جو سَڃِئو سڄڻين، پَرُ پيڏي ڏيئي، (شاهه)
2- سَرُ جو سَڃِئو سَڄڻين، ٻَنگا ٻاڻَ پَري، (شاهه)

سَرُ تلاءُ.
1- تَڙ تَڙ ڪيمَ تَرَسُ، سَرُ نِهارج سَيَرو، (شاهه)
2- سو پَکي سو پيجرو، سو سَرُ سوئي هَنجُ، (شاهه)
3- جِتي رَهَنِ سَنجهَه، سو سَرُ کَنِ سُرَهو، (شاهه)

سِرُّ ڳُجهه، اسرار.
شريعت جو سَر لهي، تن تهائين تار (شاهه)

سَرُ رهڻ جو هنڌ، وسندي جاءِ، ڏوري.
وڳر اُڪيري، سَرُ ساريو سُور چري (شاهه)

سَرَ سارَ، سنيارَ.
1- اچي پُڇندءِ سُپرين، لَهَندءِ سَرَ سَيَرُ، (شاهه)

سَرَ گاهه جو قسم. جيڪو اڪثر جهنگن، واهَنِ ۽ شاخن تي جمندو، ڦٽندو ۽ وڌندو آهي.
سَرَ جڏهن نسرندا آهن، تڏهن سَدن قدرتي سَنگَ ڏاڍا سهڻا ۽ خوبصورت لڳندا آهن.
1- سَرَ نِسريا پاندَ، اُتَرَ لَڳا، آءُ پِرين! (شاهه)

سَرَ — تلاءُ، ڍورا.
سيئي پريا سَرَ، پلر جي پالوت سين. (شاهه)

سِرَ — ڪچي سِرَيا پڪي سِرَ.
رازا ڪچين توڙي پڪين سِرُنِ جون جايون ٺاهيندا آهن.
ڪابه جاءِ سِرن ڪان سواءِ نه ٺهندي آهي.
ڪنهن زماني ۾ وڏي ۾ وڏي ءِ خوبصورت عمارت به ڪچين سِرَن مان ٺاهي ويندي هئي. چاڪاڻ ته ان وقت جي مٽي چيڪِي ءِ بناٌ ڪلر جي هوندِي هُئي ٻيو ته ڪَچين سِرُن جي جڳهه ٿَڌي ٿيندي آهي.

سَرَ — تَرَ، وسنديون.
1- سَرَ اُهي ئي اڱيان، پڪي ٻيا ٻيا (شاهه)
2- جنگن چڏيو زور، سَرَ سُڪا سَونگهي گيا (شاهه)

سِرَ — متا، ڳچيون، ڪنڌ.
1- ابا اجا چوڪرن کي پرواهه ڪانهي، سِرَ تي ايندن ته پاڻهي خبر پوندن.
2- جڏهن به سِرَ تي آئي مڙس تي منهن ڏبو.
3- غيرت مند ننگن تان سِرَ نثار ڪندا آهن.
1- سِرَ جدا، ڌڙ ڌار، دوڳ جنين جا ديڳ ۾ (شاهه)
2- سِرَ ڏني سَت جُڙي ته عاشق ائين اچن (شاهه)
3- اڱيان اڏن وٺ، پوين سِرَ نباهيا (شاهه)

سَتُ — لَجَ يا آبرو يا عزت يا مانُ.
1- الله ڪري سَتُ رهجي اَچي.
2- اجايو گهٽو ڳالهائي، پنهنجو سَتُ وڃايءِ.
3- سائين! اوهان ئي منهنجو سَتُ رکيو، نه ته منهنجو حالُ الائي ڪهڙو ٿئي ها!
سَتُ جو جمع سَتَ.

1- سَتي تُنهنجي سَتَ ۾، ڳالهہ گهرجي ڳُجُ، (شاهہ)
2- ٿوري قوت قراريا، رَهَنِ سَبرَ سَتِ، (شاهہ)
3- چوريِ! چِڏمَ سَتَ، همت هوت وڃائيو. (شاهہ)

سَتُ
طاقت يا زور.
1- جڏهن تو ۾ سَت ڪونهي، تہ پوءِ مَلهَ چوٿو وڙهين.
2- جواني وارو رَتُ ۽ سَتُ وري موٽي ڪونہ ايندو.
3- هائو يار! اسان جي بہ ڪا جوتِ هئي، ڪنهن تي اڪ بہ ڪانہ ٻڌندي هئي.

سَتُ
طاقت يا زور.
1- صَبر وڏو سَتُ، سِگهاميڙي سپرين، (شاهہ)

سَتُ
همت.
1- جيڪڏهن تو ۾ سَتُ آهي تہ پوءِ پِلي ٻي شادي ڪَرِ.
2- اهو مُنهنجو پنهنجو سَتُ آهي، جو هر مشڪل کي مُنهن ڏيندو پيو اچان.
1- چوريِ! چِڏمَ سَتَ، همت هُوتُ وڃائيو، (شاهہ)

سَٿُ
سنگت جو ٽولو.
1- هي سارو سَٿُ، پنهنجن دوستن جو آهي.
2- هميشہ ماڻهو پنهنجي سَٿَ ۽ ساٿَ سان سُهندو آهي.
سَٿُ جو جمع سَٿَ
سِڪن ٿيون سهاڳڻيون، سوڍا تُنهنجي سَٿَ، (شاهہ)
چوڻي: ٻڪريءَ کي ٻگهڙُ تڏهن کائيندو آهي، جڏهن هوءَ سَٿَ کان ٻاهر هوندي آهي.

سَٿُ
ڍِڳُ يا ڍير.
1- هيءَ ڪَٺَڪ هڪڙي هنڌ سَٿُ ڪري رکو.
2- ٻصرن جو جدا سَٿُ ۽ پٽاٽن جو الڳ سَٿُ ناهي پوءِ ماني کائڻ وڃو.

**سعيو** جاٽي واٽي يا ازخود يا هَرُوپِرو يا هاسيڪار.
1- هِنن ماڻهن جاٽي واٽي پيٽ پِرائي ڪري هُنن مسڪينن تي ڪوڙو ڪيس ڪيو آهي.
2- آئون پنهنجي دوست جي شادي تي جاٽي واٽي ڪري ڪونه ويس.
3- ڪي ڪي ماڻهو پاڻ کي جاٽي واٽي معتبر سمجهندا آهن.

**سعيو** تاڪيدُ.
1- يار! مون واري ڪم جو توکي بلڪل سايو هُجي.
2- سايو ڪري مون واري پُٽَ کي چئج ته جلد ڳوٺ اچي جو سندس شاديءَ متعلق صلاح ڪرڻي آهي.

**سايو** هَٿُ يا ٻاجهه يا مهرباني.
1- الله پاڪ جو هر انسان جي مٿان سندس رحم ۽ ڪرم جو سايو آهي.
2- ٻوڏ ڪري سڀ دربدر آهن، اُنَ تي وينا آهن ڪوبه مٿن سايو ڪونهي جنهن جي هينان سِر لڪائي ويهن.
3- انشاءَ الله هڪ ٻئي سان ساٿ ۽ سايو رهندو ايندو.
4- وڏيري جو مٿس سايو آهي، تڏهن ته پُستيون هڻي.

**سايو** پاڇولو.

**سايو** جاٽي واٽي، هروپرو.
1- هنن ماڻهن جاٽي واٽي، پيٽ پرائي ڪري هنن مسڪينن تي ڪوڙو ڪيس ڪرايو آهي.
2- آئون پنهنجي دوست جي شاديءَ تي سايو ڪري ڪونه ويس.

**ساندڻُ** جنهن تي تتل لوهه رکي ٽپبو آهي.
1- سِرُ سانداڻُ ڪري، پُچج گهرُ لُهارَ جو! (شاهه)

2- سَهسين جِئن سانداڻُ، ڏَکن مَتي ڏڪَڙا! (شاهہ)

**سانداڻُ** آچارُ يا سانڌاٽو.

انبڙين جو سانداڻ، ليمي جو سانداڻ، گجرن ۽ ليمن جو سانداڻ.

1- اَبا! ماني سان گڏ مهمانن لاءِ سانداڻ بہ کنيو وڃجانءِ.

2- مون کي گجرن جو سانداڻ ڏاڍو وڻندو آهي.

3- شڪارپور جو سانداڻ پورِي سِنڌُ ۾ مشهور آهي.

**سائِي** اُهائِي يا ساڳِي.

1- جيڪا تو ڳالهہ ڪئي، سائِي هُن مسڪين مون سان ڪَئِي.

2- جيڪا مون کي خبر آهي، سائِي صاحبَ اڳيان پيشِ ڪندسُ.

3- جيڪا اوهان منهنجي لاءِ ڳالهہ ڪئي آهي، سائِي مون لاءِ ڪافي آهي.

1- سِجُ سياٽِي جا ڪَري، سامِيءَ سائِي روءِ. (شاهہ)

2- سائِي پَرِ پاري، جا گهرِ سَمي جي سِپجي. (شاهہ)

3- سارنگ سائِي سِتَ، جهڙي لالِي لاڪَ جِي. (شاهہ)

**سائِي** سرسبز.

1- هاٽي ماشاءَ الله پاٽي اچڻ ڪري ٻَني سائِي ٿيندي پَئِي وڃي.

**سائِي** خوش.

1- اما! الله ڪندو تہ سدائين، سائِي ستابِي هوندِينءَ.

**سائِي** بيماريءَ جو قسم.

هن بيماريءَ کي سائِي چوندا آهن، جنهن ۾ اکيون سايون ٿي پونديون آهن. جاٽو ماٽهن جو چوڻ آهي تہ

ماڻهو جي پِتي ۾ جڏهن ڪا خرابي ٿيندي آهي تڏهن هيءَ بيماري انسان کي ٿيندي آهي.

**سائِي** پَنگ.
ڪن ڪن هنڌن تي پنگ کي سائِي به چوندا آهن.
1- يار! اڄ ته اسان جي هٽن جو سائِيءَ ڏُک پِي وڃ.
2- اَبا! ايڏانهن وڃين پيو ڪو اسان لاءِ سائِي جو ٻُوتو ڪنيو اچجانءِ.

**سُتيُون** ننڊ ۾ پيون.
1- جڏهن سُتيون جي، پَتَر پير ڏِگها ڪري. (شاهه)
2- ڪَٽي ڪانَ پَساهَ، سرتيون وڃي سُتيُون. (شاهه)
3- تِهان پوءِ قرار، سُتيُون ڪين سيد چئي. (شاهه)
4- سنجن واريُون سُتيُون، وڃي پڙه وَرَن. (شاهه)

**سُتيُون** سپون.
1- چِلر جي چوئِين، تن سانڪوتا ءِ سُتيُون. (شاهه)

**سُتيون** دوائُون.
اَڳئين وقت ۾ مائُرون پنهنجن ننڍڙن معصوم ٻارڙن کي سُتيون پياريندِيون هيون، جيئن ٻار وَڌي، ويجهي ۽ مضبوط ٿئي.

**سَتيُون** پاڪ دامن.
1- طعنا مهڻا چوتيون ڏيو، کهڙيون اوهان ۾ ستيُون سُتيون،
وَس ته پنهنجي ۾ ناهيان اديون! (شاهه)
2- هوءِ جي حَقَ پَجنِ، سي ڪِيئن سَتيُون سومرا!

**سِتي** ننڊ ۾ پيئي.
1- ساهه ڏنائين سامَ، سِتي سگَرَ پَتين. (شاهه)
2- اَچي عزرائيل، سِتي جاڳائي سَسُئي. (شاهه)
3- آئون سِتي هو هليا، وِئڙا ڪَرَهلَ ڪاهِي. (شاهه)

متان ڪاٻي لَنءُ لائي!

4- سا ڪاڏي ڪندي پير، جا سُتي ڪعبة الله ۾. (روحل)

سُتي — دوا- ٻارڙن ڪي پيارڻ جي دوا (سُتي)

سارِينِ — ڳڻين، ڏسن، سنڀالين.

1- بابا! پاءُ ڪي چؤ تہ سيئي ڳڌجي سمورو سامان سارِين.

2- ڪجھ سامان گاڏيءَ ۾ رهجي ويو. گاڏي ڇُٽي بہ وَئي، هاڻي تا تيڙَ سارِين.

3- سيٺِ ڪي چؤ تہ روبرو اچي ان جون ڳوٺيون سارِين، ڪِتي ويون تہ پوءِ اسان ٻڌل ناهيُون.

سارِين — ياد ڪَنِ.

1- سي ساهيڙِيُون سارِين توءِ سِيلُ جَنين جو سَچُ. (شاهہ)

2- سارنگَ ڪي سارِينِ، ماڙهو، مِرگھہ، مينهيُون. (شاهہ)

3- سَجَڻُ سي سارِينِ، تن رويو وِهامي راتڙِي. (شاهہ)

سامَ — قبر جي سامَ.

جنهن ۾ مَيت ڪي دفن ڪيو ويندو آهي.

سامَ — پناهہ.

ابڙن سومرين ڪي سام ڏني.

سامهُون — اڳيان يا روبرُو يا مَهَندان.

1- بهتر آهي تہ آمهون سامهون ڳالهيون ٿين تہ فيصلو ٿي ويندو.

2- جيڪا بہ ڳالهہ هجي سا صاحبَ جي سامهون وجي ڪر.

1- سي ڪنهن ڏانهنُ سامهُون، ڪو هَنڌُ خالي ناهہ. (شاهہ)

2- جهيڙو يزيدَ سامهُون، جُنبي جوڙيائُون. (شاهہ)

3- موڪي مِليرَ سامهون، وَٺي ٻانهن وجانسِ. (شاهہ)

چوڻي: سامهُون آئي ڪي، شينهُن بہ نہ کائي.

**چوڻي:** گلا سامهون ڪجي، نيڪي پرپٺ ڪجي.

**سامهُون** وڙهيو يا منهن ڏئي بيهي رهيو.

1- آئون ڪانئس چار ڏينهن وڏو هُيس، پوءِ به منهنجي سامهون ٿيو.

2- تو واري وڏيري کي چئو ته اليڪشن ۾ منهنجي سامهون نه بيهي.

3- همراهه منهنجي سامهون ٿيو آهي، ڪوبه شرم نه پِيُس. هاڻي آئون ڪيس معاف نه ڪندس.

4- اڙي لعنت هجئي! پيءُ جي سامهون ٿيو آهين!

**ساڪَ** قَسمُ.

1- آئون هن ماڻهوءَ لاءِ ساڪَ ڪونه ڪَٽندسُ.

2- تون اڳ ۾ به ساڪَ ڪٽي ڦِري ويو آهين.

3- آئون هن ماڻهوءَ لاءِ سؤ ساڪون ڪٽڻ لاءِ تيار آهيان.

**ساڪ** اعتبار يا ڀروسو يا پَتِ يا عزت.

1- شڪر آهي جو دوستن ۾ اجا ساڪَ رهندي اچي.

2- تون ساڪ سان چؤ، ته مون هيءَ چوري نه ڪئي آهي.

3- تو ته يار اسان جي ساڪ کي ٽِڪو لائي ڇڏيو آهي.

4- تون سَڀِن اڳيان پنهنجي ساڪَ وڃائي وينو آهين. بهتر آهي ته خود کي سڌار.

**سارِي** جانورن جي ٻوڪ، ساري. ساري جو جمع ساريون.

سنڌ جي اُتر واري علائقي ۾ ساريون جام ٿين ٿيون، بلڪ سارين جو ئي فصل وڏي انداز ۾ ٿئي ٿو. ساريون لاڙ واري علائقي ۾ ٻڻ ٿين ٿيون.

**سارِي** ياد ڪَئي.

1- مون به ٽڪڙ ۾ بيگ ڪانه سارِي ۽ گاڏيءَ ۾ رهجي وَئي.

2- چڱو ٿيو جو تون دڪان تي واچ ساري، نہ تہ مون کي وسري وڃي ها!

**سارِي** تورتڪ.

تون مون کي سارِي پيئي آهين.

**سارِي** عورت جو نالو، جنهن جو جمع آهي ساران.

**سارِيا** ياد ڪيا.

1- اَڄ دل پنهنجا پرين الائي ڇو ساريا آهن.

1- هينئڙي سڄڻ ساريا، ڪٿي هوندمِ هيرَ؟ (شاهہ)

2- اڄ پڻ اڪڙين، سڄڻ پنهنجا ساريا. (شاهہ)

3- ويرون وِلوڙڻ جُون، ساريان گهٽو صبُوحُ. (شاهہ)

4- ڏڱرَ اُڪِير سَرُ، سارِيو سُورَ چَري. (شاهہ)

**ساريا** ڳڻيا.

1- بابا! تيڙ سپ ساريا اٿم، سپ پورا آهن.

2- مون تڪڙ ۾ نوٽ ڪونہ ساريا، الله ڪري پورا هجن.

3- پُٽ! هي دڪان توکان اگر ساريا نٿا ٿين، تہ پوءِ مهرباني ڪري وڪٽي ڇڏ.

**سارنگُ** ميهوڳي.

1- سارنگ سائِي سِتَ، جهڙي لالِي لاڪَ جي. (شاهہ)

2- سارنگ لاٿي سوڙهَ، سانده سُهائو ٿيو. (شاهہ)

3- حُڪم ٿيو بادل کي، تہ سارنگ ساٿَ ڪجن. (شاهہ)

**سارنگ** سُرُ.

هن سُرَ ۾ اهڙي تہ برڪت ۽ ٻَها آهي جو لطيف سائين پنهنجي رسالي ۾ خاص سُرُ سارنگ لکي ڇڏيو.

چون ٿا تہ ڪنهن زماني ۾ سارنگ يا ملهار ڳائبو هئو تہ

يڪدم آسمان ۾ ڪڪر پيدا ٿيندا هئا ءِ مينهن وسندو هو.

ساري سموري، سڄي.
1- هيءَ ساري زمين رب پاڪ جي آهي.
2- تون ساري حقيقت سين اڳيان رکجانءِ
3- مون ساري ڳالهه ته اوهان کي اڃان ٻڌائي ڪانهي.
1- ساري رات سُبحان، جاڳي جن ياد ڪيو. (شاهه)
2- ساري رات سُبحانَ، سودو ڪن صاحبَ سين. (شاهه)
3- ساري سَپُ جَمارَ، گولي ٿي گذاريان. (شاهه)

سارَ يادگيري يا ڳڻ.
1- پيارا! مون واري ڪمَ جي ٻه ڪا سارَ اَٿئي، يا پنهنجن ڪمن ۾ ئي پورو آهين.
2- بابا! اسان غريبن جي ٻه ڪڏهن ڪڏهن سارَ لهندا ڪيو.
3- يارَ! همراه انبن جي پيتي موڪلي بيشڪ سارَ لڌي اَٿس.
4- اسان مسڪين ماڻهو اوهان جي سارَ ۾ ئي ڪونه آهيون.
1- سارنگ سارَ لهيج، الله لڳ اُڃين جي. (شاهه)
2- منهنجي سَيدُ سارَ لهندو، مون کي آهي اُميد الله ۾. (شاهه)

سارَ ياد يا دل جي ڇڪَ.
1- پرديس ۾ پنهنجن پيارن جي سارَ ڪڏهن ڪڏهن ڏاڍو ستائي ٿي.
2- يار! تو کي اسان جي ڪهڙي سار! اِهي اسان آهيون جو زوري ڇَنبڙيا پيا آهن.

سارَ سنڀال.

1- تون ڇڏيس، آئون پاڻهين سارَ وٺندوسانسِ.
2- تون يڪدم ٻَنيءَ تي وڃ ۽ وڃي پاڻيءَ جي سار لَهي اَچُ.
3- يار! رات سارَ ڪانه ٿي، ڳاڏي تي ڪونه پهچي سگهيس.

ساريو — ياد ڪيو، ياد ڪرڻ.

ساريو — هڪ ذات جو نالو.
1- توکي سارِيو ساهُ، اُڪنڊيو آهُون ڪرِي. (شاهه)
2- سانوڻ پَسِي سرتيُون، سَڄُڻ ساريو مُون. (شاهه)

ساٺُ — رسم يا رواج.
شادين ۾ گهوٽ ۽ ڪنوار ڪي موقعي ۽ مناسبت سان ڪي ريتون ۽ رسمون به ادا ڪيون وينديون آهن جنهن کي ساٺَ به چئبو آهي.
مثال: گهوٽ جو پير سان ڊڪٽي يا ڊَڪڻُ ڀڃڻ (اهو به ساٺُ)
ڪنوار جي مُٺ مان ڪارڪَ ڇڏائڻ (اهو به ساٺُ)
لائون لهڻ (اهو به ساٺُ)
گهوٽ ۽ ڪنوار جو آرسي ۾ مُنهن ڏسڻ (اهو به ساٺُ)

ساٺُ — سينگار.
1- حُڪم ٿيو بادل کي، ته سارنگ ساٺَ ڪجن. (شاهه)

ساٺُ — سنئون.
1- اَبا! ان مولوي صاحب ڏي وڃ ساٺُ ڪنڌ ڪجهه پڙهندءِ. پوءِ ڏِس ته ڏاٺَ جو سور ڪيڏانهن ٿو وڃي
2- مَٽي جو سور ٿٿو لهَي ته وڃي مُلي کان ساٺُ ڪرائي اَچُ.
3- همراه کي وڄونءَ ڏنگيو آهي، سو وڄون ٿا ڪنهن

پاڙهي کان پڙهائڻ ۽ ساٿُ ڪرائڻ.
4- يار! ساٿُ تہ ڪرائي آيو آهيان، پر اجا سُورُ نٿو لهي.
ٻهراڙي جو ابوجهہ ماڻهو متي ۾ سور پوڻ، ڏاٿَ ۾ سورُ پوڻ، ڪنهن جيت جڙي جو چڪُ پائڻ ڪري ڪنهن مُلي مولوي وٽ ترت علاج لاءِ ويندو آهي. اهڙي ترت علاج کي ساٿُ چوندا آهن.

**سَهِي** ٻہ.
1- ڪُتو جي قريبَ جا، آهيُون ساڏَ سَهي، (شاهہ)
2- وِينديَسِ ڪيچ ڪَهِي، سيڻن ساڻُ سَهِي. (شاهہ)

**سَهِي** برداشت ڪري يا صبرُ ڪري.
1- وِهان ڪيئن ماٺِ ڪَري، هيڏو سُورُ سَهِي، (شاهہ)
2- سَهِي نہ سَگهان ساٿ سِينءَ، تَنهن جي راسِ جي رونقَ، (شاهہ)

**سَهِي** سُجاڻي.
1- ڪريو سيڻَ سَهِي، لِڪا پُڻِن لوڪ ۾، (شاهہ)
2- سامِي سار سروپَ ڪي، ڪيائين ڪِينَ سَهي، (سامي)
3- ماڻهو جي محلات جا، سوڍا ڪَچ سَهِي، (شاهہ)

**سَگهِي** تندرستُ يا صحتمند يا نوبَني.
1- جي پَسي مُنهُن ميهارَ، تہ سِگهيائي سَگهي ٿئي. (شاهہ)
2- ڪَڏهن ڪانَ سِئِي، تہ ڪا سَگهي گَڏِي سجڻين. (شاهہ)
3- سرتيُون! ڪِيئن سَگهي ٿئي! ويڙهِي جا وِرهَن، (شاهہ)

**سَگهِي** طاقتور يا زورآور.
1- هوءَ ڏِر، هُنَنِ کان سَگهي آهي.
2- مينهِن اوهان ٻنهي کان سَگهِي آهي، ايئن اوهان کان ڪانہ جَهلبِي.

سَلُ — سچي ڪر.
1- عُذرُ خواهيُون، عاجزيُون، سَسُئي ڪه مَ سَلُ. (شاهه)
2- ڪوڙي ڪَچ مَ ڪڍهين، سَچي ڳالهه مَ سَلُ. (شاهه)

سَلِ — سوراخ يا ٽُنگ.

سِٽَ — دل جي ڳالهه يا حالُ.
1- اَمڙ! اوري اَچُ، تہ سِٽَ سُڻايَنءِ سُورَ جي. (شاهه)
2- توجا سَمجهي سِٽَ، سا سپنن جو سَنسارُ. (شيخ اياز)

سِٽَ — سَٽَ.
1- سِرُ تہ آهي سِٽَ ۾، پَرَ ٻيو ڪِي مَڳُج داڻُ. (شاهه)

سِٽَ — ريت.
1- ڏَڻُ ڏارُڻ، ڏارَ رهَڻُ، ايُ نہ سنگهارنَ سِٽَ. (شاهه)

ساٿِي — مددگار يا واهر ڪندڙ.
1- سُڪيءَ ٻُڏِنِ جي، ساهڙُ ساٿِي تن جو. (شاهه)
2- جن کي حُبَ اُنهينُ جِي آهِ، ساهڙ ساٿِي تن جو. (شاهه)

ساٿِي — بي سَتي.
1- عدد ناهِ عشق جو، سُٽِي ٿِيءُ ساٿِي. (شاهه)

سانگَ — لاءِ.
1- ڪنهن سنائي سانگَ، پِرين پرڏيهي ڪِيا. (شاهه)
2- ڍولو ڏِٺِ رهائيو، ڪَنهن سناٿي سانگَ. (شاهه)

سانگَ — ميلا.
1- سيٽَنِ ڪارَڻِ سانگَ، مون تان گهيٽي ڪيا. (شاهه)

سانگَ — خوبصورتي پيدا ڪرڻ.
1- سُورن لائيا سانگَ، سِگهو موٽِج سُپرين! (شاهه)

سانگَ — جايُون، ماڳَ.
1- سيئي ڍونڊي سانگَ، جتي ساهڙُ سُپرين. (شاهه)

سانگَ — تماشا.

1- سامي ڇڏي سانگَ، گڏيا گور کناٿَ کي. (شاهہ)

سانگ — لوڪ ناٽڪَ.

سِتي — صحيح يا درست.

1- سَتي جي سيد چئي، ڪا ساٽيه منجهه سنيال، (شاهہ)

2- سَتي سيئي ساريا، جي پائُرَ جا پهنوارَ. (شاهہ)

سَتي — عزت واري يا آبروءَ واري.

1- سَتي سيلُ نباهِ، مليرِ وِيندينءَ مارئي! (شاهہ)

2- لالَنَ جي لطيفُ چئي، سُنهَ سَتي ساريَ، (شاهہ)

سَتي — همت واري، ست واري.

1- تِي سَتي، ٻَڌُ سندرو، پِرت پنهون سين پار، (شاهہ)

سَڱِيُون — نوڙيون. جيڪي جوڳي مٿي کي ٻڌندا آهن.

1- سونُ سيوِئي سَڱيونُ، پَسِي ڪِينَ مَ ڪَٿُ، (شاهہ)

سَڱِيُون — چوٽيون، جيڪي عورتون چوٽي ڪري ٻڌنديون آهن.

1- احمد جا پيءُ پٽ شاه جي ميلي تي وڃي پيو، مون لاءِ سَڱِيُون ضرور آڻجانءِ.

سَڱِيُون — هڪ ماءُ، هڪ پيءُ جو يا ساڳئي پيءُ ساڳي ماءُ جون ڌيئرون.

1- اسان ٻئي سڱِيُون ڀيڻون آهيُون.

2- اسين ٻَئي ڀيڻون ته آهيون، پر سَڱِيُون ڀيڻون ڪونه آهيُون.

سَڱُيُون — نَفيلون يا ناد.

جيڪي سِڱَ مان ٺهنديُون آهن ۽ توتاري وانگرُ وَڄنديُون آهن.

1- سڱُيُون، سيلَريُون، گبريُون، تيئي تولَ تڳوَ، (شاهہ)

2- پٽُو اينءَ پانءِ، ته سڱُيون شُومَتَ هَٿَ جِيُون، (شاهہ)

سِڱِيُون — خَرابُ رَتَ ڪڍڻ جون سِڱِيُون.

1- اڳئين وقت ۾ جڏهن سائنس ايڏي ترقي نه ڪئي هئي، تڏهن طبيبن کان ماڻهو سِڱيون هڻائي بدن مان خراب رت ڪڍرائيندا هئا.

**سُئي**

ٻُڌي.

1- اها ڳالهه ٻه مون تنهنجي واتان سُئي آهي، مون کي ڪابه خبر ڪانهي.

2- يار! تو اها ڳالهه سُئي آهي؟ ته پاڻ واري صاحب جي بدلي ٿي آهي.

3- جيڪا تو ڳالهه سُئي آهي، سا بلڪل غلط آهي، حقيقت اِجا ڪا ٻي آهي.

1- ته ڪَرَڪئن سُئي؟ جي سِيرَ نه گهڙي سُهڻي، (شاهه)

2- سَرتين سنجَهُڻ چڏيو، سَتيُن ڳالهه سُئيي، (شاهه)

3- ڪڏهن ڪانه سُئي، ته ڪا سَکِهي گڏي سڄڻين، (شاهه)

4- اِي سَگَ مقابل سَسئِي، سَندي تي سِئي، (شاهه)

**سِئي**

سبڻ جي سِئي.

1- اَئي ادِي! اها سُئي گهڙي کن لاءِ موڪل ته چولي کي ٽوپو ڏئيي ورِي ٿي واپس ڪيانءِ.

2- ادِي! هَٿ ۾ ٽوپو ڏيندي سُئي لڳي اٿم، هاڻي ته مانِي به پچائِي نٿي سگهان.

3- ادا! سُئيءَ جيترو به حساب اسان ڏي ٿيو، ته اکين سان ڀَري ڏينداسين.

1- سَنهِيءَ سُئيءَ سِبيو، مون ماروءَ سين ساهُ، (شاهه)

2- پاچا هِي نه پاڙيانَ، سرتيون! سُئيءَ ساڻُ، (شاهه)

**سُئي**

انجيڪشن.

ٻهراڙيءَ جا ماڻهو اُن کي سُئي چوندا آهن.

1- ڀائو! جيستائين سُئي نه هڻائيندين، تيستائين تپ

ڪونہ چڙھيندءِ.

2- يار! ڪو انڊو ڊاڪٽر هئو، سُئي اهڙي هڻئين اَتس جو ٻانهن سُڄي پئي آهي.

3- ادا! سُئي هٽائي اٿم، تڏهن وڃي بخار گهٽ ٿيو آهي.

سَنيُون — اُپيون.

1- لالائي جي لُوءِ ۾، ساري رات سَنيُون. (شاهہ)

سَنيُون — سڌِيون.

1- سَڄَڻ سَنيُون ڪَن، لوڪان ليکي وِنگيُون. (شاهہ)

2- تي صَبر منجهہ سَنيُون، گونگيون گوءِ ڪٽي ويون. (طالب المولیٰ)

سَنيُون — صحيح يا درست.

1- ڳالهيون تہ سنيُون پيو ڪري، ڪيئن ٿا چئو تہ چريو آهي.

2- اڳي سنيُون ڳالهيون ڪندو هئو، پر بيماري ڪان پوءِ غلط ٿو ڳالهائي.

سُئا — ٻُڌا.

1- مون پاڻ رات ڪُتَن جا آواز سُئا، تڏهن ٻاهر نڪري آيُس.

يارَ! مون سڀ احوال تنهنجا سُئا، برابر توسان بي واجبِي ٿي آهي.

1- ڪ تو ڪَنين نہ سُئا، جي گهتَ اندرِ گهوڙا. (شاهہ)

2- تنهان پوءِ سُئا، سُهڻِيءَ سَڏَ ميهارَ جا. (شاهہ)

سُئا — ٻاڄيءَ جو قسم.

هڪ خوشبُودار ٻوٽو. جيڪو پالڪ رڌڻ مهل ان ۾ وجهبو آهي تہ جيئن ٻاڄيءَ ۾ خوشبُو پيدا ٿئي.

سُئا — لوهہ جا نوڪ وارا سُئا.

سُئا سِبڻَ مهل استعمال ٿيندا آهن، خاص ڪري اَن جون ڳوٿيون ءِ ٻوڇا سُوئن ۾ سوتيليءَ جا ڏاڍا وڇي سَبندا آهن.

سُئا — ڪير ڏيندڙ. گهرو جانور.

الحمدلله! مينهون، ڍڳيون هن وقت سُئائون آهن پاڻ کي ڪير، مکڻ ءِ ڏڌ جي پرواه ڪانهي. گنج لڳا پيا آهن.

يار! هڪڙي سُئا مينهن آهي، جنهن مان پيو گهرَ جو خرچُ هلايان.

سيفُ — تلوار.

سيفُ — صاف، سچو.

1- احمد واقعي سيفُ ماڻهو آهي.

2- جڏهن ته تنهنجا هٿ سيف آهن، ته پوءِ ڊپ ڇوتو ڪرين؟

سِيڪُ — گرمي.

سَيڪُ — ڪا ڳالهه ڏکي لڳڻ.

1- ادا! سيڪَ لڳئي ته پلي لڳئي، اهڙو آهين ته پاءِ جي پاران پئسا پَري ڏي.

2- پاءِ جو سيڪُ آيمُ، تڏهن ته ڳنڍجي پيوسانِ.

سيڪُ — سُڪي ويل ڪلر.

ڪلر ءِ سيڪ ڪري زرعي نقصان ڏاڍو ٿئي ٿو.

سيتا — سَترُ واري يا پرهيزگار.

سَيتا ڦُل — هڪ خوشبودار ٻوٽو.

سِياهِي — اونداهي.

1- سَبَهَ سِياهِي، آهي آريءَ جامَ رِيءَ. (شاهه)

سياهي — ڪارڻ.

سياهي — دپاءُ

سِياهِي — مَسُ

سِير — درياهہ جو وچُ.

1- ساهَڙُ ساڳاهيج، تہ ثابتُ لنگهِي سيرَ مان. (شاهہ)

2- تہ ڪَرَڪِينءَ سُئي؟ جي سيرَ نہ گهِڙِي سُهِڻِي. (شاهہ)

3- پاڻِي پِنيءَ پوڙَ، سُهڻيءَ ليکي سِيرَ ۾. (شاهہ)

سِيرَ — ذَبح ڪرڻ يا حلال ڪرڻ.

1- ماما! ڪُڪڙ کي سِيرَ تہ وجهي ڏِي.

2- ٻڪري ٻَچندي ڪانہ مرِي ويندي، بهتر آهي تي سِيرَ وجهي حلال ڪري ڇڏيوس.

سِيرَ — سنهو ڏارُ.

پٽ ۾ سيرَ، پليٽ ۾ سِيرَ، ڪِتِلي ۾ سِيرَ.

سِير — ڇهڪ.

سورِي — ڦاهِي يا ڦاسِي.

1- سُورِي مَٿي سَيڻ، ڪهڙي ليکي سَنَرا؟ (شاهہ)

2- سُورِي جَنين سيجَ، مرڻ تن مُشاهدو. (شاهہ)

3- ساڳيا سَنڌُ وراڻيا، يارو، سُورِيءَ سيجَ سجايان، وو، ڪافر مومن ناهيان! (شيخ اياز)

چوڻي: ننڊَ سورِيءَ تي بہ اچيو وڃي.

سُورِي — پيٽ جي خرابي.

دست، پيچ، پيچش، وَٽ، پيٽ جي بيماري جو قسم.

سَهائِي — روشنائِي.

1- رات سَهائِي پُون سَنئِين، پاني گهُرجي پَلُ. (شاهہ)

2- پَرَتوو پِنهونءَ جو، سَهائِي سِياهُ. (شاهہ)

3- اڄ پڻ سَهائِي، چوڏهينءَ ماهہ چنڊ جيئن. (شاهہ)

سَهائِي — آسرو لاهِي ڇڏڻ، واپس نہ ملڻ.

1- ڇوري اجا ڪانہ سَهائِي اٿئون، ڳولئون پيا، من ڪٿان مُنهن نڪري پَئي.
2- يارَ! مون هاڻي پنهنجي قميص سَهائِي، وري تو ڪي ڪونہ ڇوندس.

سَهائي — سهسائي.

سٽِيا — سٽيپ وارا.

سَٽِيا — خوشحال يا پئسي وارا يا مچيءَ مانيءَ وارا.

1- اهي ماڻهو اصل ۾ غريب هئا، پر محنت ڪري هاڻي سٽِيا ٿيا آهن.
2- اهي ماڻهو اصل کان وَني سَٽِيا هئا، اَڄ ڪلهہ جا ڪونهن.
3- هائو يار! هاڻي اسان کي ڇڏي، وجي سٽِيا دوست هَٿِ ڪيا اَٿئِي.

ڇوٽي: سٽِين جا سالا بہ ڪوڙ، اٽِين لاءِ پيٽويا بہ ڪونہ.
جتي تون سَٽيو ٽُڪُرُ تو ڏسين، اُتي تو مَرينُ،
اي ابنِ وقت اسان تو جيان نہ خوارُ آهيون.
(شهيد سومرو)

سوالَ — منٿ ميڙ، عرض.

1- نہ اهڙا ڪَمَ ڪرين ها، نہ وري دردر سوال ڪرڻا پوَنِئِي ها.
2- هرماڻهو مجبوري کان ڪنهن کي سوال ڪندو آهي.

سُوالَ — پُڇت.

سُوالَ — ڳالهہ، حقيقت.

1- سوال آهي تہ وڙهڻ کان پوءِ بہ، ڪو فائدو نٿو ٿئي.
2- سوال (ڳالهہ) هي آهي تہ ڳالهيون گهٽيون ٿا ڪيون، ڪم گهٽ ٿا ڪيون.

سُهاڳُ ساٿ.

سُهاڳُ اعليٰ درجو.

1- سلطاني سهاڳُ، ننڊون ڪندي نہ ملي. (شاھہ)

2- سوڍا ان سهاڳ ڪي، ويني واجهاياس. (شاھہ)

سُهاڳُ مڙس يا گهرَ وارو يا وَرُ.

1- گهورئو سهاڳُ، جهِ مِ پسين پاڻ ڪي. (شاھہ)

2- وَس منهنجي ناهِ ڪا، سيڻن هَٿِ سهاڳُ، (شاھہ)

سَهِرا ڳيچ يا لاڏا.

خوشين جي موقعن تي عورتون سهرا (لاڏا) چونديون آهن.

1- ادي! سياڻ ڪان وني اوهان ڪي شاديءَ تائين سَهرن جو سَڌُ آهي.

2- ادي! هاڻي تہ سِهرا ڳائڻ شروع ڪيو.

سَهِرا هارَ.

1- سِرَ ٻڌن تا سَهرا، پيرن مينديُون لڳن، (طالب المولیٰ)

2- تہ پيير نہ ٿيندا گهوٽَ، سهرا ٻَڌجَنِ سِرن تي. (طالب المولیٰ)

# ش

**شرِيڪُ** مِٽَ مائٽَ يا عَزيزَ.
1- توهان مون کي پنهنجو شريڪ نہ سمجهو، تڏهن ڏارين سان مِٽي ڪَيوَ.
2- هن ڳوٺ ۾ مون کان وڌيڪ اوهان جو پيو شريڪ ڪير آهي.
3- ياءُ! تون ئي تہ منهنجو وڏو ءِ وڏ ۾ وڏ شريڪُ آهين.
4- پيارا! هن دنيا ۾ پئسي کان وڌيڪ ڪو شريڪ آهيئي ڪونہ!
**چوڻي:** پئسي سان شِينهن بہ شَريڪَ ٿيو پَون.

**شريڪُ** برابريءَ جو درجو رکندڙ.

**شَريڪُ** حاضر يا گڏ يا موجود.
1- ڏک اٿم تہ تون منهنجي دعوت ۾ شريڪُ ڪونہ ٿئين.
2- انشاءَ الله واعدي مطابق اکين سان اچي شرِيڪُ ٿيندس.

**شِڪارِي** شِڪار ڪندڙَ.
1- چڙهيا چارئي يار، سُوڏا شِڪارِي، (شاهہ)
**شڪارين جا قسم:** پکين جا شڪارِي، تترن جا شِڪاري، هَرڻن ءِ ڦاڙهن جا شڪاري، شينهَن جا شڪارِي، سوئرن ءِ مِرُن جا شڪاري. حُسنَ ءِ عشق جا شڪاري.

**شڪاري** ڪمذات.

**شَرطَ** اُصول.

1- يار! زندگي ۾ ٻه ڪي شرط هوندا آهن، جنهن سان ماڻهوءَ کي هلڻو پوي ٿو.
2- ڪنوارتن جا ڪي شرط آهن، بابا! اُهي پاڻ کي پورا ڪرڻا آهن. تڏهن ڪو وڃي قصو ٺهندو.

**شَرطَ** گهربل ڳالهيون.
1- جيڪڏهن اِهي شرط قبول اٿئي ته پوءِ سياڻي ئي اچ ته توکي نوڪري وٺي ڏيان.
2- سائو مُنهن، سُونهن گئي، سِڪَڻُ اِيُ شرط. (شاهه)

**شَرطَ** بازي يا گوءِ.
1- اڄ سائين! ڪڪڙن جي ويڙهه تي وڏيون شرطُون لڳنديون. شرط جو جمع شرطُون.
2- اڄ آئون ٻه هن گهوڙي تي شرط لڳايان ٿو.
3- آئون ٿو چوان ته منهنجي خدا ضرور مدد ڪندو، گهٽي گهٽي ٿو شرط لڳائين.

**شالَ** سدائين، هميشه.
1- اَبا! الله شال توکي خوش رکي.
2- پُٽ! شال پنهنجن ٻچڙن سان خوش ۽ آباد هوندين.
1- شال وسين او سنڌڙي، تُنهنجا ڪيتَ وَسَنِ! (شيخ اياز)
2- وَڏُ وَڏُ جيئين شال، مُڙي ڏِسُ نه ماڳَ کي. (شيخ اياز)

**شالَ** الله ڪري، مَنَ ايئن ٿئي.
1- شال ٿئي! باقي ڪم ڏاڍو ڏکيو آهي.
1- هڙو حالُ هَمِير! وَٺي شال ويڙهه وڃان. (شاهه)
2- پرچن شال پنهوار، مارو منهنجا پرچن شال پنهوار (شاهه)
3- ماروءَ سين شلَ ماٺيان، ڪَتيُون جهڙيون ڪِيرَ! (شاهه)
4- شال لَيِيئِي لوءِ، آرِيءَ کي اوڏي ٿِين! (شيخ اياز)

**شالَ** ريشم يا اُن مان ٺهيل اوڇڻ.

شالون هميشه زالون پائيندڙيون آهن.
1- ياءِ! ڪراچي مان منهنجي لاءِ شال ضرور آڻجانءِ.
2- ادي! هيءَ شال ڏاڄ ۾ مِلي هُيَم، تنهن ڪري ساه ۾ سانڍيو اچانس پئي.
1- سائي سالَ (شال) ڪُلهن ۾ سامِي سونَ سَري، (شاهه اعليٰ).

شاهِي جيئن: اردن جو شاهي خاندان، لبيا جو شاهِي خاندان، مغليه دور جو شاهي خاندان.

شاهِي وڏو يا گهٽو.
1- تنهنجي شاهِي دسترخوان متي، مهمانَ هزارين مان نه رڳو. (مر • ـ حمايوني)

شاهِي ڍڳهو.
جمڙائوءَ جي ڪپر تي شاهي ٻَڙ بيٺو آهي.

شاهِي نالو.
شاهِي بازار، شاهِي قلعو، شاهِي باغ، شاهِي خان.

شاهِي گهاٽو.
درياءَ جي ڪپر تي شاهي ٻيلو آهي.

شاهِي چالاڪُ يا ٺڳُ.
1- اَبا! اِهو شاهي ماڻهو اٿئي، ان ڪان مڙوِئي پاسو ڪندو ڪر.
2- بَس اهڙي شاهي ماڻهوءَ سان گڏيو آهين، جو هاڻي خدا خير ڪري!
3- تو کي ڪنهن صلاح ڏِني ته اهڙي شاهِي ماڻهوءَ سان گڏ واپار ڪر.

شاخُون سِڄَ جا ڪِرڻا.
1- سورجَ شاخُون جَهڪيُون، ڪُو ماڻو قمر. (شاهه)

2- ڳوڙها ڳِلِ ڳاڙيامِ، سُورجَ شاخُون ڪڍيُون. (شاهہ)
3- گونـدرَ وِسِريـامِ، سُڪَنِ شـاخون مُڪـيـون. (شـاهہ)

**شاخُون** معنيٰ مبارڪون.

**شاخُون** انب جو وڻ جڏهن پچي راس ٿيندو آهي تہ شاخ ڏيندو آهي ۽ اها شاخ (انبُ) ڏاڍو مِٺو هوندو آهي. اُن مان باغائي محسوس ڪندو تہ هاڻي انبَ پچي ويا آهن.
شاخ جو جمع شاخون.

**شاخُون** پاڻيءَ جو ننڍو وهڪرو.
وڏن واهن مان وري ننڍڙا واهَ نڪرندا آهن جنهن کي شاخُون چوندا آهن.

**شاخُون** ذاتين ۽ قبيلن جون نُڪون.

**شاخُون** وڻ جا نوان نڪتل گُونچ ۽ تارِيُون.
1- آڪُون، ڊاڪُون، سِر ڪَنڌَ شاخون، جتِ چو ڪا چَنڌَنَ ڪؤنرَ، (شاهہ)

# ص

**صِرفُ** فقط يا رُڳو.

1- صَرفُ پنهنجون ڳالهيون ٻڌايو ٿا، پر ٻين جون ٻڌڻ لاءِ تيار ناهيو.

2- تون جيڪو اجايو ٿو خَرچُ ڪرين، اهو تون صرف پنهنجي جان تي ڪرين ته ڏاڍو صحتمند ٿي وڃين.

3- آئون صرف هي ٿو عرض ڪيان ته ڪنهن سان دوکو يا دولاب نه ڪيو.

4- ٻيو سڀ سامان پُهچي ويو آهي، صرف غاليچا رهيل آهن.

5- جڏهن ٻه تون آفيس ۾ اچين، ته صرف تون ايندو ڪر، ٻين کي ساڻ نه آڻ.

**صَرفُ** استعمال.

1- سائين! اوهان کي فقط زبان صَرفُ ڪرڻي آهي، انشاءَ الله ڪَمُ ٿي ويندو.

2- تو هيترا سارا رپيا ڇاتي صرف ڪيا، حساب ڪري ٻڌاءِ.

3- هي سڀ رقم، تو بيڪار ڪمن تي صرف ڪئي آهي، ڇڱو ڪم ته ڪيو ئي ڪونهي.

**صَلاحَ** ـ مشورو.

1- صوفي چائين سَڏُ ڪرين! صُوفين اِيَ نه صلاحَ. (شاهه)

2- سونَهنِ جي صَلاحَ، وَٺُ ته وِيرَ لَنگهي وڃين. (شاهه)

3- ساهِڙَ جي صَلاحَ، ٻيڙا لنگهايَس ٻاجَهه سين. (شاهه)

**صَلاحَ** راضپو.

1- سوڍي جي صلاحَ، ڪَؤنرَ چَرندينءَ ڪاڪِ جا.

صَلاحَ — پلائي.

1- سِرُ مَگي، سِرُ گهُرِي، سِرَرِيَ ٿئي نہ صَلاحَ. (شاهہ)

صَمَدُ — خدا جو نالو.

1- اديون عبداللطيف چَئي، ميڙيندمِ صَمَدُ.

اللّٰہ صَمَدُ — بيپرواهَ، بي نياز.

1- اللّٰہ صَمَدُ، بي نياز، سا ڪري جا چاهي، (شاهہ)

صَمَدُ — گهوڙي جو قسم.

صُوفِي — اهلِ تصوف.

صوفي فڪر جا ڪي اهم ماڻهو هيٺ ڏجن ٿا.

شاهہ عبداللطيف ڀِٽائي رحمت اللّٰہ عليہ، سچل سرمست رحمت اللّٰہ عليہ، حضرت شاه عنايت شهيد رحمت اللّٰہ عليہ، حضرت خواجہ غلام فريد، حضرت رڪيل شاهہ، حضرت قطب شاهہ ۽ حضرت روشن علي شاهہ جهانيان رحمت اللّٰہ عليهم وغيره.

1- صُوفِي سالم سِي ويا، جي اڪثر سِين اَڏيارَ، (شاهہ)

2- صوفِي تي ٿيا، جئن ڪِينَ ڪنيائون پاڻ سين. (شاهہ)

3- صُوفِي لاڪُوفِي، ڪونَ ڀانئيس ڪيرُ، (شاهہ)

4- صُوفِي صاف ڪيو، ڏوئيي وَرقُ وجُودَ جو، (شاهہ)

5- صوفِي سَچو سو، جو حد لاحَد لنگهي وڃي. (سچل)

صوفِي — صاف، اُجرو.

عالمن جو چوڻ آهي تہ صوفِي لفظ صُوفَ مان نڪتل آهي.

صُوفِي — ٻيرَ جو قسم. صُوفِي ٻيرَ.

صوفِي — ڪو بہ نشو نہ ڪندڙ.

ادا! يارو صوفي ماڻهو آهي، نشي کي هٿ بہ نہ لائي.

# ط

طالبُ شاگرد.

طالبُ ڳولائو يا ڳولهجائو يا تلاش ڪندڙ.

اڄ نہ اوطاقن ۾، طالب تنوارين، (شاهہ)

2- طالبُ ڪثر سونهن سَرُ، اِي رومي جِي راءِ، (شاهہ)

3- حقان حق تيوس، هُئي طالبُ حق جِي. (شاهہ)

4- هُئي طالب حق جِي، توڏِي لانڪون تورَ، (شاهہ)

5- ڪتو طالبُ ڍوندَ جو، اَسين ڪُتي ڪِيڙَ، (شاهہ)

طالبُ معتقد يا مريدُ.

جِيئن ڪي فقير چوندا آهن تہ:

1- بابا! اسان سچل سائين جي درگاه جا طالبَ آهيون.

2- اسان وڏن ڪان وٺي جهوڪ شريف جي درگاه جا طالب آهيون.

3- اَڄ اسان جي اوطاق ۾، رڪيل شاه جي درگاه جا فقير ۽ طالبَ راڳ ڪندا.

طاماعُو طعامن جي گهڻ.

1- سَمي سِيئِي، طاماعُو تارِ ڪيا، (شاهہ)

طاماعُو لالچي يا مفاد پرست.

1- موتِي جي مهراڻ جا، تن جا طاماعُو، (شاهہ)

2- قُوتَ ڪَڙايا ڪاپڙي، طعام نہ طاماعُو، (شاهہ)

# ع

**عيبُ** نقص.
1- تاجي تورياڻون، تہ عيبَ نڪتا اڳيانِ. (شاهہ)
2- مون ۾ عيبَ اُپارَ، آئون تہ سَجَڻَ تُنهنجي ٻانهڙي آهيان. (شاهہ)
3- ڏولڻُ آهي ڏَکُ، ڪَڏي عيبَ نہ ڪَنهن جا. (طالب المولیٰ)
4- ڏولڻ ڏَکَڻُ ٿيو، تو ڏَکي عيبَ اُپارَ. (طالب المولیٰ)

**عليلُ** گهڻو بيمار يا مريض.
1- دنيا ۾ وڏي ۾ وڏو عذاب انسانَ جو عَليلُ ٿيڻ آهي.
2- صاف ءِ سُٺري ڪاڏي ڪائڻ ڪري، ماڻهو عَليلُ گهٽ ٿو ٿئي.

**عَليلُ** مست يا چريو.
1- اهو اڳ ۾ئي عَليلُ آهي ان جي دل نہ ڪَرِ.
2- دنيا هُن کي ايڏو پريشان ڪيو، جو آخر ويچارو عَليلُ ٿي پيو.

**عَليلِ** ڏکهو.

**عهد** واعدو.
1- جيڪي آيُس ڏانهن عَهدَ، سو پاري مُنڌ پاتارَ ۾. (شاهہ)
2- ڪَچُ ڪمايمِ ڪوڙُ، پَڳَمِ عَهدَ الله جا! (شاهہ)

**عَهدَ** دورَ يا زَمانا.

**عَدَمَ** فَنا يا نيستي.
1- عَدَمَ جي اوڙاهَ تي، ڪئا آسَڻَ آڌوتنِ. (شاهہ)

**عَدَمَ** آڳوتر.

# ف

**فرمانُ** حڪم.

1- بابا سائين! اوهان جو فرمان بہ اکين تي، پر اسان غريبن جي بہ ڪجھ ٻڌو.

2- پيارا! ٻين کي تہ آئون جواب ڏئي سگھان ٿو، پر تنھنجو فرمان نٿو موٽائي سگھان.

1- اُوءِ فائِقَ مِ فَرمانُ، اَوَتَڙِ ڪَنھن نہ اوليا. (شاھ)

فرمانُ جو جمع فَرمانَ

2- قُربيا نہ فَرمانَ ڪان، مُلھہ نہ موتيئڙن. (شاھ)

**فرمانِ** سَند.

**فِڪرُ** غُورُ يا سوچ.

1- ھي جو مانڊيءَ مَنڊ ٿاھيو آھي، ان تي تون غور ڪندو رَهُ.

2- الله پاڪ جي ھر تخليق تي فِڪرُ ڪرڻ نھايت ضروري آھي.

3- جڏھن تون ڪنھن مسڪين جي مسڪينيءَ تي غُور ڪندين، تڏھن تو کي روحاني سڪون ملندو.

4- جيترو تون ڪنھن بہ ڳالھہ تي غور ۽ فڪر ڪندين، اوترويي تنھنجي دل ۽ دماغ تي تازگي ۽ شگفتگي پيدا ٿيندي.

1- فِڪرسين فرقان م، اسم عظم ڏور. (شاھ)

2- ظاھر م زاني، فِڪر مَنجھہ فَنا ٿيا. (شاھ)

3- فِڪر فرھي ھَٿَ م، ماتِ مطالع ڪَنِ. (شاھ)

**فِڪرُ** ڳڻتي.

1- بابا! جيڪو ٽيٽو هو سو ٿي ويو، هاڻي فِڪرُ ڪرڻ اجايو آهي.
2- جيستائين جيئرا آهيون، تيستائين ڪوبه فِڪرُ نه ڪر، مَري وياسين ته پوءِ ڪَتَنوَ ياڳَ!
3- هڪڙو تون نه آهين، پر دنيا ۾ ڪوبه اهڙو انسانُ ڪونهي جيڪو فِڪرَ کان خالي هجي.

**فِڪرُ**
1- فڪر فرهِي هَٿ ۾، مات مطالع ڪَن. (شاهه)
پرواهه.
1- بابا! توکي ڪهڙو فِڪَرُ، جوندين ته بابو وينو آهي.
2- بابا! ڪوبه فِڪر نه ڪر، اچي چڙهيا آهيون.
3- پٽ! تون روز ڦُليلي تي وهنجڻ ٿو وڃي، توکي پنهنجو ڪوبه فڪرُ ڪونهي.

# ق

**قَتِ قَتِ** پکين جي پَرَن هڻڻ جو آواز.
پکي جڏهن اڏامندا آهن، تڏهن پَرَن سان آواز قَتِ قتِ ڪري پوءِ اُڏامندا آهن.

**قَتِ قَتِ** اُبهرائي.
1- ماڻهو اجائي قَتِ قَتِ نہ ڪري تہ بهتر آهي.
2- اجائي قَتِ قَتِ، انسان جي عزت، آبروءِ ڄاڻ ڪي ڇيهو رسائي ٿي.
3- يارَ! منهنجي اڳيان هرويرو قتِ قَتِ نہ ڪر، پاڻ هڪ ٻئي کي چڱيءَ طرح ڄاڻون سڃاڻون ٿا.

**قُتِي** اُيري، پيدا ٿي يا ظاهر ٿي.
1- ڪٽڪ هاڻي قُتِي آهي، پکين جو خيال ڪجو.
2- ڇَپَرَ اوطاق ۾ هَنئين اٺئون، اجا قُتِي ڪانهي.
3- جوئرَ هن سال ڏاڍي قُتِي هُئِي، پر پاڻي نہ ملڻ ڪري سَڙي ويئي.

**قُتِي** مَکَڻُ جو ڇاڻو.
1- اَمان! اڄ تہ مانيءَ تي قُتِي وجهي ڏي.
2- يارَ! اسان دڪان تي گِيهہُ ڪونہ ونون، پنهنجي قُتِي تئي اُن مان گُذرُ ٿيو وڃي.
3- ڳَنُنِ مان جيڪا قُتِي نڪري سا گِيهہُ ڪري وَڪِٽي، گهَرَ جو خرچ هلائيندا آهيون.

**قُتِي** وَنڻُ يا ڪپهہ جو فصل.
1- هِن سال قُتِيءَ جو اَگهہُ ڏاڍو سنو ٿيو آهي.
2- بابا! پاڻ بہ هن سال قُتِي تا پوکيون.

3- ڀائُو! هن سالِ اسان جي ڦُٽي واه جو ڦِٽي هُئي، پر پاڻي نہ ملڻ ڪري سڄي سڙي ويئي.

**ڦُٽي** ٽٽي.

گهڙي ڦُٽي پيئي، پاڻي وهي ويو.

**ڦُٽي** ظاهر ٿي.

**ڦِٽي** خراب، بيڪار.

1- امان! اَڄ کير ڦِٽي پيو آهي.

2- اَبا! مون کي ڪهڙي خبر، جو شهر ۾ رهندين تہ ڦِٽي پوندين!

3- خراب ماڻهن جي صحبت ۾ رهبو، تہ ماڻهو آخر ڦِٽي پوندو.

**ڦِٽي** نياڳ، برائي، ڦِتل.

1- منهنجي بہ ان ڏينهن اچي ڦٽي، جو ڏاڙيل منهن ۾ پئجي ويا.

2- تنهنجي ڪهڙي ڦِٽي جو پرائي جهيڙي ۾ وجي پئين.

**چوڻي:** ڦِٽيءَ کي ڦيٽوئي نہ لڳي.

**چوڻي:** ڳوهہ جي ڦٽي تہ شڪارين جا گهر ڳولهي.

**چوڻي:** تنهنجي بہ ڦٽي بيني آهي.

**ڦِٽي** ٻُرڙ ٻرڙ ٿيڻ، ڪپڙي جو ڦِٽڻ.

1- قسمت سانگي هڪڙو ڪپڙن جو وڳو ورتم سو بہ ڌوئڻ ڪان پوءِ ڦِٽي پيو.

2- يار! ڏي خبر تنهنجو مُنهن ڦِٽي ويو آهي، چاڪ تہ هئين.

**ڦِٽي** اُجلي ڇڏ، ڇڏي ڏي.

1- اهي خراب انب آهن، انهن کي ڦٽي ڪر.

2- سگريٽ پيئڻ جي عادت ڦٽي ڪر، نہ تہ اڳتي هلي

نقصان ٿيندئي.
1- فردا مڏ ڦٽي ڪئي، نقد ڪنيو نار (شاهه)
2- فڪر سان ڦِٽي ڪئي، سودي سو پاري (شاهه)

**ڦَرِيو** ٻُهارو.
1- ادي! شهر وڃي پَئي مون لاءِ ڪو ڦِرِيو وٺيو اچجانءِ.
2- اَبا! اوطاق کي ڦريو ڏياري صاف ڪَيو، مهمان تا اَچن.

**ڦَرِيو** پينگ ڪريو.
1- اَبا! هي اڳ ۾ ئي مانيءَ کي ڦَريو ڏيو وينا آهن.
2- اَنبن کي يَڪو ڦَريو نه ڏجو، ڪجهه اسان لاءِ به بَچائجو.
3- بس پاڻُو، پاڻ واري يارَجي رات چوري ٿي ويئي آهي، ڦريو ڏئي ويا اَٿس، ڪا شئي نه ڇڏي اٿَنسِ.

**ڦَرِيو** نسريو يا ٻُور جَهليو.
1- هن سال اَنبُ ڏاڍو ڦَريو آهي.
2- منهنجي باغَ جو زيتون به واه جو ڦَريو آهي، پر جيتَن جي بيماري لڳي وئي اٿس.
3- بَس يارَ قسمت جي ڳالهه آهي، هن سال تنهنجو باغ ايڏو نه ڦَريو آهي، جيڪو پَرُ سال هئو.
1- ٻَريائي ته ٻارِ، ڦوڪِ ته لڳي اَنبرين، (شاهه)

**ڦَرِيو** حمل ٿيو. ڳئن جو ڏڻ ڦريو آهي.

**ڦيرِي** مٽي ۾ چڪر اچڻ.

**ڦيرِي** وڏائو ٿيڻ.
1- ها يارَ! پئسو اَٿس، تڏهن مَٽي ۾ ڦيري ٿي اَٿسِ.
2- ايڏي دماغ ۾ ڦيرِي نه ڏارِ، ڦيري ڪَرڻ وارا ڪيئي ڦٽڪندا ڏناسون.

3- ڦيري ڪيئن نہ ٿيندس، پرائي ملڪيت جا هَٿَ آئي اَٿسِ.

**ڦيِري** تبديلي ۽ انقلاب.

1- جڏهن ڪو ظلم ڪٿي ٿيندو آهي تہ، قدرت طرفان ڦيري ضرور ايندي آهي.

2- شايد ڪا ملڪ ۾ ڦيرِي اچڻ واري آهي.

3- افغانستان، ايران ۽ روس ۾ ڦيرِي اچڻ جا زنده مثال موجود آهن.

**ڦيِري** گهوم.

1- اَبا! سڄو ڏينهن گهَرَ ۾ ويٺو آهين، وڃي ڪا ٻاهر ڦيرِي ڏئي اَچُ.

2- بابا! توهان اِتي اوطاق ۾ آرام سان ويٺا هجو، آئون تو وڃي زمين تان ڦيرِي ڪري اچان.

3- اسان وٽ ڳالهہ هڪڙي اٿئي، پاڻَ هيرِي ڦيرِي ڇاٽون ئِي ڪونہ.

**ڦوٽو** پاڻيءَ جو ٻڙُ ٻڙيو.

**ڦوٽو** پَليءَ جو ڦوٽو.

**ڦوٽو** ايلاچي، ڦوٽو جو جمع ڦوٽا.

1- قرقُلَ ڦوٽا پارچا، پاٽيٽَ پاتائون. (شاهہ)

**ڦوٽو** ڦوٽهڙو.

چٽن جا ڦوٽا. چٽا جڏهن ساوا ۽ پَڪا ٿيندا آهن تہ ماٿهو اُهي پَٽي کائيندا آهن. اهڙن ساون ۽ پَڪنِ چٽن کي ڦوٽا بہ چئبو آهي.

**ڦوڪُون** وات مان نڪرندڙ هَوا.

چوڻي: نرئي پِٽَ کي ڦوڪون نہ ڏجَن.

1- انسان جي وات جون ڦوڪون، ڳوهَ جو ڦوڪُون.

2- نانگ جون ڦوڪون، چِلمَ جون ڦوڪُون.
شرناءِ، مُتو، الغوزو، بَنسرِي، نَڙُ اهي سَڀُ ساز ڦوڪُن سان وڄندا آهن.

**ڦوڪُون** ٻَتاڪون يا ڊاڙُون.
1- يارَ! اجايُون پيو ڦوڪُون ڏينِ، اسان توکي چڱي طرح سڃاڻون ٿا.
2- پيارا! هاڻي تہ خدا جي واسطي ڦوڪون هڻڻ بند ڪر.

# ق

**قادَرُ** الله جو هڪ اسم.
1- قادرُ پنهنجي قدرت سين، قائم آه قديم. (شاهہ)
2- قادرُ ساڻُ ڪَرَمُ، حاصل ڪري حاجَ تو. (شاهہ)
3- مِيان مَدارَنِ سِين، مون کي قادر! وِجهُ م َڪاڻ. (شاهہ)
4- ڪونهي قادرُ ڪو ٻيو، اُنين جو اپاڳُ. (شاهہ)

**قادِرُ** حاوي.
1- استاد منظور علي خان جو راڳ، سڄي محفل تي قادِرُ رهندو هو.
2- ٻيروي راڳ تي اُستاد! توهان پورا پورا قادِرَ آهيو.

**قِريبُ** محبوبُ. قِريبُ جو جمع قريبَ.
1- قُمُ تي پُهچُ قريبَ کي اجلسُ تو نہ جڳاءِ. (شاهہ)
2- جوڳي تِينَ نہ يارَ، ڪَنهِين سين قريبُ تي. (شاهہ)
3- ڪُهي سو ڪَرَلَهي، ڪوني سو قريبُ، (شاهہ)

**قريبُ** مائٽ.
1- توسين چام! قَريبُ، ڪِي ڏُنُ ڇَڏائي ڏيج مون. (شاهہ)
2- هُوندَ نہ هِتِ تَرَنِ، پر قرابَتَ ڪَمُ ڪيو. (شاهہ)

**قِريبُ** ويجهو يا پرسان يا نزديڪ.
1- ڪوٽڙِي ءِ حسين آباد (ڳِڏو) هڪ ٻئي کي قريبُ آهن.
2- هيڏانهن قريبُ اَچ، تہ ڪي ڳالهيون ڪيون.
3- پٽيوالا اهڙا نياڳا اٿِي، جو صاحبَ جي قريبُ تو کي سَهَندا ئِي ڪونہ.
1- ڪُهي سو ڪَرَلهي، ڪوني سو قريبُ، (شاهہ)

**قِيامُ** رَهَڻَ جو هنڌ.

1- ڪراچيءَ ۾ اوهان جو ڪِٿي قيامُ آهي.

2- جيڪڏهن ٻئي هنڌ نتا رهو، ته هلي رات مون وٽ قيامُ ڪيو.

3- نه تنِ قِيامُ، نه قُعودُ ۾، نه ڪو ڪَنِ سُجُودُ. (شاهہ)

**قيامُ** نماز ۾ بيهڻ.

نہ تن قيامُ، نہ قعود ۾، نڪو ڪن سجود (شاهہ)

**قِيامَ** ظُلم يا قَهرُ.

1- ڪيائُون قِيامَ، آئون نہ جئندي اُنِ ري. (شاهہ)

2- ڪاڪِيُون! رات قِيامَ، جيڏيون! جَتَ ڪري ويا. (شاهہ)

3- هاٺي ٿيو حَشرُ، پَنا قولَ قِيامَ جا! (شاهہ)

**قِيامَ** قيامت جو يا حشر جو ڏينهُن.

1- درياه توتي دانهن، ڏيندسِ ڏينهَن قِيامَ جي. (شاهہ)

2- جي قِيامَ مڙَنِ، تہ ڪَرَ اوڏا سُپِرين، (شاهہ)

چوٺي: قاضي جاٺي تہ قاضي قيامَ جاٺي.

# ڪ

**ڪَارِ** ڏَنڊو يا ڪَمُ.

1- يارَ! نڪو ڪم نڪو ڪارِ، ائين واندا ويٺا آهيون.

2- ڪِتان سِڪئين سُپرين، ڪا سائڪِي ڪارِ؟ (شاهه)

**ڪَارِ** جُٺ.

1- چوانءِ ٿو سِڏو ڻي هَلُ، نه ته اهڙي ڪار ڪندو سانءِ جو جڳُ ڏسندءِ.

3- پوليس اهڙي ڪارِ ڪئي اٿس، جو هاڻي انسان هوندو ته چوري نه ڪندو.

**ڪَارِ** اونده، اونداهه.

1- بَتي ٻارِي ڀوءِ ٻاهر وَڃ، جُهڙ ڪري ڪارَ لڳي پئي آهي.

2- ڪڪرن جي ڪارَ لڳي پئي آهي، شايد مينهُن پوي.

**ڪارو** جبل جو نالو.

چپر چمر پانئيان، ڪانيوءِ ڪارو (شاهه)

**ڪارو** سياه.

چوڻي: ڪارو ٻڌ ڪمري سان، رنگ نه متائي، اوصاف ضرور متائي.

چوڻي: ڪارو الله جو پيارو.

چوڻي: ڪارڙو ڪمارڙو، اَنُ پاڻي ڏي ته مينهُن وسي وسي.

**ڪارو** اندر جو پليت يا تعصبي يا بغضُ رکندڙ يا منافق.

1- مُنهن جو مِنو ضرور آهي، پر اندر جو ڪارو اَٿئي.

2- پيلا جي هو اندر جو ڪارو آهي، ته اسان کي ڇا

ڪندو، ڇيهو پاڻَ کي ڏيندو.
1- مُنهُن تہ آهيريانِ ئي اُجرو، قَلبَ ۾ ڪارو. (شاهہ)

**ڪارو** زنا جو ملزم.
1- هُو ڪارو هئو، تڏهن ختم ڪيائونسِ.
2- هُو تمام اشراف ماڻهو هو، پر دشمني ۾ ڪارو ڪري ماري ڇڏيائونسِ.

**ڪارا** رنگ جا ڪارا.
1- آفريڪا جا ماڻهو رنگ جا ڪارا ٿيندا آهن.
2- ڪارا ڪپڙا پائڻ، اڄ ڪَلهہ جو شوق ٿي پيو آهي.
3- هڪڙا ماڻهو مُنهن جا ملوڪ، پر اندر جا ڪارا هوندا آهن.
1- اڄ پڻ اُتر پار ڏي، ڪارا ڪَڪَر ڪيسَ، (شاهہ)
2- ڪارا رڱج ڪپڙا، ادا نير وتي، (شاهہ)
3- لهرن ليڪو ناهِ ڪو، جِتِ ڪَپَرَ ڪُنَ ڪارا، (شاهہ)
**چوڻي:** اڱرن جي واپار مان، هٿ بہ ڪارا تہ مُنهن بہ ڪارو.
**چوڻي:** اَبا! توبہ اَڪَ ڪارا ڪيا، جو دنيا ڏسندي.

**ڪاڙهِا** سخت گرميون، ڏاڍا ڏينهَن يا تپشِ.

**ڪاڙِها** حڪيمن ۽ پسارين جو ڪاڙهيل دوائون.

**ڪوه** ڇو؟ ڇالاءِ، ڇا ڪندين.
1- تپي ڪندين ڪوهُ؟ ڏونگر! ڏکوين کي، (شاهہ)
2- ٻيون ڪوهُ ٻُڌنِ، چوڙي جي ڇڏيندون، (شاهہ)
3- روئي ڪندينءَ ڪوهُ؟ هاڻي ڪو هوت وري، (شاهہ)
4- هوتُ تُنهنجي هنجَ ۾، پُڇينِ ڪوهُ پَهي؟ (شاهہ)
**چوڻي:** گهوٽ ڪنوار راضي، تہ ڪوه ڪري قاضي.

**ڪوهُ** جبل، ڪوهُ سليمان، ڪوه کيرٿر، ڪوهہ هماليا، ڪوهہ

هاڙهو، ڪوه ڪارو، ڪوه ڀڀ ۽ ڪوه ڳاڙهو.

**ڪوهُ** بي ميل.

1- سئو ڪوهَ ڪَري سَپڪا، تون ڪُهي! ڪٺج وِڪ، (شاهه)

**ڪيچ** گهٽا، جهجها، ڪافي، الاهي.

1- ابا! هن سال برساتيون پيون، بس ڪَريم ڪيچ ڪري چڏيا.

2- هن سال الله پاڪ ڪٽڪن جا ڪيچ ڪري ڇڏيا.

چوڻي: ڪَٽِي مان ڪيچ ٿي ويا.

چوڻي: دل نه لاهه، ڪَٽِي مان ڪيچَ ٿي ويندا.

**ڪيچ** ملڪ جو نالو، ڪيچ مڪران، پنهون جو ماڳ.

1- ٻانيڻ ٿي ٻوتيون ته ڪُتا ڪئنئي ڪيچ جا (شاهه)

2- ڪيچ پهچي ڪِير، وجڻ سين وس ڪريان (شاهه)

3- اڳيان قوم ڪَبُ، اي قالي آڏو ڪيچ ڪي (شاهه)

4- پوءِ تان ڪونه ڪيوم، هوند ڪشالو ڪيچ ڏي (شاهه)

يارَ! توبه ڪيچَ ڪيا!

**ڪوڏ** جشن.

1- آئون پنهنجي شهزادي پُٽَ جي شادي لاڏ ڪوڏ سان ڪَنديَس.

**ڪوڏ** نخرو ڪٽڻ.

1- گهٽي لاڏ ڪوڏ سان اولاد خراب به ٿي وڃي ٿو.

**ڪوڏ** خوشي.

1- پُٽ! تو اسان جو چوڻ نه ورتو، تو پنهنجي ڪوڏ سان شادي ڪئي، هاڻي تون ڄاڻ تنهنجو ڪَمُ ڄاڻي.

1- ڪجي تان ڪوڏ ٿئي، سُجي تان سيباءِ. (شاهه)

2- ڪُنَ ڪَلاچِيءَ ڪوڏ، سُک نه سُتا ڪَڏهين. (شاهه)

3- پيَس لوهَ لطيف چَئي، لَتَس ڪوڏ ڪپُور. (شاهه)

**ڪوڏ** پاڻيءَ سان پاڻي ڪناري ليندڙ ڪچڪول.

**ڪنَڍي** در کي ايندڙ ڪڙو.

**ڪُنِڍي** مڇي مارڻ جي ڪُنڍي. جنهن سان ميربحر مڇيون ماريندا آهن.

**ڪُنڍي** پيچ.

**ڪُنِڍي** ٻنَئي ڪان پوءِ زمين تي ٻچيل اَنُ.
ٻنئي ڪان پوءِ جيڪو اَنُ آس پاس ڙڙيل پکڙيل مَٽي سان پريل هوندو آهي. تنهن کي هاري صاف ڪري گهر کڻي ويندا آهن. ۽ اُن اَنَ ۾ زميندار جو دخل يا حصو نہ هوندو آهي. تہ اهڙي ٻچيل، ڙڙيل پکڙيل ۽ مٽي سان پريل ان کي ڪُنڍيءَ جو اَنُ چوندا آهن.
1- اهڙو تہ ٻکيو زميندار هئو، جو ڪُنڍي جو رهيل اَنُ بہ کڻي ويو.
2- ابا! هاڻي اِها ڪُنڍي ڇاڻو اوهان ڇاڻو. ٻنئي هاڻي پوري ٿي.

**ڪُنڍي** مينهن جو قسم.
ڪنڍيءَ جو کير پيءُ تہ خبر پوئي.

**ڪوٽَ** ڏالون، گرز.
اُن سين طبل باز، تبرُون، ڪُند، ڪتارا ڪوٽَ، (شاهہ)

**ڪوٽَ** محفوظ هنڌ.

**ڪوٽُ** بدن جو لباس، جيڪو اڪثر ڪري سياري ۾ ماڻهو پائيندا آهن.

**ڪوٽُ** قلعو.
مثال: رِني ڪوٽ، اَمر ڪوٽ، ڪلهوڙن جو ڪوٽُ، وِگهہ ڪوٽُ، ڪوٽ لالو. مطلب تہ سنڌ ۾ اهڙا ڪيئي ڪوٽ آهن.

1- اَچي اَمَرَ ڪوٽ ۾، ڪَنديسِ ڪانہ ڪُريت. (شاھ)
2- سونيُون ڪَڙيون ڪوٽَ جون، پيرن منجھہ نہ پاءِ، (شيخ اياز)

ڪَنڊو — وڻ جو قسم.

ڪَنڊو — شڪايت.

1- ادا! پاڙي وارن کي جيڪڏهن اسان لاءِ ڪو ڪنڊو آهي تہ ٻڌائن ڇونہ ٿا؟
2- جيڪڏهن دوستن کي تنهنجي لاءِ ڪو ڪنڊو آهي تہ آئون بدلي ٿو ڪرائي وَڃان.
3- الله ڪندو تہ منهنجي هوندي، تو کي ڪوبہ ڪنڊو نہ لڳندو.
1- تن جو ڪنڊوئي ڪَمُ ڪري، جو مَٿس پيرُ پيو. (شاھ)

ڪنڊو — بغض.

1- راڄَ وارن اسان جو ناہ بہ ڪرايو، پر هُو اجان اندر ۾ ڪَنڊو رکندا اَچن.
2- پيارا! ڏس مون تو کان پيرين پئي معافي بہ ورتي آهي، پر تون اجا دل مان ڪنڊو نٿو ڪڍين.

ڪَنڊو — ماڻهوءَ جي پُنِيءَ ۾ هڏين جو جوڙ.

ڪنڊو — رُڪاوٽ.

ڳالهيون ۾ ڪندا ڪڍڻا پوندا نہ تہ قصو نہ هلندو.

ڪَنڌِي — سهارو يا واہ يا وسِيلو.

1- الله ڪان سواءِ، ٻي ڪابہ ڪَنڌي نہ آهي.
2- پيا ظلم سهون، پلا ڪاڏي وڃون، ٻي ڪا ڪَنڌي آهي ئي ڪانہ.

ڪَنڌِي — ڪنارو، ڪپر.

1- ساندہ سڀ درياہ، پري ڪنڌي پار جي، (شاھ)

2- ڪنڌيءَ اُڀيون ڪيتريون، ساهَڙُ ساهڙُ ڪن. (شاهه)
وائي: ڪنڌي ساريان ڪانَ، يا امنُ امانَ
ٻاجهه ٻلا تِي، ٻانئيان. (شاهه)

ڪُندَ
نبد.
اُهي ماڻهو جيڪي دنيا جي ڪابه ڳالهه نٿا سمجهي سَگهن، سي ڪند ذهن آهن.
1- اهي ماڻهو اتي جواتي بينا هوندوَ، ڇاڪاڻ تہ هُو ڪند دماغ آهن.
2- ماڻهن جا ڏُڪَرَ، ڪُندَ دماغ ڪري ڇڏيا آهن.

ڪُندَ
ڀالا يا ڏَڦا.
اُن سِين طبل، باز، تبرون، ڪُندَ ڪتارا ڪِيرَ. (شاهه)

ڪَنڌُ
ڳِچي.
1- تيئي ڀرچيا ڀاڻَ ۾، تَندُ، ڪَتارو، ڪَنڌُ. (شاهه)
2- ڪَنڌُ ڪتارو، مُنهُن وَتِي، عادت سَندِين اِي، (شاهه)
3- قربَ وارا ڪَنڌُ ڪِينَ ڪڍائن،
زهر جي ڏيندين تہ بہ ڀِي ويندا. (شهيد سومرو)
چوڻي: اُٿ جو جيڏانهن ڪَنڌُ، اوڏانهُن ڀَنڌُ.

ڪَنڌُ
ٻِلو.
1- بابا سائين! اسان جو بہ ڪو ڪَنڌُ ڪيو.
2- سائين! اسان کي بہ ڪنهن ڪنڌي ڪناري ڪيو، ڏاڍا ڏُتڙجي ويا آهيون.
3- اَبا! هِن جو بہ ڪو ڪَنڌُ ڪر، سوير ڪان وِني وينو آهي.

ڪَمِي
مزدور، پورهيت، ڪَمُ ڪَندڙَ.
1- ابا! جي ساڳيا ڪَمِي نہ آيا آهن، تہ ٻيائي وَني اچو.
2- سيٺ! اسان ڪَمِي پورهيت ماڻهو اوهان سان

کهڙي ٻولي ڪيون، جيڪو ڏِنُوَ، سو اکين تي.

3- هي ماڻهو اوهان ڏانهن ڪمِيءَ ڪَمُ ڪري پيو موڪليان، منهنجو ضرور ڪَمُ ڪري موڪليندا.

1- سَويـن هَلـن سـاٿَ ۾، ڪَمِي ءِ ڪـورِي، (شـاهه)

**ڪَمِي** گهٽتائي، کوٽ.

1- الله جا احسـان آهن جو ڪـنهـن شيءِ جي ڪـمـي ڪانهي.

2- انشاءَ الله اوهان کي ڪنهن به ڪم جي ڪمي محسوس نه ٿيندي، دلجاءِ ڪريو.

1- لُطف جي لطيف چئي، تـو وٽ ڪمي ڪانـه (شاهه)

2- مـون وٽ مال مـتـاع جي ڪـمي آهي ڪـانـه (شاهه)

**ڪَمالُ** اوچائي.

(1) هي هِنَ ماڻهوءَ جو ڪمـالُ آهي، جو هيڏيءَ وڏي عمر ۾ به علمي، ادبي ڪَمُ ڪندو اچي.

2- حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي بيشڪ ڪمال جو شاعر آهي.

1- پاڻهين صورت پرينءَ جي، پاڻِهين حُسن ڪمالْ. (شاهه)

**ڪَمالُ** حيرتَ يا عَجَبُ.

1- مون کي ته تُنهنجو اِنهن ڪرتن تي ڪمالْ ته اڳي

2- ڪمالُ آهي، هي ننڍڙو ڪم به تنهنجو نٿو ڪرين.

3- پيارا! هي سڀ ڪَمُ پئسي جو ڪمالْ آهي.

**ڪَمُ** مقصد پورو ڪرڻ.

1- تَڙَ تـڪَڙِ تـارِ گهـڙَڻ، ايءَ ڪـاٽـيارن ڪَمُ، (شـاهه)

2- پيارا! ڪو ڪَمُ ڪار هجي ته حڪم ڪر.

3- پـلا اوهـان نـه اسان جو ڪَمُ ڪـنـدا تـه ٻيـو ڪـيـر ڪندو؟

**ڪَمُ** غرض.

1- جڏهن بہ تون مون وٽ اچين ٿو، ڪو نہ ڪو ڪَمُ ڪنيون اَچين.

**چوڻي:** ڪَمُ لَٿو، ڏَکُ وسريو.

**چوڻي:** الله ڪري تہ ڪنهن ۾ ڪَمُ نہ پوي.

**چوڻي:** اُميد ڀلي هجي، باقي ڪَمُ نہ پوي.

**چوڻي:** گدڙ ۾ ڪَمُ پوندو آهي، تہ وڃي جبل جي چوٽيءَ تي ويهندو آهي.

**ڪَمُ** ڌنڌو يا روزگار.

1- سچو مهينو ٿيو آهي تہ گهرَ ۾ ويٺا آهيون، ڪَمُ ملي ئي نٿو.

**ڪَمُ** ڪِرت.

1- بس يارَ! نوڪري ڪانہ مِلي، هاڻي موچڪو پيو ڪَمُ ڪيان.

2- شڪر آهي يار! مهيني ڪَنَ جو ڪَمُ مِلي ويو آهي.

**چوڻي:** ڪَمُ نہ هجئي، تہ وڃي وڏيري جي اوطاق تي.

**چوڻي:** ڪَمُ اهڙو ڪندوسانءِ، جئن ٻرڙو ڪري ٻارن سان.

**ڪَلِ** اِنجڻ.

**ڪَلَ** خبر يا سڌِ يا پَروڙَ.

1- ڪَنهن ڪِنهن پيئي ڪَلَ، تہ هَردوئِي هيڪُ ٿيا. (شاهہ)

2- ڪِنين ڪِنين ماڙهين، پيئي ڪَلَ ڪائي، (شاهہ)

3- هُئينءَ گهڻو هوشيارُ؟ ڪَلَ بہ هَيءِ ڪانڌ جي؟ (شاهہ)

4- آهي آساني، ڪَمَ پَئي تي ڪَلَ پَوي. (شاهہ)

**ڪَلَ** عقل يا مت يا سمجهہ.

1- خام خواه اَچي ڪَلَ تِڙي اَٿئي.

2- مَسَ مَسَ عهدو مليو اٿس، هاڻي الله ڪري ڪٿي ڪَلَ نہ ٿــڙيسِ.

3- تنهنجي ٿي آهي ڪَلَ خراب، تڏهن تو ماڻهن جون گلائون ڪندو وتين.

**ڪَلَ** گاهہ جو قسم.

**ڪِلِي** تڪبر، غرور، هَٺُ.

1- اوهان کي ڪِلِي آهي، جيڪو ڪرٽو هجيوَ سو وَجي ڪيو.

2- ابا! ڪنڌ ۾ ڪِلِي اٿس تڏهن مُنهُن ڏئي نٿو ڳالهائي.

**ڪلي** ڪوڪو. جيڪو درن، دروازن ۽ ڪاٺ ۾ ڪَم ايندو آهي.

**ڪَلِي** تنگِي.

1- ابا! هيءَ قميص ڪِليءَ ۾ تنگي ڇڏ.

2- پٽ! اهو ڪوٽُ ڪِليءَ مان ڪنيو اَٿِ.

**ڪَسُ** دل جي ڪوٺ.

1- اڄ ڪلهہ ماڻهن جي دِلينِ تي ڪَسُ چڙهندي ٿي وڃي.

1- لاهي جو لطيف چئي، مٿان قلبَ ڪَس، (شاهہ)

2- ڪوڙين لاهي ڪَسُ، جي ڳالهائي ڳاتُ ڪٿي. (شاهہ)

**ڪَسُ** نقصان، ڇيهو، ٽوٽ.

1- ها! مون کي خبر آهي تہ تون ڪَسُ کائڻ وارن يارن مان ناهين.

2- پيارا! نياڻٽو آهي تہ پوءِ ڪَسُ ڪَسَرِ ڪي نہ ڏِسبو آهي.

چوڻي: ڪَسُ کائبي، تڏهن رَسُ ٿيندو.

1- قربَ ۾ کهڙي آهي ڪَسُ،
وارِ سَجڻ کي وصالَ جون وايُون.
(طالب المولي).

**ڪَسُ** ڪَٽُ.

**ڪَسِي** گهٽتائي واري.

1- يار! ڳالهه ته هاڻي ڏاڍي ڪَسِي ٿي پيئي آهي.

2- اسان اجايو خسيس ماڻهن جي اڳيان ڪَسِي ٿياسين.

3- بردبار، عقلمند ۽ سچا ماڻهو ڪٿي به ڪَسِي ڳالهه نه ڪندا آهن.

چوڻي: مُڙَسَ ڪُسِي ويندا آهن، پَرَ ڪَسِي نه ڪندا آهن.

**ڪَسِي** پاڻيءَ جي نيڪال جو گَسُ.

**ڪَسَي** عيبدار.

**ڪَکَ** گهرَ.

1- يار! پنهنجا ڪَکَ ڏاڍا ڏکيا ڇڏيا اٿئون.

2- مَري ويندا سون، پر پنهنجا ڪَکَ ڪونه ڇڏينداسين.

3- خدا جا احسان آهن، جو پنهنجا اَيِرا سَيِرا ڪَکَ آهن.

4- هِنن اسان جا ڪَکَ لتاڙيا آهن، اسين ضرور پلاندُ ڪنداسون.

**ڪَکَ** گاهَ.

1- هِن سال به جَبل ۾ ڪَکَ ڪونه ٿيا، مال ڏٻرو ٿيندو ويو.

2- يلا ڏيو خبر، جبل مان پيا اچو، مال لاءِ ڪي ڪَکَ پَنَ ٿيا آهن يا نه؟

**ڪَکَ** سنهيون ڪاٺيون.

1- ڪَکَ ڪانڊيرا، ڪاٺيون، ميڙي، ٻَڌَمَ مَڏُ. (شاهه)

2- تون تو چوندين ڪَکَ، مان اُڏران آڪاسَ ۾. (شيخ اياز)

چوڻي: ڪَڪَ جي چوري، لَڪَ جي چوري.
چوڻي: ڪَڪَ جو چورُ، لڪَ جو چورُ.

ڪَڪَ — ڏنگ.
1- اڄ رات ٻاڻي ورائيندي، همراه کي بلا ڪڪي وڌو.

ڪَڪَ — ترهو. جيڪو ڪَڪَنِ جو ٺهيل هوندو آهي.
1- اُپيُون اورئين پار ڏي، ڪوڙيُون ڪَڪَ پُڄَنِ. (شاهه)

ڪُرسي — اقتدار.

ڪرسِي — عهدو.

ڪِرسي — ڪونيت وڻ جي پاڙ.

ڪَڙي — قابو، مضبوط، سوگهي، ڦاٿل، قيد.

ڪَڙِي — ڪاري. جيڪا شئي ڪائي ٻه نه سگهجي.

ڪِڙي — قابو ٿي.
1- ڪيچِيُنِ آئون نَه ڪَڙي، ڪنهن ڏُکيءَ ڏاوڻُ ڏائيو. (شاهه)

ڪَڙي — ٻانهن ۽ پير جي مُرين ۾ پوندڙ زيور.

ڪَڙي — زَخَمَ جو چميل رَت.
جمع ۾: چِڪيا چاڪَ چِيھُنَ ڪري، ڪَڙيُون مُورُ نـه ڪَنِ. (شاهه)

ڪَسَرَ — گيسَر.
1- ڪـرهـا ڪَسَرَ چَڏ، وَڪَ وڌنـدي پـاءِ. (شـاهـه)
2- ڪَسَرَ چَڏ ڪنواتَ، وکُون وِڄهـه وڌنديُون. (شاهه)

ڪَسَرَ — ڪَسُ يا زنگَ.
1- الاهي ڪَسَرَ ڪَٽُ، اَڇي ڪوڙ قناتون ڪاڪ ۾. (شاهه)

ڪَسَرَ — فائدو.
چوڻي: ٻَلي ڪَسَرَ هُجِي، ڇا ياد ڪندين!

ڪَڇَ — بغل.

ڪڇ — ماپ.

1- اَبا! اِها زمين تپيدار سان گڏ وڃي ڪَڇَ ڪري اچو.
2- جيستائين زمين جي ڪَڇَ نہ ڪبي، تيستائين ڪابہ ماپَ جي خبر نہ پوندي.

ڪَڇَ — چيلهہ وارو مٿيون ڍڪڻ.
مائرون ٻارڙن کي ڪَڇَ تي کڻي گهمائينديون آهن.
1- ماشاءَ الله هاڻي تون جوانُ ٿي ويو آهين، مون تہ توکي ڪَڇَ تي کڻِي بہ گهُمايو آهي.

ڪِڇِ — ڏڪڻ ڏانهن.

ڪرم — ٻاجهہ.
1- الله جا لَکَ ڪَرَمَ آهن، جو وقت خير جو سُٺو پيو گذري.
1- قادِرُ ساڻ ڪَرَمَ، حاصل ڪري حاجَ تو. (شاهہ)

ڪَرَمَ — مهربانيون.
1- پيارا سائين! اهي اوهان جا ڪَرَمَ آهن، جو غريب جي تڏي تي آيا آهيو.
2- يارَ! اهي اوهان جا ڪَرَمَ لاهي تہ ڪونہ سگهندسُ، پَرَ ڳائيندسُ ضرور پيو.

ڪَرَمَ — قسمت.
1- ويچارِي کي اهي ڏک بہ ڪَرَمَ ۾ لکيل هُئا.
2- يارَ! تنهنجا ڪي ڪَرَمَ اهڙا آهن، ٿهيل ٿڪيل ڪم بہ ڍهيُو وڃي.

ڪُٽَڻُ — جسماني سزا ڏيڻ.
1- اهڙين خراب عادتن کان توهان کي پنهنجي ڇوڪري کي ڪُٽَڻُ گهُربو هو.
2- امان! اهاڻي تہ مون کي بابي جي ڪُٽَڻ کان بچاءِ، آئنده مون توبهہ ڪَئِي.

كُتَڻُ وِچ ڪُتو.
1- اهو ڪُتَڻُ توکي ڪڏهن نہ ڪڏهن ضرور مصيبتَ ۾ وِجهندو.
2- ڪُتَڻ جيستائين ڪُتِّپو نہ ڪري، تستائين آرام ئي نَہ اچيسِ.

ڪُتَڻ ستَڻ.

ڪُتَڻ ورجاءِ ڪرڻ. ڪوڙ نہ ڪُٽ.

ڪِتي ڪاٺ جي ڪُتي.
گيهہ ۽ ڪَنڊُ مانيءَ سان مِلائي، اُن کي پوربو تہ ڪِتي ٺهي پوندي. اها بہ شاديءَ جي رسم آهي تہ راتِ جو ڪُنواريتن طرفان گهوٽ کي ڪُتي کارائيندا آهن ۽ ڪُتيءَ جي گهوٽيتن کان گهورَ وٺندا آهن.
چوڻي: ڪِتيءَ ڪاٺ لاءِ بہ مهانڊا تا گهُرجَنِ.

ڪِتي ماري، بيعزت ٿي.
چوڻي: ڪُتيءَ ڪاٺ وارا منجنون گهٽا آهن.

ڪُٽَ مارَ.
1- چورا! چگو پٽهين کي رکو گهر ۾ اچڻ ڏي، ڏِسُ تہ کهڙي نہ ڪُٽ ٿي ڪيدرايانءِ.
2- پوليس اهڙي ڪُٽَ ڪيدي اٿسِ جو انسانُ هوندو تہ آئينده اهڙيون حرڪتون نہ ڪَندو.

ڪُٽَ ڪَسِي ڪرڻ.
ڏاندن ۽ ٻَڪَرن جي آنُورنِ کي ماٺهو ڪُٽَ ڪندا آهن تہ هو ڪسِي ٿي پوندا آهن. ان ڪري تہ جانور سگها ٿين ۽ گوشت ڏِينِ. پر اُهي ڦَرَ پيدا نتا ڪري سگهن.

ڪُٽَ ڪُتيل ساريون.
جڏهن ساريُون لهنديُون آهن، تڏهن هاري ساريُون زمين

تي سَتي اُن مان اَنُ (ڇانور) ڪَڍي ڪائيندا آهن ۽ اُنهن کي ڪُٽَ سُتَ واريون ساريون ڇنبو آهي.

**ڪَتِي** لوتي. (اُنَ جي نهيل لوئي)

1- اَبـاڻـن جي آسـري، ڪَتِي ڪـانَہ ڪَيـامِ. (شـاهہ)

**ڪَتِي** فصل جو قسم.

جنهن ۾ جوئر، تِرَ، ڇٽا، مٽر، ڪپهہ ٿيندي آهي.

**ڪَتِي** رات جو آسمان ۾ تارن جو هڪ جُهڳٽو.

ڪَتيءَ جي بالڪل ڀرسان ٽيڙو بہ هوندا آهن.

ڪَتي جو جمع ڪَتيُون آهي.

1- ڪَتِنِ ڪَرَ مـوڙيـا، ٽـيـڙو اُڀـا ٿـيـئـي، (شـاهــہ)

2- تـارا ڪَتـيـون تـائِب تـيـا، ڏيـکـيـنـدي دِلـبَرُ، (شـاهہ)

**ڪَتارَ** خنجر، ڪاتي.

1- ٿيئي پرچيا ڀاڻ ۾، تـنـدُ، ڪَتـارو، ڪَـنڌُ، (شـاهہ)

2- ڪونڌرَ! هيءَ ڪَتارَ آهہ، ڇونہ هِٽين تو هاڻ؟ (شيخ اياز)

**ڪَتارِ** ساز جو قسم.

**ڪَتار** ڪن تار.

1- يار! ڇو ڀلا، ڪتارَ پيو ڪرين، ناراض آهين ڇا؟

2- ڀَلي ڪيڏا بہ وڏا ماڻهو هجن، پر فضيلت نہ هجِينِ تہ انهن کان ڪتار ڪندو آهين.

**ڪَانِي** ڪانُ، تير، ٻاڻ.

1- ابا! خدا جي ڪا ڪاني لڳين، هڪڙي مينهن هئي، سا بہ ڪاهي ويا.

2- ابا! اهي بزرگ ٿي مري ويا، جن جي ڪاني ڪرامت ڪم ڪندي هئي.

1- تنين کي تعليم جي، ڪُڙهہ اندر ڪاني (شاهہ)

**چوڻي:** جنهن جي ماني، تنهن جي ڪاني.

**ڪانِي** سَرَ جو ڪچو ڪانو (سَرَ ڪي ڪانهن بہ چوندا آهن)

1- ڪچي ڪاني ڪانهن، ٻُڏا ڪيڏي ٻار مان (شاهہ)

2- ڪوڙ ءِ ڪاني، آهي سِرَ سيپ ڪنهن (شاهہ)

**ڪانِي** سرائي، جنهن سان اکين ۾ سُرمو وجهبو آهي، لاڙ جا ماڻهو، سَرائي کي ڪاني بہ چوندا آهن.

1- ٿورو پاءُ ترس، رڳو سُرمي جون بہ تي اکين ۾ ڪانيون وجهي اچان ٿو.

2- يار! هي ڪاني خراب آهي، سُرمو نٿي ڪڍي، ٻي ڪا آڻي ڏي.

1- تون ڪا ڪاني پاءِ، وَنءَنِ ۾ وصال جي (شاهہ)

2- ڪاني ڪارائيءَ جي، مُڙس تي مَ پاءِ (شاهہ)

**ڪانِي** نڙاتي.

1- جِئن ڪا ڪانِي ڪانهَن، لُسندي لاتيُون ڪَري، (شاهہ)

**ڪانِي** پِٽَ يا بد دُعا.

**ڪايَا** شيشا.

1- اَبا حيدرآباد وڃي بہ پيو، اڳ پوءِ ڪايا بہ وٺيو اچجانءِ.

2- در ءِ درين کي آهستي آهستي ڪري چنڊيو، متان ڪايا نہ ڀڄي پون.

ڪايا جو واحد ڪايو.

1- ڪايو ڪمايوم، موتي مون نہ وٽجيا. (شاهہ)

**ڪايا** ڀَڄَرَ.

جيڪي ڇَپرَن ءِ مَنهَنِ م لڳندا آهن. لاڙي زبان ۾ ڀَڄَرن کي ڪايا چوندا آهن.

**ڪايَا** صحت يا تندرستي.

1- هاربا توهِري، ڪُپَچُ ڪايا سِين ڪيو، (شاهہ)

2- سِر ڏنائون ست ۾، ڪايا، مايا، مال. (روحل صوفي)

**ڪاڪا** چاچا.

لاڙ ۾ چاچا يا چاچي کي ڪاڪا به چوندا آهن.

1- آئون هيڪلي حب ۾، نه مِٽُ نه ڪاڪو. (شاهه)

**ڪاڪا** ورلي.

1- ڪاڪا عورت جاڙن ٻارن کي به جَنم ڏيندي آهي.

2- مينهون ته سڀ مينهُون آهن، پَر ڪاڪا مينهن نهايت ٻَلي ۽ ڏسڻ وڻان هوندي آهي.

**ڪافِي** بزرگانه اهميت رکندڙ جاءِ.

سيوهڻ شهر ۾ بزرگن، درويشن ۽ فقيرن جي رهڻ جون جايونَ آهن. جن کي ڪافي يا ڪافيُون سڏيو وڃي ٿو. مثال، پناٿن جي ڪافي، بودلي بهار جي ڪافي، شير يا شينهن واري ڪافي- البت اها ڳالهه تحقيق طلب آهي ته اهو ڪافي لفظ انهن رهڻ وارين جاين تي ڪيئن پيو ۽ ڇو پيو.

پوري پاڪستان جي درگاهن تي ڪافيون ڪونهن فقط سيوهڻ شريف کي ئي ڪافين جو شرف مليل آهي.

**ڪافِي** شاعري، جي صنف.

ڪافي جو لکڻ ۽ ڪافي جو اوج. خواجا غلام فريد رحمة الله عليه ۽ حضرت بلا شاه جي دور ۾ گهڻو رهيو. البت هڪ صديءَ هن آخري دور ۾ مصري شاه، نصرپور وارو، زمان شاه ٺٽي وارو، حمل فقير، طالب المولىٰ، شيخ اياز، استاد بخاري به ڪافيءَ تي ڪافي لکيو آهي. مصري شاه نصرپور واري کي ڪافي جو بادشاه چون ٿا. ڪافي تي حضرت طالب المولىٰ به ڪافي نالي هڪ ڪتاب لکيو آهي.

**ڪافِي** پوري آ يا پورو آ.
1- هيءَ جاءِ اسان جي رهڻ لاءِ ڪافي آهي.
2- هي ڪمرو ڪلارڪن جي ڪم ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي.

**ڪافِي** گهربل تعداد.
1- هن شاديءَ ۾ ماڻهو ڪافي آيا هئا.
2- يار! ماڻهو ڪافي اچي ويا آهن، هاڻي ماني شروع ڪيو.

ناگا ساڪِي ڪافي ناه،
سيڪجھ ناسُ ڪندو نادانُ! (شيخ اياز)

**ڌَتَ** فڪر، ڳڻتيون، هٻڪ.
1- جهاڳِيندي جَرَ پَتيُون، مَتان ڪرين ڪَتَ. (شاهه)
2- سِڄ سامُهون مُنهَن ۾، متان ڪرين ڪَتَ. (شاهه)
3- ملڻ جي مشتاقَ سِين، ڪانَہ ڪيائون ڪَتَ. (شاهه)

**ڪَتَ** اندازو، غور، ڳڻ ڳوت.
1- وَڏو نانءُ الله جو، پَر جي ڪجي ڪَتَ. (شيخ اياز)
2- مون سيوئي سَڳِيُون، پَسِي ڪينَ مَ ڪَتُ. (شاهه)
3- ڪَتَ نہ ڪندو ڪاءِ، جُہ پلاڻيو تہ پرينءَ مڙي. (شاهه)

**ڪَتَ** منصوبہ بندي.

**ڪِلي** جَنگ يا ويڙه.
1- ڪِلي ويرَ ڪَتَڪَ ۾، هَيءِ! جي حَسنُ هَئو.
2- ڪونر ڪِلي جا ڪوڏيا! جا نڪي تائين جيُ. (شاهه)
3- ڪلي ويرَ ڪَتَڪَ ۾، سائو سَپ نَہ هُون. (شاهه)
4- ڪُوپا ڪلي ڪوڏيا، راوتَ ڪينَ رَهَنِ. (شاهه)
5- ڪِلي ويلَ ڪهو، جو سامهون تئي سَپَنِ ڪي؟ (شاهه)

**ڪِلي** مال ٻڌڻ جا ڪِلا. جيڪي ڪاٺَ جا نهيل هوندا آهن.

1- اَبا! هيءَ مينهن ڇڙي وِئي آهي، تنهن کي ڪِلي ۾ ٻَڌي ڇڏ.
2- سڄو ڏينهن ٻَڪري ڪِلي ۾ ٻڌي اَٿو، ڪوليوس ته ڪجهہ تنگون تہ سَهسائي.
چوٽي: وَڇ بہ ڪِلي آهِر ڪُڏندي آهي.

**ڪوٺِيُون** ڪمرا ۽ جايُون.
1- ڪوٺيُون قيمت سَندِيُون تَر ۾ تاڪِيائُون. (شاهہ)

**ڪوٺِيُون** بندِيخانا.
1- مارن کي ملندياس، ڪوٺيُون ڇڏي ڪڏهين؟ (شاهہ)
2- جَهروڪَنِ جهورِيو هِنيون، ڪوٺِيَنِ آئون ڪُنياسِ. (شاهہ)
3- پيڪڙا پيَرنِ ۾، ڪوٺِينِ اندر ڪِيرَ. (شاهہ)
4- ڪوٺِيئنِ وِهانَ ڪِيئن، جي بَندياڻي نہ هُئان؟ (شاهہ)

**ڪوٺِيُون** سَڏيُون يا گهُرائيُون يا دعوت ڏيون.
1- صبحاڻي سَڄي راڄَ کي ٿا ڪوٺيُون، پوءِ جيڪو بہ فيصلو ڪَنِ.

**ڪاٽَ** قيدَ خانا.
1- هَٿڙِيُون هَٿَنِ، جَنگهُون پانهُون ڪاٽَ ۾! (شاهہ)

**ڪاٽَ** مصِيبتَ يا آزارَ.
1- پاڻ تہ جند ڇڏائي ويا، پر اَسان کي ڪاٽَ ۾ وجهي ڇَڏيائون.
2- نٿو مَڃي تہ ڇَڏي ڏِيوسِ، پاڻهين وَڃي ڪاٽَ ۾ پَوندو.

**ڪاٽَ** وڻن جا ڪاٽَ. جنهن مان عمارتي ڪاٺ ٺهندو آهي.

**ڪَلِيُون** هانوَ.
1- سُٺيو رَڙِ رَعَدَ جي، ڪَلِيُون ٽِيون ڪَنبنِ. (شاهہ)

**ڪَلِيُون** اڪيليون.
1- ڪَلِيُون ڪِينَ ڪُڇَنِ، ويچاريُون وَرَنِ ري. (شاهہ)

**ڪَلِپُون** مڇيءَ جون ڪليُون. جنهن مان مَڇي ساهه ڪڻندي آهي.

**ڪَليُون** انسان جون ڪَليُون.

جيڪي ماڻهو جي ڇاڙيءَ جي ڀرسان هونديُون آهن ۽ جڏهن اُنهن ۾ سُورُ پوندو آهي تڏهن انسان ڪاٺي ڀي مشڪل سان سگهندو آهي.

**ڪَليُون** گُلن جون ڪَليُون (مُڪڙيون)

**ڪُنڍِيون** وَرِيلَ سنگنِ واريون مينهُون.

1- ڪانڌَ مَ وِڪڻِ ڪُنڍيُون، ڏَڻُ سَيوئِي ڏارِ. (شاهه)

2- ڪُنڍيُون ڪاهي گُس ڪَريو، وَڃُون ڪريو واٽَ. (شاهه)

3- ڪاريُون، ڪَڪِيُون، ڪُنڍيُون، وارا ڪئو وينِ. (شاهه)

**ڪُنڍِيُون** دَروازَنِ، دَرِيُنِ جي بند ڪرڻ جو ڪُنڍيُون ۽ ڪَڙا.

**ڪُنڍيون** مڇيءَ مارڻ جون ڪُنڍيُون.

**ڪورِي** ڪورڪو ڪم ڪندڙ پورهيت.

1- سوين هَلَنِ ساٿَ ۾، ڪَمِي ۽ ڪورِي. (شاهه)

**ڪورِي** نئون ڪپڙو، جيڪو اڃان پهريون ڌوپُ بہ ڏنيو نہ هجي.

استاد! هي سوڙ جي ڇَو بلڪل ڪوري اٿو، چڱيءَ طرح ڌوئجو.

**ڪورِي** ٻيري يا ٺُڪرو.

1- اَمان! مون کي تہ مڇيءَ مان هڪ ڪوري ڪڍي ڏي تہ آئون ڪاٺِي کَم تي وڃان.

2- ادا! مهاڻا، مون کي سڄي مَڇي کپي، پَرَ اُهي ڪوريون ڪري ڏي.

**ڪورِي** ذات جا ڪوري.

ڇـوِ يـي: ڪوري مَت نوري.

ڇِـو يـي: ڪوري بہ تا ترارون هڻن.

ڇـو يـي: تون بہ ڪورڪي تڪر ڇڏ.

1- سوين ملن ساٿ ۾ ڪمي ۽ ڪوري (شاهه)

# ڪ

ڪِيرُون قطارون يا صفون يا ٽوليُون.

1- وِيئُون پَٻ پَئي، ڪِيرُون ڪاهوڙِن جُون. (شاهه)

ڪِيرُون مبارڪون يا واڌايون.

1- ڪٿيو ڪيانتو خبرون، ڪيرُون ڏِيو ڪِلي، (شاهه)

2- ڪيرُون ڪٿيرُنِ ڪي، وجي ڏيه ڏيان! (شاهه)

3- سَجَڻَ ڳَرِ لائي، ڪِيرُون ڏِينديَسِ جيڏِيين. (شاهه)

1- پيارا! ڪيرُون هجنئي، جو امتحان ۾ پاسِ ٿيو آهين.

2- يارَ! پُٽَ ڄمڻ جون ڪيرون اٿئي، هاڻي ته منائي ڪاراءِ!

ڪَرَ گڏهه.

1- ڪَرَ ڪي ڪپڙُ ڪاءِ، نانگُ مٽيارو نِڪري، (شاهه)

2- ڪَرَ خرابُ ٿِيين، هَيا! هچارا! (شاهه)

ڪِيرَنِ وَڻَ جو قسمُ.

ڪاٽِي ڪِيرنِ هيٺ، وِينِي روءِ رَت ڦُڙا. (شاهه)

ڪِيرنِ ڪير جو جمع.

دعا ڪر اجا چونئريون ڪِيرنِ سان پَريُون پيُون آهن.

ڪَڙَهَ لنگهُ.

ٻهراڙي ۾ جن ماڻهن جي گهَرن ڪي چوڏاري لوڙها هوندا آهن. اتان وري اچڻ وَڃڻ جو دروازو پڻ ناهيندا آهن، جنهن ڪي ڪَڙَه چوندا آهن. ڪڙه ڪي ڪاٺ جو در دروازو نه هوندو آهي فقط ان ڪي اچڻ وڃڻ واري جاءِ ڪي هڪ وڏو ڍنگرُ ڏئي ڇڏيندا آهن يا جئن ٻاهران ڪاشيءِ اندر اچي سگهي.

1- ڪَڙَهَ اڳيان ڪَپُ، ڏهاڙي ڏاتار جي، (شاهہ)
2- اسان جي هِنَ حراميءَ ڪَڙَهَ لتاڙي آهي، تنهن ڪري راڄُ اسان جو فيصلو ڪري.
چوڻي: جَتُ سچو تہ، ڪَڙَهَ تي ڪير پيارِي.

**ڪَڙَهَ** ڪُڪَڙ جون شيخون.
ڪڪڙ جي ڪڙه سندس ٻنهِي ٽنگن ۾ هوندي آهي. ٻئي ڪَڙهُون اهڙيون تہ تکيون ۽ نوڪدار هونديون آهن.
ڪُڪَڙ جڏهن پاڻ ۾ وڙهندا آهن، تڏهن هڪ ٻئي تي ڪڙهون استعمال ڪندا آهن. ڪاڪا ڪَڙَهَ تہ اهڙي مخالف ڪڪڙ کي لڳي ويندي جو پَٽي تي پيو ڦٿڪندو آهي ۽ ڇُري سان ڪيس حلال ڪبو آهي.

**ڪَڙَهَ** اهڙي تَوڪ جيڪا ٻئي کي نہ رنجائي.
1- ها يار! آئون ڏسان پيو تون ڪالهہ کان وٺي پيو ڪَڙهيون هڻي.
2- تون اسان جي ڪَڙَهَ پچائي ڪونہ سگهندين، تنهن ڪري اسان کان مُڙي لنگهہ.
3- اسان جي بہ ڪا ڪَڙَهَ لڳئي، تہ يار! ڏينهن کي ڏسَ ڏيندين.
4- هائو يار! پيٽ پريل اٿس، تڏهن تہ ڪَڙهُون هَڻي.

**ڪِلَ** ٺهڪ يا مُرڪ.
1- اَبا! ايڏي ڪِلَ ڪٿان آندي اَٿئي.
2- قادربخش منوءَ اهڙو ڪلايو جو ماڻهن جي ڪِلَ بند ئي نہ ٿئي.
3- يارَ! ڪجهہ سنجيده بہ ٿِي، ايڏي ڪِلَ بہ هرويرو نٿي نهي.
ڪِلُ تڏهن، جڏهن ڪَنجي.

دوست ائين نه مُنهن مَتجِي. (شاهه)

**کِلَ** ٺٺولي يا چٽَرَ يا ٺوڪَ بازِي.

1- آئون به ڏسان پيو ته سويرَ کان وٺي مون تي کِلَ ڪندو پيو اچين.

2- يارُ! اها ته بالڪل کِلَ جهڙي ڳالهه آهي جو توجهڙو ماڻهو به جوا ڪري.

3- اَجائِي ڪنهن غريبَ تي کِلَ ڪرڻ، خدا ناراض ٿئي ٿو.

4- اها ڪهڙي نه کِلَ جهڙي ڳالهه، جو اسان جي ڳوٺ مان چورِي ٿي وڃي!

**کَرِي** خراب ٿي يا بيڪار ٿي.

1- تو وانگر دوست هاٿي، کَرِي پيو آهي.

2- يار! واٽ تي اسان جي ڪارِ کَرِي ٿي پئي، تڏهن دير ٿي آهي.

3- مون سمجهو ته همراه لنڊن مان پڙهي سڌري ايندو، پر پاڻ کَرِي آيو آهي.

**کَرِي** سچي يا صحيح يا دُرستُ يا چڱي.

1- تو مون سان بالڪل کَرِي ڳالهه ڪِئي آهي، پر هُو همراه اجايو ڪُوڙ هڻي ويو.

2- ماڻهو هميشه کَرِي ڳالهه ڪري، پوءِ ڪير رُسي ته پِلِي رُسي.

3- بابا! فيصلو سچو توتي رکيل آهي، جيڪا ڳالهه هجي سا سيني جي سامهون کَرِي ڪَرِي ٻڌاءِ.

1- خَبَرَ ڏي کَرِي، ڪا مومل جي منجازَ جي. (شاهه)

2- اُتان اوِني آيو، خَبَرَ ايَ کَرِي، (شاهه)

**کَرا** سَچا يا سَچُ ڳالهائيندڙ.

1- شايد منهنجا لفظ ڪَرا هئا، تڏهن منهنجون شڪايتون ڪن ٿا.
2- ڪَرا ماڻهون هرهنڌ وڻندا آهن ۽ ٻُرندا آهن.
1- ڪاهوڙي ڪَرا، سُوڏي خَبَرَ ٻَڪيا. (شاهہ)

**ڪَرا** ڪَرا جو واحد ڪَرو.
2- چڏي ڪيتُ ڪَرُو، لوچي لاهوتِي ٿيا. (شاهہ)

**ڪَرِا** اَنِن جا ڊِڳَ يا ڊِيرَ.

**ڪَريُون** خراب ٿيون يا بيڙيون ٿيون.
1- اَبا! اڄ ڪلهہ ڪي زالون بہ نشي تي اچي ڪَريُون آهن.
2- ٻڪريُون پيل تي اچي ڪِريُون آهن، هاڻي تہ هڪ هنڌ ويهي نٽيُون چَرَنِ.
3- تو وارو ڇوڪرو هاڻي تہ اچي ڪَريو آهي.
**چوڻي:** پوڙهپڻ ۾ اچي ڪريُو آهي.

**ڪَريُون** سِڌيون، سَچيُون.
1- مون سان سڀ ڳالهيون ڪَريُون ڪيون اٿس.
2- مون بہ اهڙيُون ڪَريون ٻڌايون اٿمانسِ جو ياد ڪندو.
3- آئون سمجهان ٿو تہ تو جيڪي ڳالهيون ڪيون آهن، سي سڀ ڪَريُون ڪونهن.

**ڪَريون** ڪرا جو مونث.
**مثال:** ڪڪڙ جو ڪَريُون، سارِين جو ڪَرِيون، اَٽي پيهَڻ جو ڪَريون، ڪپهہ صاف ڪرڻ جون ڪريون.

**ڪَپَتِ** ختم ٿيڻ.
1- اُتـي وَجي لَڳِيُون، جتـي جانِ ڪَپَتِ. (شاهہ)

**ڪَپَتِ** جهورِي يا ڳَٽِتي يا ڳَاراٿو.
1- ڪپت ڪاهوڙِيَنِ، آهَ اُٿئي پيئي نہ لَهَي، (شاهہ)

2- آهسِ پــائُرَ پــارَجو، ڪِجَڻُ ۽ ڪَپَتَ، (شـــاهـ)
3- مُنــڌَ مــاروءَ جي نـــ لَهــي، ڪَپَت ڪجاٽِي. (شـاهـ)

ڪارا مَچِين رکڻَ جا ڪارا. مچِين رکڻ جا هَنڌَ.
1- چارا ۽ ڪــارا، مــال جَنين جو مَڪــڙيُون. (شـاهـ)

ڪارا ڪَڙا.
1- وَرُسي ڪـارا ڪـوڊَ، سَنجِيَمِ جي ساڙِيـهَ جا، (شـاهـ)

ڪاڏا طعام.
سَتَرَ ڪـاڏا ڪِيَڻ، جُـ ڏنـو مُنـهُن مَحـبـوب جو. (شـاهـ)

ڪاڏا ڏِنگيا يا چَڪِيا. ڪُتَن ڪاڏا، نانگَنَ ڪاڏا.

کُهِي ننڍڙو کوهه.
ڪنـهـن دور ۾ ڳوٺــن ۽ شـهـرن ۾ کُهِيُون بـ ڪـوتـيـل هونـديون هيـون. جتان ماٺهو پاٺي پـريندا هُئـا. هاٺي بـ ڳوٺن ۾ اُهي کوهيـون آهن جتان ماٺهو پاٺي استعـمال ڪن ٿا.
1- اَبا وِچ ۽ وِچي کُهي تان پاٺي ڀري اَچُ.
2- يارَ! اسان جي کُهي جو تـ هاٺي، پـاٺي بـ سُڪِي ويو آهي.
3- مون پـنهـنجي ڳوٺ ۾ ثواب خاطر وڏي کُهِي کٽائي آهي.
1- جٺَن سي کـوهـيءَ نـارَ، وهَنِ وارِيءَ گـاڏئـان، (شـاهـ)

کُهِي ٿَڪجي يا هلاڪ ٿي.
1- ادي! آئـون سجو ڏيـنهـن گهر جو ڪم ڪَري ڪـڍي کُهي پِئي آهيان.
2- ادي! چڏ تـ گهرَ جو ڪـم ڪـريـان، اجان کُهِي ڪانـ آهيان.
3- پيـڻُ! شاباس هـجـئي، هيترو ڪم ڪيو اٿئي، پوءِ بـ

کُھي کانہ آھين.
1- کُھي جا کنيائين، وِکَ تَنھين ويجھي کئي، (شاھ)
2- سَئو کوهَ کري سَيڪا، تون، کُھي! کڄ وِکَ، (شاھ)
3- لنگھائي لطيف چئي، کَڄِ جامَ کُھي، (شاھ)

**کَنڌو**
ڏيتي ليتي.
1- بابا! ويھُ تہ سمورو کندو لکرايانءِ ءِ وڃي شھر مان وٺي اچ.
2- منھنجو مقبول سيٺ سان مھيني جو کنڌو ھوندو آھي، توکي جيڪو سامان کپي سو منھنجي نالي وڃي کڻ.
3- آئون ڪڏھن بہ اُڌاري تي کنڌو ڪونہ کٽندو آھيان.
4- تو اِڳئين مھيني جي کنڌي جو حساب نہ چڪايو آھي ٻيو سامان ڪونہ ڏيندوسانءِ.

**کنڌو**
بيزار ڪرڻ.
1- مختصر ڳالھيون ٻڌاءِ، اجائي ڊيگھہ نہ ڪر، متان کنڌو کٽي ويھي رھين.
2- تقرير مختصر ڪجانءِ، متان کنڌو کٽي ويھي رَھين.
3- آئون جنھن ڳالھہ جو توکان پڇان ٿو، اُن جو جواب ڏي، تون وڃي پنھنجو کنڌو کولي ويٺو آھين.

**کَڻُ**
جڳھہ جي ڇتِ جو حصو. کَڻُ جو جمع کَڻَ.
جاءِ ڇت ۾ ڪامون رکيل ھونديون آھن، ڪامن رکڻ سان سڄي ڇتِ حصن ۾ ڀاڱن ۾ ٿي وينري آھي. اھڙن حصن يا ڀاڱن کي کَڻَ يا حصا چئبو آھي ۽ جيڪڏھن ھڪ ڪامَ ڇت تي لڳل ھوندي بہ کَڻ نظر ايندا. جي ٽي ڪامون ھونديون چار کَڻَ نظر ايندا.

**ڪَڻُ**
بلا جو قسم.
چون ٿا تہ هي ايڏي خطرناڪ بلا آهي جو ان جي ڏنگڻ سان ماڻهو ترت مريو وڃي.
چوڻي: هڻ ڪڻ معنيٰ هوڏانهن بلا ڏڪ هڻي، هيڏانهن همراهہ کي ڪڻ. همراهہ جي بچڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

**ڪَتِي**
ڪَتڪو ڪم ڪندڙ.
سِنڌُ ۾ رنگ ۽ ڇُرَ جو ڪم اصل کان وٺي ڪَتِي ڪاريگر ڪندا آهن. اَجرڪون ناهڻ سندن وڏو فن ۽ ڪمال آهي. اصل ۾ ڪتڪو ڪم ۽ ڏنڌو سندس پورهيو ۽ گذرمعاش آهي. ورنہ هي ماڻهو اصل ۾ ذات جا سُومرا آهن.

**ڪَتِي**
بيزار ٿي.
1- روزانو دال کائي کائي دل ڪَتِي ٿِي پيئي آهي.
2- يار! اڄ ڪلهہ نوڪري ڪرڻ کان دل ڪَتِي ٿيندي پئي وڃي.
3- اَبا! جيڪڏهن اسان وٽ ملازمت ڪرڻ کان تنهنجي دل ڪَتِي ٿي پِئي آهي تہ پوءِ پيلي توکي اجازت آهي.

**ڪُتِي**
مصيبت يا آزار يا موتُ جو امڪان.
1- ڪُتِيءَ لءِ کاٽِي، رَکَيءِ پرت پنهونءَ سين. (شاهہ)
2- توکي کهڙيءَ ڪُتِيءَ ڪنيو، جو پَرايو جهيڙو پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏيُئي.
چوڻي: ڳوه کي ڪَٽي ڪُتِي، تہ شڪارين جا گَهر ڳولي.

**ڪُتِي**
ڪوٽ ۾ اچڻ.
1- دُڪانُ ڪُتِي پَيسُ، هاڻي همراه مزوري ڪندو وتي.
2- يار! يارو ڪُتي پيو آهي، ڪجهہ ڏوڪڙ ڏي تہ ڳوڻ

پُهچان.

كَتِي ذائقي جو قسم.

1- يار! انبڙي ڏاڍي كَتِي آهي.

2- آئون لَسِي كونہ ٿو پيان، ڏاڍي كَتِي آهي.

كَتِي جيتي.

1- اِها جي تُنهنجي حالت آهي تہ پوءِ تون بہ كِتِي هليو آهين.

2- آخر پاكستان، هندستان كان كركيٽ راند كَتِي!

چوڻي: كَتِي كين آيو آهين، جو چانهِ پياريانءِ؟

گيت: جيكو كِتِي آيو خير سان. هو جمالو!

1- كـتِين تـوڙي هـارائين، هـنڌ تـنـهنجو هِيءَ. (شـاهـ)

كَتِي كمائي يا ملكيت يا دولت.

1- ابا! اها سڀ تُنهنجي پيءُ جي كتي آهي، تڏهن پيو عيش كرين.

2- پُٽ! هاڻي اوهان سڀ كَتِي، كمائِي وارا ٿيا آهيو، هاڻي اسان كي آرام ڏيو، ۽ دنيا كي مُنهن ڏيو.

3- همراهُ وياج پيو وٺي ۽ حرام جي كَتِي پيو كائي.

4- پُٽَ! اجا تہ وڏن جي پيو كتي كائين، پنهنجي كتي كائيندين تڏهن خبر پوندءِ.

5- پورهيت هميشہ حلال جي كَتِي ٻچڙن كي كارائي ٿو.

# گ

گوءِ بازي.

1- بابا! اڄ ڳوٺ ۾ گهوڙن جي گوءِ آهي، ڏس ته ڪنهن جو تو گهوڙو گوءِ ڪٽي.

2- يار! تون ته اسان ڪان به گوءِ ڪٽي وئين.

1- جيڪي پُڇين، پيچ، سر، گُنگانين نه گوءِ. (شاهه)

2- طالب مولا طلب ۾، گوءِ ڪٽي گونگن. (طالب المولي)

3- محبت جون ماريون، گونگيون گوءِ ڪٽي ويون. (طالب المولي)

4- گوءِ ڪٽي نروار، باه بره جي سنڌن ڪي ساڙيو. (بيدل)

گوءِ چِلمَ جي نڙي.

معنيٰ: چلم جي مرڪزي (روح) واري ڪاني، جنهن تي چِلمَ جي توپِي رکبي آهي.

ڪنهن وقت ۾ ڳوٺن جي اوطاقن ۾ چلمون هونديون هُيون. چِلمَ اوطاق جي گويا سونهن ۽ ثقافت هوندي هُئي.

منجهند جي وقت يا شام جي پهر هر ماڻهو، هاري ناري ان اوطاق ۾ اچي ڦوڪڙي پِري گهر روانو ٿي ويندو هو.

اهڙيءَ طرح هندن (واڻين) ۾ به چلم جو رواج عام جامَ هوندو هو. پر اُهي مسلمانن کي چلم ڇڪڻ نه ڏيندا هئا، چاڪاڻ ته ڌرمي خيال کان هُنن کي منع ٿيل هئي.

مذهبي لحاظ کان هرڪنهن جا پنهنجا اصول ۽ دستور هوندا هئا، تنهن ڪري نه هندو مسلمانن جي چِلمَ مان ڦوڪ پريندا هئا ۽ نه وري مسلمان هندن جي چلم مان

چَسڪو وٺندا هئا. خاص ڪري هندن جون چلمون دڪانن ۽ ڪارخانن تي هونديون هُيون.

**گُوندَرَ** غَمَ يا دَردَ يا ڏکَ.

1- گُونـدَرَ جا گـهـوڙا، وَڃن جانِ جدا ڪَيـو! (شـاهـ)

2- ڏيـڪـاريُسِ ڏکـن، گُونـدَرَ گَسُ پِريـنِ جو. (شـاهـ)

3- گُونـدَرَ وِسـرِيـامِ، سُڪـنِ شـاخُون مُڪـيُون. (شـاهـ)

**گوِلي** ٻانهِي.

1- ٻولي گولي ناهـ، "اياز"، اُنَ جو وَسُ فقط واڪـو!

2- ٻـانـهِي ٻـاروچن جِي، گـولـي! چِڏمَ گَسُ. (شاهـ)

3- گـولِي تيـان گُل ٻُوءِ، جي مون نـيو پـاڻ سِين. (شاهـ)

4- الله آريـچن جي، گـولِي مـيـڙئـين گَسِ. (شـاهـ)

**گولِي** ڪارتوس.

1- بندوق صاف ڪندي، ويـچاري کي اوچتو گولي لڳي، پر خدا ڪيو جو بچي ويو.

2- جيـڪـي ڌرتـيءَ جا دشـمـن آهـن، سـي گـولـيءَ جا مستحق آهن.

1- سـاڳِي گانـڌيءَ لِءِ گولي، ساڳيـو لال لـهوءَ سان گيـانُ (شيخ اياز)

**گوِلي** تيز وِڃڻ يا تِکو وڃڻ.

1- بابا بس هاڻي توکي خرچي ملي، گولِي تي وڃ.

2- بَس هاڻي دير نہ ڪر، گولِي تي وڃ، گولِي تِي اَچُ.

**گُونِي** گهڻن رنگن وارِي، گونا گون.

گولـي ۽ گُونِي پِريـن، پَتـائـين گَنـجَ جِنءَ. (شـاهـ)

**گورَ** قَبَرَ.

1- گـورَ منـهـنجي سومرا! ڪَج پَنوهارن پـاسِ. (شاهـ)

**گورَ** آزاد، جِتي ڪوبہ چوڻ يا آڪَڻ وارو نہ هجي.

1- الله جي مهرباني سان اسان جو مال جهنگ ۾ گورَ پيو چَري.
2- تو پنهنجي پُٽَ کي گورَ چڙهي ڏنو، تڏهن تنهنجي هٿن مان نِڪري ويو.

**گورا** اَڇا، سفيد.

**گورا** انگريزَ يا يُورپي.
1- جڏهن پوري هند و پاڪ تي انگريزن جي حڪومت هُئي، تڏهن مقامِي ماڻهو اُنهن کي گورا چوندا هئا. ڇاڪاڻ ته هُو رنگ جا اڇا ۽ ڳاڙها هوندا هئا.

**گورا** بادامين جا گورا، 'باداميون'

**گورا** اُٺن جا ٻچا.
اڪثر ماڻهو گورَن کي اُٺ چوندا آهن، جو غلط آهي. گورا اجا ننڍا هوندا آهن. ڏاچين جو کير پيئندا آهن. گورن جي عمر چئن پنجن سالن جي مَسَ ٿيندي آهي. مڪمل اُٺ ٿيڻ ۾ گهٽ ۾ گهٽ پنڌرهن سال لڳن ٿا.
1- دوڪ دَهليا جِتِ، گورا هَلن نه گَسَ ۾، (شاهه) سوڍي (مومل).

**گُجَرَ**
1- گُجَرَ کي گجميل جُون، تارن ۾ تبرُون، (شاهه)
2- گُجَرَ گاروڙين، اَچو آڏي اُڀي، (شاهه)
3- آءُ لانگوتيا لال! ڪَنهن پَرِ ڏِنيءِ گُجريُون؟ (شاهه)

**گُجَرَ** مينهن جو قسم. گُجَرَ مينهِن. خوبصورتي ۽ کير ڏيڻ ۾ پلي هوندي آهي.

**گنڊِي** پوتي يا رئو.
1- اَمان! پياءُ پيو اچي مَٿي تي گندي ناهي رَکُ.
2- بابا! حيدرآباد پيا وڃو، مُنهِنجي لاءِ ڪا سُني گندي آڻجو.

3- ڏيءُ! گندي ميرِي ٽي ويئي اٿئي ڌوئين نٿي!

**گندِي**
1- جنهن سناسيءَ سانديو، گندِي ءِ گِراهُ. (شاهه)
ڪِنِي، خرابُ يا بُڇڙِي.
1- اها تمام تنهنجي گندي عادت آهي، جو وچ ۾ ڳالهائيندو آهين.
2- جيستائين گندِي عادت نہ ڇڏيندين، تيستائين نہ سڌرندين.

**گندِي**
ميري.

**گِگَ**
ڪَف.
جيڪا انسانن ۽ جانورن جي وات مان بہ نڪرندي آهي.
1- چگو هاٿي گهٽوئي ڳالهايو اٿئي، مورڳو گِگَ ٽي وات مان نڪرئي.
2- انهيءَ ڪي اها بيماري آهي، ننڍي هوندي کان وٺي گِگَ ڳاڙيندو اچي.
**چوڻي:** ڪتو چتو ٿئي، تہ گِگَ ڳاڙي.

**گِگَ**
چنبڙي پوڻ.
1- اَبا اهو گِگَ اَٿئي، اصل جان ڪونہ ڇڏيندءِ.
2- هاٿي اها گِگَ جيڪا پاڻ سان ڪِنئين اٿِي، مُنهُن بہ تون پيو ڏجائِس.
3- وڏيڪ رهڻ لاءِ سيني ڪي گِگَ ٽِي لڳو، تنهن ڪري بي رات بہ همراه وت رَهي پياسِين.

**گُلُ**
وِسائي ڇڏڻ، اُجهائي ڇڏڻ.
1- اَبا! اها بَتي تہ گُل ڪري ڇڏجانءِ.
2- جڏهن پڙهي بس ڪرين، تڏهن شمعدان گل ڪري پوءِ سُمجهانءِ.
3- اجان بَتِي گُل نہ ڪجانءِ، پوءِ آئون پاڻهين وِسائي

چڙهيندسُ.

**ڳُلُ** ڳُلاب جو ڳُل، موتئي جو ڳل، چَنبيلي جو ڳُلُ، وغيره.

**چوڻي:** ٻَري جو ڳُلُ سرهو ٿئي.

**ڳُلُ** جوارِي جُوا ۾ داڻ لڳائيندا آهن، اُن داڻ کي ڳُلُ چوندا آهن.

**مثال:** آ ڳُلُ، ڳُلُ اَٿئي.

**ڳُڏَ** فصل جي صفائي ڪرڻ.

1- هاري پوکيل فصل جي پڻ ڳڏ ڪندا آهن، جيئن بيئل فصل مان ڳند ڪچرو نڪري وڃي.

**ڳُڏَ** سخت سزا، يا مارَ.

1- چورا! پـٽـهـين کــي رڳو اچڻ ڏي، اهــڙِي ڳُڏَ ڪڍرائيندي ساڻ جو ياد ڪندين.

2- پوليس اهڙي ڳڏ ڪڍي اَٽس، جو انسان هوندو تہ وري چوري ڪونہ ڪندو.

3- يارَ! بخار اهڙي بدن ۾ ڳڏ ڪڍي آهي جو لِڱَ سور پيا ڪَنِ.

**ڳَزَ** تيرِ، ڪان.

اَصل ۾ ڪَهُو جي ڪاني مان ڳزا ٺاهيا ويندا آهن، ان ڪري جو ڪَنُوءَ جي ڪاني مضبوط ۽ ڳري ٿئي ٿي. ٻهراڙي جا شوقين ماڻهو ڳز ڪمان ٺاهي پکين جو شڪار بہ ڪندا آهن، ڳزُ ساڳيو تقريبن تير وارو ڪم ڪري ٿو. فرق رڳو اهو آهي، تہ تيرَ رُڪَ جا يا لوه جا ٿين ۽ ڳز ڪانيءَ جا هوندا آهن.

**چوڻي:** ڪونجن جا ڳز، ڪَبرن تي ڪونہ هٽبا آهن.

**ڳَزَ** وال.

1- سيٺ ڏه ڳزَ بوسڪِي جا پورا ماپجانءِ.

2- پٽ لاءِ پنج گز، سٽڻ جي ڪپڙي جا پڻ ونيو اڇجانءِ.

**گَجُ** عورت جو لباسُ، جنهن تي پَرتَ ۽ شيشن جو ڪم ٿيل هوندو آهي. خاص ڪري ٿَرَجا گَجَ مشهور ۽ خوبصورت ٿيندا آهن. ڪي ڪي گَجَ ته اهڙا خوبصورت ۽ نفيس هوندا آهن، جي هَرڪو ماڻهو خريد نٿو ڪري سگهي.

1- ادي! تولاءِ هي گَجُ، بلوچستان مان آندو اٿم.

2- بابا! تُر گهمڻ پيا وڃو، جڏهن واپس وَرو، ته هڪ خوبصورت گَجُ ضرور آڻجو.

**گَجُ** گوڙيون ڪر.

1- يلي پيو يار! گَجُ، هيءَ تنهنجي گَجَڻ جي مهل آهي.

2- نَئِن جڏهين وهندِي آهي، تڏهن ڏاڍو گوڙ گَجُ ڪندِي آهي.

**گُنجُو** جنهن جي مَٿي تي وار نه هُجن.

1- چوڻي: گنجو هليو ميت ملائي، وارَ ناهن ڇاڪي لائي.

2- چوڻي: گنجي کي نڪا جُون، نَڪا لِيکَ.

3- پيارا! ڏي خبر تون گنجو ٿي پيو آهين، وار ڪيڏانهن وِيئي.

4- استاد! پاڪِي ڪٽي صفا مَٿو گنجو ڪري ڇڏِ ته مٿو هلڪو ٿِئي.

**گنجو** بنا وڻن جي جبل.

1- پَئي جا پرک، گنجي ڏونگر گامَ جِي. (شاهه)

2- پيو جِنِ پَرو، گنجي ڏونگر گامَ جو. (شاهه)

**گنجو** بي اولادي، ڇڙو، اڪيلو، لُنب.

چوڻي: تون هونئن ئي گنجو آهين، تو کي ٻاڙي پٽي جي

کھڙي خبر.

**چوٽي:** تون ساري عمر گنجو رهين، هاڻي پيچاڙيءَ ۾ شادي ڪري ڇا ڪندين.

**چوٽي:** يار! مان تہ هونئن ئي آهيان گنجو، ڪنهن لاءِ جاءِ جوڙايان، ڪنهن لاءِ بچت ڪريان.

# ڳ

**ڳاهُ** تمام گهڻو ٿڪجي پوڻ.
1- ادي! سڄو ڏينهُن ڪم ڪري ڪري، ڳاهُ ٿي پئي آهيان.
2- زيريين پيڙيين لوهَ ۾، ڳنن ڪيس ڳاهُ. (شاهه)

**ڳاهُ** ڳجهارت يا پرولي يا شارو.
1- لکيائين لطيف چئي، اُت ڳجهه اندر ڳاهُ. (شاهه)
2- جيڪا ڳاهُ ڳالهائين، سا سڀ سمجهيسون. (شاهه)

**ڳاهُ** ڪاڄُ.
1- ڳاهُ ڳجهن جو ٿيُ، ويني جن وَرهَ ٿيا. (شاهه)

**ڳاهُ** ذرو ذرو ڏار ڪرڻ. ڏڳن جي پيرن سان ڳاهُ ڪرڻ.
1- هاري ڪڻڪ، جوئر ۽ ٻاجهري جو اول ڏڳن وسيلي ڳاهُ ڪري پوءِ اَنُ صافُ ڪندا آهن.
1- ڳاهي ڳاهُ فراق جي، ڪيس ڏارن ڏار. (شاهه)

**ڳنڍِ** هڙَ.
1- پُٽَ! اهي سڀ شيون هڪ ڳنڍ ۾ ٻَڌي ڇڏ.
2- اَبا! چڱيءَ طرح ڏِسُ، هِن ڳنڍِ ۾ ڪَڻڪُ اَٽي ۽ هُن ڳنڍ ۾ لوڻُ.
3- پُٽ! هيءَ ڳنڍِ مٿي تي نه رکراءِ.

**ڳنڍِ** نقد ۽ هڙَ.
1- جيڪي ڏنائون، سو مان ڳُڻُ ڳنڍِ ٿئو. (شاهه)

**ڳنڍِ** ڪنهن شيءِ کي قابو ڪرڻ، مضبوط ڪرڻ.
1- اَبا! نوڙي کي ڳنڍِ ڏئي ڇڏ، ڪالهه ڇڄي پئي هُئي.
2- هڙَ کي چڱي طرح ڳنڍِ ڏجانءِ، متان واٽ تي کُلي نه

پوي.

3- يارَ! ڳالهه ئي نه پُڇُ، هَرَجي ٻَنڊ کُلي وئي، سمورو سامان مِٽيءَ ۾ خرابُ ٿي ويو.

ڳنڍ — شروع ڪر.

ڳنڍ — ضد.

ڳنڍ — ڳالهين ۾ ڦاسائڻ وارو/ واري.

ڳنڍيُون — ور.

1- جِنَن ڳنڍيُون منجهه ڳنڍيرَ، تِنَن مون مَنُ ماروئڙن جُون، (شاهه)

ڳنڍيون — مليون.

ڳنڍيون — مائٽي ڪيائون.

1- ادي! چڱو ٿيو جو ٻئي پيٽون پنهنجون پاڻ ۾ ڳنڍيُون.

ڳنڍيون — وڙهيون.

1- اوهان سان ته اسان جو دليون ڳنڍيون پيُون آهن.

2- اَبا! اُٿُ، اُٿُ، مينهُون پاڻ ۾ ڳنڍيون پيون اٿئي انهن کي وِڃي ڇڏاءِ.

ڳنڍيُون — هڙُون.

1- اَمان! هيتريون ڳنڍيُون ڪير کڻندو؟

2- پُٽَ! هي سڀ ڳنڍيُون هڪ هنڌ گڏ ڪري رکُ.

ڳنڍيُون — گُريون.

1- احمد جا پيءُ! بصر ختم ٿي ويو آهي، شهر مان ڪي بصر جون ڳنڍيون وٺيو اچجانءِ.

2- ادي! مون وٽ به ٿي بصرن جو ڳنڍيون پيون آهن ڪپڻئي ته ڪٽي وَڃُ.

ڳنڍيُون — ڪنجوسي ڪرڻ.

1- ڀاڻ يار! پئسن کي هرويرو ڳنديون کونہ ڏيون، چاڪاڻ تہ پئسو هٿ جي مير آهي.

ڳنديون ملون.

1- اوهان جي مخالفن سان اسان پاڙي جي لحاظ کان ڪٿي هَٿَ بہ ڳنديون، پر توهان تي اعتبار ڪونهي.

ڳهہُ زيورُ.

1- غلام علي جا پيءُ! اجان پٽ جي شادي جا ڳهہَ بہ ڪونہ ٺهرايا اٿئي.

2- اڄ ڪلهہ ڳهہَ ٺهرائڻ بہ جڻُ زمين جو ٽُڪر وڪڻڻو آهي.

1- سَجَڻُ ڏنو جَنِ، تن ڳچيءَ سِرِ ڳهہُ ڪيو. (شاهہ)

ڳهہُ لوڙ.

1- سائين! توهان وٽ سڄي عمر پيو ڳهہُ تہ بہ قدر ڪونہ ڪندئو.

2- چيومانءِ تہ اِن نياڳي وڏيري جي اڳيان وَڃُ، هاڻي پيو مفت ۾ وَٽس ڳهہُ.

3- آئون هميشہ توکي چوندو هوس تہ انهن ماڻهن وٽان شادي نہ ڪر، تون منهنجي ڳالهہ ڪانہ مڃي، هاڻي پيو سڄي عمر وٽن ڳهہُ.

ڳهہُ گروي.

1- مٽان ڪيسَ پيا هلن، پئسا جيڪي هئا، سي ختم ٿي ويا، هاڻي مجبورن زيور ڳهہ رکڻا پوندا.

2- پُٽُ ههڙو بيمار پيو آهي، پئسو ناهي تہ پوءِ مون واري ڏهري ڪٿي ڳهہُ رکي اڄ تہ پُٽڙي جو علاج ڪرايون.

3- تون ڪيئن ٿي چوين تہ منهنجو توسان پيار ڪونهي،

آئون ته ٻيلي تو وٽ ٻُڌ ٿيو پيو آهيان.

**ڳھُ** سينگار.

جانو سڄي راڄ جو ڳھ لڳو پيو آهي.

**ڳِري** وزندار يا وزن واري.

1- ادا! هيءَ ٻري مون کان ڳِري آهي، ڪٽي ڪونه سگهندس.

2- هيءَ ڳوڻ تمام ڳِري آهي، مون کان کانه کڄندي.

1- وِصالان فِراق جي، سُڄي ڳالهه ڳِري، (شاهه)

2- ڦوڙائي فِراق جي، سُڄي ڳالهه ڳِري، (شاهه)

**چوڻي:** ٻري ٻيڙيءَ ۾ واٽيو ڳرو.

**ڳِري** واهَ يا چارو.

1- عاشق! معشوق جي، وَٺي ويهُ ڳِري، (شاهه)

2- ڪانهي ٻي ڳِري، مينهن کي ميهار ري. (شاهه)

**ڳِري** رَڌي يا رَجهي.

1- اجان پُٽَ! دال ڪانه ڳِري آهي، جيڏي مهل رڌي ٻهريائين توکي ڏينديس.

2- چانهه ۾ اجان ڪنڌُ، ڳِري ڪانهي!

3- ويچاري بيماريءَ ۾ ڳِري ويئي آهي.

1- اولـيُون پَسي اُن جون، پِئـڙَمِ ڳچ ڳِري. (شاهه)

**چوڻي:** تنهنجي ٻه ته دال ڪانه ڳِري.

**ڳِري** نياڳي.

1- بابا! هيءَ جاءِ اهڙي ڳِري آهي، جو ڪوبه ماڻهو منجهس رَهي نٿو.

2- چون ٿا ته هيءَ ٻير ڏاڍي ڳِري آهي.

1- مُلان مُعلمَنِ مون ڳِري سُئي ڳالهڙي. (شاهه)

**ڳِري** ڏکي.

1- يارَ! تو تہ ڳالھ ڏاڍي ڳري ٻڌائي آھي.
2- ھاڻ تہ ڳالھ ڏاڍي ڳري ٿي پيئي.
3- ڪابہ ڳالھ ڳري ڪانھي، فقط حوصلو ۽ ھمت ڪيو.

**ڳِري**
1- سُورَ سَليمِ تي، جيلان ڳالھ ڳِري ٿئي. (شاھ)
ھيٺو ٿي يا ڪمزور ٿي.
1- بس يار! بيمارِي ڪري ڳري ويو آھيان.
2- ياءُجي اوچتي موت ڪري ويچارو ڳِري ڪَندا ٿي ويو آھي.
3- عمر جي لحاظ کان ماڻھو ڳِري نہ ويندو تہ ٻيو ڇا ٿيندو؟
4- ڇوانءِ ٿو تہ ڳڻتيُون ڪندين تہ ڳِري ويندين، نہ تہ کاءُ، پيءُ، ھَلُ، چلُ.

**ڳڙو**
برسات ۾ برف جي ٽڪرن جي صورت ۾ وسندڙ ڦُڙا.
ڳڙو مينھَن ھڪ مينھَن جو قسم آھي، جيڪو برف جي ننڍڙن ٽڪرن وانگر زمين تي ڪرندوءِ ويندو آھي. ھي ڳڙي وارو مينھُن عام خطرناڪ ٿئي ٿو، جيڪو فصلن، جانورن ۽ انسانن لاءِ بہ نقصان ڪار ھوندو آھي. جنھن ڪري ڳڙي واري برسات کان ماڻھو خدا کان پناھ گھرندا آھن.

**ڳَڙو**
مصيبت.
1- نہ اھڙو غلط ڪم ڪرين ھا، نہ وري اسان سيني لاءِ ڳڙو پيدا ٿئي ھا.
2- پاڻ تہ ڀڄي ويو، پر اسان لاءِ ڳڙو پيدا ڪري ويو.
3- ڳڙو تہ ھُن ڳوٺ وارن پيدا ڪيو آھي، اسان تي ھرو ڀرو ڇوٽا مڙھين.

**ڳِيا** ٽُڪَرَ ٽُڪَرَ يا ڀاڱا.

1- ڪانن کي ڳِيا ڳِيا ڪري، ڀوءِ مال کي ڏي.

2- ڪيڏو نه ظلم ڪيو اٿن، ويچاري کي ڳِيا ڳِيا ڪري ماريو اٿن.

3- پريان ريل گاڏي پئي آئي، اُٺ کي ڳِيا ڳِيا ڪري ويئي.

**ڳِيا** ماني جا ٽُڪَرَ.

اوهان ٻنيءَ تي هلو ته آئون ٻَتي مانيءَ جا ڳِيا هنيو اچان.

ڏيءُ! ڳِيي ٽُڪَرَ ڏي، ته وري وجي ٻيو ڪم ڪيان.

**ڳُجَهه** راز.

1- ڪبي اُت ڪيهي؟ ڳالهه پِريان جي ڳُجَهه جي. (شاهه)

2- ڪڏهن سِڪانَ سَڏَ ڪي، ڪڏهن ڳجهانڊرَ ڳِرهين، (شاهه)

3- جيڪي ڏُڏِنِ ڏي، ڳُجهيان ئي ڳُجَهه ۾، (شاهه)

4- راتو ڪا راتِ ويو، ڳُجهي ڳالهه ڪري، (شاهه)

5- آهي نجوئِي، ڳُجهه: ڳُجهانڊرَ ڳالهڙِي. (شاهه)

**ڳُجهه** قَبَرَ ۾ ڳُجَهه، قبر جي ڳُجَهه.

جنازي کي دفن ڪرڻ لاءِ قبر کوٽي ويندي آهي. قبر ۾ وري به جايون جوڙيون ويندِيُون آهن: هڪ سامِي ٻي ڳُجهه. سامِي قبر جي وِچ ۾ ٺاهي وينِدي آهي ۽ ڳُجَهه. قبر جي هڪ پاسي کي کوٽِي ڳُجَهه ٺاهي ويندي. پر اهو وري ميت جي وارثن ۽ مالڪ تي منحصر هوندو آهي ته ميت کي سامِي ۾ دفن ڪن يا ڳُجَهه ۾ دفن ڪرائين.

# گھ

**گھاٽَ** تَڙَ.

جنهن جڳهه تي ڪپڙا ڌوپندا آهن، ان کي ڌوٻِي گهاٽُ به چئبو آهي.

1- اوستو ڌوٻِي گهاٽَ تي هوندو، اُتي هِلِي ڪپڙن، جو پُڇُونسِ.

2- اڄ ڪلهه نه اُهي ڌوٻِي آهن، نه وري ڌوٻِي گهاٽَ ئي آهن.

چوڻي: ڌوٻيءَ جو ڪُتو، نه گهرَ جو نه گهاٽ جو.

1- ڌوٻِي مــن جا نــه مــيــرا، ســڪ جو گــهــاٽُ وســائِنِ.

(رشيد احمد لاشاري)

**گھاٽَ** توٽ يا نقصان يا ڇيهو.

1- هن سال آئون واپار ڪري گهاٽَ ۾ ويو آهيان.

2- تون جيڪڏهن مون سان صلاح ڪرين ها، ته گهاٽَ ۾ نه پَوين ها.

3- ويچارن لاءِ وري کهڙا گهاٽَ گهڙيا اُتوَ.

**گھاٽو** گهَرو.

1- آئون هرويَرو ڪنهن سان گهاٽو نه پوندو آهيان.

2- ڪمال ته تنهنجو گهاٽو دوست هئو، سو به دعوت ۾ ڪونه آيو.

3- ٻڌايانءِ ٿو ته اِن ماڻهوءَ سان گهاٽو ٿئين، ته ڦاسِجي ويندين.

**گھاٽو** نقصان يا ڇيهو يا توٽ.

1- هن ڀيري انبن جي واپار مان ڏاڍو گهاٽو پيمُ.

2- چگن جي صحبت مان، ڪڏهن به گهاٽو نه پوندو آهي.
3- چوندو هوساڻ ته اُنهن ماڻهن سان هرو ڀرو گهاٽو نه ٿيءُ، ڏس گهاٽو پيءُ نه!

**گهاٽو**
ڳُوڙهو.
1- اوستا! دِرن، دَرين ۽ پٽين ڪي رنگ بالڪل گهاٽو هڻجو.
2- اسان جنهن وٽاڻ تان ڪيرُ وٺندا آهيون، سو بالڪل گهاٽو هوندو آهي.
3- وڏن ماڻهن سان بالڪل گهاٽو نه ٿجي.
4- چيوماڻ ته جيترو هُنن سان گهاٽو ٿيندين، اوترو گهاٽو پوندءِ.

**گهارِيُون**
جُدايُون يا وِڇوڙيون.
1- يار! سچ ڪري ٻڌين ته اوهان جون ايڏيون گهاريون مون کان برداشت نٿيون ٿين.
چوڻي: ڏاريُون وِڃهنِ گهاريُون.

**گهارِيُون**
ٽِڪون يا ترسُون.
1- ٻٽي ڏينهن اسان وٽ گهارِيُون، پوءِ ڀلي ڳوٺ وڃو.
2- بس يارَ! ڏکيا سکيا ڏينهن پيا گهاريون، باقي مزو ملڪ ۾ ڪونهي.

**گهارِيُون**
خالَ.
1- سيٽ ڪپڙو اهڙو نه ڏجانءِ، جو منجهس گهاريون هجن.
2- نئون تاڪيو ڪٽي کوليان، ته وِچَ ۾ ڪيئي ڪپڙي ۾ گهاريون هجن.

**گهڙِي**
وقت.
1- يَجي يَرمَ گهڙِيءَ. ناٿُ ملي نِجُ ناٿَ سان. (سامي)

2- گھڙيءَ گھڙيءَ ۽ پَل پَل ۾، رُسين تہ منتون ڪير ڪري.
(چندر)

**گھڙي** ٿورڙو وقت.
1- گھڙي ڪن تہ ترسو، پوءِ وڃجو.
2- گھڙي ڪن ترسي پوءِ اچجانءِ.
3- جَت پنهنجي جوءِ ۾، گھارين مانَ گھڙي. (شاهہ)

**گھڙِي** ننڍڙي دلي.
1- يَجي پِرمَ گھَڙي، ناٿُ ميلي نِجُ ناٿُ سان. (سامي)

**گھڙِي** جوڙي.
**گھڙِي** سازش ڪئي.
1- اوهان جيڪا هنن ويچارن لاءِ گھڙي آهي، سا ڳالهہ درست ناهي.

**گُھگھہ** پکيءَ جو قسم. گُھگھہ پکي.
**گُگھُ** گھاٽي اونداهي.
**گُھگھُ** بي عقل يا بي سمجھ.
1- هو ڪم ڪونہ ڪري ايندو صفا گُگھُ اٿئي.
2- تو بہ ڪٿي ان گُھگھہ تي اعتبار ڪيو اٿئي.

**گھورِي** قربان ٿي يا جان ڏنائين يا فدا ٿي يا سِرَ تان آسرو لاٿائين.
1- ڪوءِ ٻولِي! ٻَنِ ٻروچُ! گھورِي ذات جتن جِي! (شاهہ)
2- مِلي تان مليا‌سِ، نہ تہ گھورِي جان جتن تان. (شاهہ)

**گھورِي** ڳولائو يا طلبگار.
گھوري جو جمع گھوريون.
1- گھوريُون ڪارونيارُ، مانَ مِلَنِئُون سيرين. (شاهہ)
2- پَتي ڪَرمَ پانهنجو، گھورِي! آڏمَ گھَرو. (شاهہ)
1- ادي! آئون پاڻ تنهنجي گھورِي هُيس چڱو تيو جو ملينءَ وئينءَ.

# ل

**لاڏو** گھوٽُ.

**لاڏو** سهرو.

اڪثر ڪري شادين جي موقعن تي چيو ويندو آهي. سَهري ۾ خاص ڪري گھوٽ ۽ ڪنوار جي سُونهَن ۽ زيورن جو ذڪر ڪيو ويندو آهي.

**لَڄَ** زال، گھر واري.

1- هُنَ تان لَڄَ لُٽي، هِنَ جو هلڻ هوتَ ڏي. (شاهه)

چوڻي: لَڄ پولڙي ڪي بہ پياري آهي.

**لَڄَ** عزت يا آبرو يا پَتِ.

1- جنهن کي پنهنجي لَڄَ جو خيال ڪونهي، تنهن کي ٻئي جي لڄ جو ڪهڙو خيال ٿيندو.

2- اڄ يار! تو منهنجي لڄ رکي، نہ تہ منهنجو الائي ڪهڙو حال ٿئي ها.

1- توتي لڄَ لطيف چئي، آهي سندي عام. (شاهه)

**لَڙيا** آئيا.

1- الائي ڇو مائٽَ تي بہ، اسان ڏي ڪونہ لَڙيا ۽ وڃي ٻين وٽ رهيا.

2- چڱو ٿيو جو چورن جا پير اسان جي ڳوٺ ڏانهن ڪونہ لڙيا، نہ تہ آزار ٿي پوي ها.

**لَڙيا** وڙهيا.

1- ڳالهہ تہ اَهڙِي هُئي ڪانہ، جنهن تان اوهان پاڻ ۾ لَڙيا آهيو.

2- ٻنهِي ڌُرِيُن ڪنهن جو بہ چوڻ نہ ورتو، آخر پاڻ ۾

لَڙيا ءِ وچي ڪيسنِ ۾ پيا.

**لَڙيا** وَريا، لَٽا.

1- اڄان تہ سِج جا پاڇا بہ ڪونہ لڙيا آهن. تہ سوير ڪم تان ڇو لَٽا آهيو.

2- سياري جي سج پاڇا لڙيا تہ سمجهہ ڏينهُن ويو، رات آئي.

3- ڏيءُ! هاڻي سج جا پاڇا بہ لهڻ وارا آهن، اُٿي ڪو ڪم ڪار ڪر، چانور صافُ ڪر.

**لَڪُ** جبل مان اچڻ وڃڻ جو رستو.

وڏن جبلن ۾ وري لَڪَ ٿيندا آهن، جيڪي تمام خطرناڪ ٿيندا آهن. جتان اچڻ وڃڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ٿيندي آهي.

جبل جي حوالي سان لَڪُ معنيٰ ۾، ڏکيو هنڌ، مشڪل جاءِ، مشڪل رستو يا مشڪل گسُ.

1- تي ٻانهين ٻَراوئيُون، لُڏُ مَ پَسِي لَڪُ. (شاهہ)

2- لانگِهي لَڪَ لطيفَ چئي، هَلي ڏانهن حضورِ. (شاهہ)

3- لَڪَنِ تان لطيف چئي، آرِياڻِي آندِي. (شاهہ)

**لَڪُ** ڀاڳ، نصيب، قسمت.

1- هن ماڻهوءَ جو وڏيڪ لڪ آهي، جنهن بہ ڪَم سان جتي وڃي ٿو، اتي بيڙا پار!

2- بس يار! تو واري دوست جو لَڪُ اهڙو جتي تا سندس ڪم لاءِ وڃون، اتان تو جواب ملي.

**لَڪَ** هڪ سؤ هزار.

**لَڪَ** انتهائي قيمتي.

لَڪَ جو واحد لَڪُ

1- لَڪُ لَهي تي لوڏ. جيجان تن جَتَنِ جي. (شاهہ)

2- سالڪَ لهي تي لَڪُ، جاتو ايندي اُن سين. (شاهه)
3- سچو تان، سَيدُ چئي، لَهي لَڪُ سَوا، (شاهه)
4- ڪندا جي پيرن ۾، توڙي لَڪَ لڳن، (شاهه)
چوڻي: پوءِ ڏائي ڪان قرض نه ڪڍجي، توڙي لَڪَ لُٽائي.
چوڻي: ڪَڪَ جي چورِي، لَڪَ جي چوري.

**لَڪَ**
خَبَرَ يا پَتو.
1- مون کي ان وقت ڪابه لَڪَ ڪانه پئي ته آپريشن ڪيئن ٿيو.
2- هڪ ته اوجاڳو هئو، ننڊَ ڪَڇِي وَئي، لڪَ ڪانه پئي گاڏي ڇُٽي وِئي.

**لُنڊِي**
ڇوٽي.
1- استادَ! قميص منهنجي لنڊي سِبي اٿئي.
2- ٻاءُ! تو وارِي سٿڻ مون کي لنڊي آهي، تنهن ڪري ڪونه ٿو پانيان.
چوڻي: تنهنجي لُنڊِي خوشامد کي سيڪو سمجهي ويو آهي.

**لُنڊِي**
بلا جو قسم.
جوڳين جو چوڻ آهي ته هيءَ بلا به خطرناڪَ بلا آهي ۽ هن کي ٻي ڳُري بلا به چوندا آهن، ڇاڪاڻ ته هيءَ اهڙي ته پتيل آهي جو پنهنجي ڳُرَ (ڳروءَ) کي به ڏنگيو هڻائين.
چوڻي: شل لُنڊيءَ تي پير پوئي.
چوڻي: لَٺِ تي لنڊِي ڪنيو پيو هلين.

**لوڏي**
تڙي وٺي.
1- هوءَ ويچاري بلڪل شريف هئي، پر خوامخواهه گهر مان لوڏي وئي.

**لوڏي** هندستان تي حڪومت ڪندڙ هڪ مشهور گهراڻو.

**لوڏِي** ٽولن ۾ شڪار ڪرڻ وارا.

1- لوڏي لڪَ اچَنِ، روءِ راڻي جي ناهِ ڪا. (شاهه)

2- لڪين لوڏِي آئيا، سوڍِي لاٿم شڪُ. (شاهه)

3- لُڏُونئا لوڏي، وَتَنِ مَنجهه وصال. (شاهه)

**لُٽَ** مَدهوش يا نشي ۾.

1- پيو ليٽين لُٽَ، سَڄيون راتيون سُمهين. (شاهه)

**لُٽَ** طاقت کان وڌيڪ خرچ ڪرڻ.

1- ٻيلي! غريب جو خيال نہ ڪيو، لُٽَ لائي ڏني اٿوَ.

2- ويچاري جو سڄو گهرُ ٻور لُٽَ ڪري ويا آهن.

**لُٽَ** ڦُرِ.

**لاڙي** موٽائي ڏني.

**لاڙَي** جُهڪائي.

**لاڙَي** لاڙ جا رهڻ وارا.

**لاڙِي** پراڻو ڪپڙو، يعني پردو.

1- ڏيئي لِڪَ لاڙي، ڪَکَرُ ڪيائين ڪاڪ جو. (شاهه)

**لاهَ** وڻ جون ٽاڙون يا وڻ جو ٻُڻ.

**لاهَ** ترو.

1- يارَ! تو تہ مون کي بيهاري بيهاري لاهَ ڪِري چڙهيا اَٿئي.

2- پوليس اهڙو ڪَمُ ڪيو اَٿس جو ماري ماري لاهَ ڪِري چڙهيا اَٿس.

**لاهَ** هيٺاهين، هيٺاهُون.

1- اوستا! جاين جي ڇتيُن جا لاهَ اهڙي طرح رکجو جو مينهَن جي پاڻيءَ جو هڪ ڦڙو بہ ڇتيُن تي نہ رهي.

2- زمين سڄي لاهَ وارِي آهي، هِن کي سنئون ۽ سڌو ڪرڻو پوندو

لاهَ — چالاڪَ يا مفادپرستَ يا دوکو ڏيندڙ.

1- اهي ماڻهو لاهَ آهن، انهن کان هميشه خيال ڪندو ڪر.

2- توبه يارَ وڃي لاهَ ماڻهن سان گڏيو آهين، الله خير ڪري!

لَڄَ — شرمُ يا حياءُ.

1- توکي بالڪل لَڄَ هئڻ گهرجي جو پنهنجي محسن سان مُنهن ماري ڪئي اٿئي.

2- ياءُ! بي شرم ماڻهو کي ڪڏهن به پنهنجي لَڄَ جو خيال نه ٿيندو آهي.

3- پيارا! لَڄَ به ان کي ٿيندي، جيڪو لڄادار هوندو.

لَڄَ — عزت.

1- متان پنهون پوءِ، لَڄَ مُنهنجي لوءِ ۾! (شاهه)

2- پَسيو لَڄَ لطف ڄَئي، ڪيڏي کي ڪَکَن. (شاهه)

3- پَلءِ ڳر پايو سَڄُ، آڇيندي لَڄَ مران!

لاسِ — نقصان.

لاس — رَسُ.

1- ڀراڙِي ۾ ٻوڙَجي گريبي کي، لاسَ به چون، رَسُ به چون، ۽ رهو به چون.

2- ڏيءُ! اڄ تو ٻوڙَ ۾ لاسَ (رَسُ) گهٽِ ڪئي آهي.

لُڙُ — پاڻيءَ جو ڏيو.

1- سولُڙُ لنگهيائين، جتي پارڪَ پَکيا. (شاهه)

2- لُڙُ لنگهائي سُهڻي! پِرتِ وَڄَندِي پارِ. (شاهه)

لُڙُ — ميرو يا خراب يا گندو.

1- اَچو پاڻي لُڙُ ٿيو، ڪالوريو ڪنگن. (شاهه)

لُڙُ — هُلُ.

1- بابا! لُڙ نہ ڪيو، ٻاهرِ وچي ڪيڏو، منهنجي ننڊ نہ ڦٽايو.

2- پُٽَ! ٻاهر وَڃي ڏِسُ، تہ اِهو ڇاجو لُڙ آهي.

**لامَ** وَڻ جي ٽاري.

1- پارانيا پَچارَ، مَٿي لامَ لطيف چئي. (شاهہ)

2- ڪِي جو زاغَ زبان سِين، لَنيو مَٿي لامَ، (شاهہ)

**لامَ** آسري يا سهاري يا پناري.

1- لڳس جهن جي لامَ، سو دِلاسا دوستُ مُنجي. (شاهہ)

**لامَ** وچت.

**لارَ** ليارَ.

1- لَيا ڏَنم لارَ، سانيارا، ساهڙ جا، (شاهہ)

**لارَ** ڇَڙي جي اَندرِ آواز ڪرڻ لاءِ ٻَڌلُ هَڏو يا ڪاٺي.

1- تِنءَ ڇِڻڪَنِ ڇتَ ۾، جِنءَ سا گهَنڊِيَ لارَ. (شاهہ)

**لارَ** ماکيءَ جي لارَ.

1- ايڏو سهڻو ءِ منو ٿي ڳالهايائين، ڄڻ ماکيءَ جون لارون پيون ڪرنِ.

**لَنگهي** مگٹهارڻ.

1- آئون پڻ آهيان اُنَ جِي، لَنگهِي ءِ لورِي، (شاهہ)

**لَنگهِي** مَٿي يا گُدري.

1- نيڻ هيراي‍ءِ ننڊَ سين، جَتَنِ لَنگهي جوءِ، (شاهہ)

2- ليڙن لَنگهِ لَسَ، مانائِتا مَٿي وِيا. (شاهہ)

**لَءِ** نَٽُ.

1- يار! هتي تمام لَئہ ۾ وينا آهيون، ڳوٺ ۾ هاڻي مزو نہ رهيو آهي.

2- تون سمجهي ٿو تہ سون کي سرڪاري ڪارِ گاڏي ملي آهي سو وڏيءَ لَئہ ۾ آهيان، بابلا! وڏي مصيبت ۾

آهيان.

3- بابا! اڄ ڪلهه تنهنجي وڏي لِءِ آهي، ٻيلي لِءِ ڪَرِ، ڏسون گهٽا ڏينهن تو هلين.

لَءِ — ڪاڻِ.

1- تون جنهن لاءِ آيو آهين، تنهن لاءِ آيو آهين، مون لِءِ ڪونہ آيو آهين.

2- مون لِءِ ڪو ڪم ڪار هجي تہ پنهنجو سمجهي حڪم ڪندا ڪريو.

1- جانبَ لِءِ نہ جَلُ، سُورُ وسارِ مَ سسئي! (شاهہ)

2- لالَنَ لِءِ لطيف چئي، مَنجهِي تِي معذورِ! (شاهہ)

3- لُڙڪَ لعل لطيف چئي، وَرَ لِءِ وَهايان. (شاهہ)

چوٽي: جنين لِءِ مُياسِ، سي ڪانڌِي ڪين ٿيا.

لورِي — جهوري.

1- لڳِي جن لورِي، ڏونگرُ سي ڏوريندِيون. (شاهہ)

لورِي — تير، ٻاڻُ يا ڪانُ.

1- لورِي ٻتِ لڳوم، اُتِ اُپوئي آهيان. (شاهہ)

وُرِي — خانہ بدوش.

1- آئون پڻ آهيان اُنِ جي، لنگهِي ءِ لوري. (شاهہ)

لورِيُون — ڳڻتيون، فڪر، غم.

1- توکي وري يارَ، ڪهڙيون لوريُون لڳيُون آهن.

2- ادا! لوريون انهن کي لڳل هونديون، جيڪي چوريون ڪندا.

3- پيارا! اُهو انسان ڪهڙو هوندو، جنهن کي لوريون لڳل نہ هونديون.

لورِيُون — تيرَ، ڪانَ، ٻاڻَ.

1- لوريُون لَکَ مَتاءِ، اَنَ مَتيري موتائِيُون. (شاهہ)

**لوريون** راڳ جو قسم. سنڌي ٻوليءَ ۾ ان کي لوري به چئبو آهي.

1- لوري يا لوئي امڙ جي مٺي آواز سان ٻارڙي کي ننڊ اچي ويندي آهي.

**لورِيون** خانہ بدوش عورتون.

1- جيڪڏهن تو کي خيرات ڏيڻو آهي تہ پنهنجي ڳوٺ ۾ گهٽيءَ ۾ لوريون رهن ٿيون انهن کي ئي جيڪي ڏيڻو اٿئي سو ڏئي ڇڏ.

2- سي لورِيون ڏِينِ نہ لاڳُ، جي اَجهي آيون ابڙي. (شاهہ)

**لوڙهُ** پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ قدرتي ميوو.

هي قدرتي زمين ۾ ميوو اُتي ٿئي ٿو جتي پاڻيءَ جون ڍنڍون هونديون آهن. لوڙهُ جي بناوت ۽ بيهڪ تقريباً گول جهڙي ٿئي ٿي. صوفي ٻير، ۽ ڇڪوڻ جهڙو وزن تيئس تو ۽ کائڻ ۾ ڏاڍو لذيذ آهي. سنڌ جي هاڪاري عالم، برگزيده بزرگ ۽ شاعر قاضي قاضن لوڙهَ جو بيان پنهنجي هڪ بيت ۾ هن طرح ڪيو آهي:

هاڪَ وهندو هاڪڙو، پڇندي ٻنڌ اَروڙَ،
بيهہ، مڇي ۽ لوڙهُ، سمي ويندا سوڪڙي.

**لوڙهُ** مڙهُ يا ميت يا جنازو.

1- اَچي لالڻ لَتِ، مُئيءَ جو لوڙهُ لَڪَنِ ۾. (شاهہ)

**لباسُ** ويس.

1- لَڏِيندي لِباسُ، جَتَن جيڏو ئي ڪَيو. (شاهہ)

**لباسُ** ظاهري ڏيک.

1- ڇڏي سَبُ لباسَ لوچي لاهوتي ٿيا. (شاهہ)

2- ٻَئي سَپُ لوڪَ لباسُ، ڪو هڪ دل هوندو هيڪڙو. (شاهہ)

# م

مَلَڪَ — ملائڪ يا فرشتا.

1- نَڪو فلڪُ، نہ مَلَڪُ ڪو، نَڪو رنڪ نہ راءِ، (دلپَت)

2- اَڪثين مَلڪَ ڏٺاسِ، توءِ مَنَ ڪاڍو ميهارَ ڏي. (شاھ)

3- پُنهونءَ ساڻُ پَهَچُ، تہ مَلڪ الموت ماٺيين (شاھ)

4- نَڪا خَلق نہ ڪِي مَلڪ، نہ ها فلڪ، زِمينون. (ميان سرفراز)

مَلَڪَ — خان، خطاب.

مَلَهہ — پھلوان.

1- اڄ ملاکڙي ۾ مَلَهہ ڏاڍا آيا آهن.

2- اُتر جا ۽ لاڙ جا مَلهہ سڄي سنڌ ۾ مشهور آهن.

ڪنهن وقت ۾ اُتر جي مَلَهنِ (پهلوانن) جي اڳواڻي سنڌ جو مشهور پهلوان شير ميربحر ڪندو هو ۽ لاڙ جي مَلَهن پهلوانن جي اڳواڻي نالي وارو پَهلوان انبُ شيدي ڪاري چاڻ وارو ڪندو هو.

مَلَهہ — راند، جنهن ۾ تنگن، ٻانهُن ۽ طاقت جو مظاهرو ٿيندو آهي.

چوڻي: مَلَهہ ۾ نڪا سيدِي، نڪا پيرِي.

مَلهَہ — اٽڪل يا دوکيبازِي يا ڪيڏ.

1- توسان بہ اهڙي مَلَهہ ٿيندي، جهڙي تو مونسان ڪئي آهي.

2- ڪِتي ٿي ٻَالهہ! اڄا توسان هڪڙِي مَلهہ ضرور ٿيندي.

مورو — شاعريءَ جي هڪ صنف، لوڪ ادب ۾ شاعريءَ جي هڪ صنف.

اڪثر ڪري لاڙ ۽ جبل جا ماڻهو مورو وڏي درد ۽ آلاپ سان ڳائيندا آهن. موري ۾ جدائي، فراق، ميلاپ ۽ دعا جهڙا مضمون مختصر، پر جامع جملن ۾ مورائي (مورو چوڻ وارا) پيش ڪندا آهن.

1- مورو وينئي ڏيان، ساجن مورو وينئي ڏيان.

2- مورو ناهي تورو، سڄڻ مورو وينئي ڏيان.

**مِورو** سنڌ جو مشهور شهر.

**موڙِي** ملڪيت، دولت، رقم.

1- وڏن جي جيڪا مُوڙي هُيَس، سا سَڀُ ڏُفُ ڪري ڇڏيائين.

2- جتي پنهنجي مُوڙي مدد ڪري ٿي، اُتي پياءُ بہ ڪَم نٿو اچي.

3- ويچاري جيڪا پنهنجي محنت ۽ پگهر سان موڙي گڏُ ڪَئي هئائين، سا سڀ چوري ٿي وَيَسِ.

**مُوڙِي** ننڍڙي ڳنڍ، ننڍڙي ويڙهِي.

ساون ڏاڻن جي مُوڙي، پالڪ جي مُوڙِي، واڻَ جي مُوڙي.

**موهَنُ** وڻندڙ، حسين، سهڻو يا خوبصورت.

1- يار! اڄ تہ مَن موهنُ پيو لڳين.

2- پيارا! ڳوٺ پيو وڃين، مون واري دوست مَنَ موهن کي سلام ضرور ڏجانءِ.

**موهِنِ** موهن جو دڙو.

**موهِن** ماڻهو جو نالو (هندن جو) موهن ڀڳت، موهن ڪلپنا.

**مَهارون** واڳون.

1- مَهارُون مَين جُون، واڳُون وَس ڏَنئِين. (شاهہ)

**مَهارون** ڏندن جُون مَهارون.

جن ۾ انساني ڏند مضبوط قدرتي طرح جڙيل هوندا

آهن.

**موتيو** اکين جي بيماري.

موتيو (پاڻي) جڏهن اکين تي چڙهندو آهي تہ انسان اکين کان ويهي رهندو آهي.

**موتِيو** گُلَ جو قسم. موتِيو. نهايت خوشبوءِ دار گُلُ.

**مور** ڪڏهن بہ نہ، اصل نہ، هرگز نہ.

1- چِڪيا چاڪَ چِيڻون ڪري، ڪڙيُون مُورُ نہ ڪَنِ. (شاهہ)

2- ڪنهن جنهن ڪُنا ڪاتَ، جتَن سامِي مُورُ نہ سَنرا. (شاهہ)

3- رَضا راڄُ سَندونِ، مُورُ نــہ مـڱنِ ڪِي پيو. (شــاهہ)

4- لاهوتُ جن لڳو، سي مَڙهيــان مُورُ لِڳيا. (شــاهہ)

**مُورُ** اصل رَقَمَ.

1- يارَ! هن سال واپار مان مُورَ ڪان سواءِ لَڪُ ڪن فائدو ٿيو.

2- چڱو ٿيو جو يارَ، مُورجو مُورُ بچيو. باقي نفعو ڪونہ ٿيو. چاڪاڻ جو هن سال ميلي ۾ خلق گهٽ آئي.

چوڻي: منهنجو ڪم نہ ٿيو تہ مُورَسان ڳڏُ وياج بہ ڏيڻو پوندءِ.

چوڻي: مُورَ ڪان وِياجُ ڳرو.

**مَنگلُ** مَڇُ، ڪورو، باهہ

1- مَنگل مُنهنجي مَنَ ۾، پاريو هوتَ حَمامُ. (شاهہ)

**مَنگلُ** ميڙو يا ميلو يا اجتماع.

چوڻي: جهنگل ۾ منگلُ ٿي ويو آهي.

**مَڻيا** موتي. هارن جا مڻيا، تسبيحَ جا مڻيا.

مَڻيا جو واحدُ مَڻيو.

1- سالوڻي لِيلان جِئين مَڻيو جَنهن مِٽُ ڪيو. (شاهہ)

**مَڻيا** سونهَن يا سوڀيا يا بُزرگي.

مَٽيا طاقت.

مَلَهارَ مِينهَن جي موسم، جُهڙن ڦُڙن جي مُندَ، وٽندڙ رُت.

1- اکيُون ميگهه مَلهار (ملار)، صورت تُنهنجِي سپ جڳُ موهيو. (شاهه)

2- جِهڙا منهنجا سپرين، تِهڙا ميگهه ملهارَ (ملار). (شاهه)

مَلَهارَ هڪ سُرَ جو نالو (مَلَهارَ)

ڳالهه ڪيتري قدر سچي آهي، اُها خدا کي خبر! باقي معتبر ماڻهن کان معلوم ٿيو آهي ته ڪنهن وقت ۾ وڏا راڳِي (گويا) جڏهن ملهار يا ملهارِي ڳائيندا هئا ته مِينهن وَسندو هئو.

ملهارَ بهاري.

مَنڊُ جادو، طلسم، دوکو.

1- پاڻ نه آهي چاڻُ، مانڊيءَ مَنڊُ پکيڙيو. (شاهه)

مَنڊُ مايا، دولتَ.

1- ماڻهو راتِ ڪياءِ، مَنڊُ نه پَسين مَنڊيو. (شاهه)

مِڙِي ڏَڏي، ڏِيي.

1- اجا مينهِن مِڙِي ڪانهي، جڏهن مِڙِي تڏهن کير وَٺي وِيجو.

2- ادي! اسان جي ڳئون اڄ مِڙِي ڪانهي کيرَ لَپَ هجي ته اچوڪو ڏينهن کيرُ ڏيو.

3- ابا! پاڻ وارِي مينهن اَڄ کانه مِڙِي آهي، تنهن ڪري وِڃي وٿاڻ تان کير وَٺِي اَچُ.

مِڙِي گڏ ٿي.

1- مون اوهانجو کهڙو ڏوهُ ڪيو آهي جو منهنجي پنيان مِڙِي لڳا آهيو.

2- يار! خيال سان وِڃجانءِ، ڪُتي ٻَچن تي وينِي اٿئي،

متان ڀنيان مِڙي نه ڀونئي.
3- اوهان سيني کي حيف هجي جو توهان سيڻي هڪڙي چٽي کي مِڙي ماريو آهي.

مَڙهُيون — خالي ٽيل اوتارا يا مڪان. (فقيرن جي رهڻ جا آستانا)
1- آديسي اُٿـي ويـا، مَڙهـيـون مُون مـارِيـن. (شـاهـ)

مُڙهيِون — آثارِ قديم.

مِڙهيون — پوڙهيُون يا جُهونڙِيُون يا وَڏڙِيُون.
1- اَبا! اسان هاڻي مَڙهيُون، نڪي ڪم جون نڪي ڪارِ جون، دعا ڪيو ته الله اسان کي هاڻي پنهنجو ڪَري.
2- گهرَ جون مَڙهيـون، گهر ڏيـاڻيـون ۽ دعـائـون ڪنـدڙ آهن.

مَڙهِيُون — واڙيُون، ڪَتُنِ واڻَنَ جو ڪَمُ.
1- بَس بابا! ڀيو ته هن عمر ۾ اسان کان ڪم نٿو ٿئي، پوءِ هاڻي ڀيا ڪتُون مَڙهيُون.
2- اُستاد! ڪتُون ته واهَ جو مڙهيُون اٿئي.
3- پُتَ! سڄي حياتي ماڻهن جون ڪتُون مڙهِيُون اٿئون، هاڻي اهو ڪم مون کان نٿو ٿئي.

مِڙهيون — سيبا ڏنا يا توپا ڏنا.

مستِي — مدهوشِي.
1- مَستَ هـميشـ پنهنجي مَستِي ۾ هوندا آهن، تنهن ڪري انهن سان گهَرو نه ٿجي.
2- چريا مستِي ۾ جيڪو چَون سو چَئي سگهن ٿا، انهن تي مَيار ڪانهي.

مَستي — بي پرواهي.
1- بابا! جواني جي مَستِي اَٿس.
2- ڪڏهن يار! اسان جي به جوانِي هئي ۽ مَستِي هُئي.

مَستِي — تڪبرُ يا غرور يا هَٺُ يا وڏائي.
1- هائو يار! پئسو اٿس، تڏهن ته مَستِي ڪري.
2- جڏهن، پئسو، پُٽ ۽ مُٺ ٿيندي آهي تڏهن ماڻهوءَ ۾ مَستِي پيدا ٿيندي آهي.
3- جن ماڻهن مَستِي ڪئي انهن جي قدرت هَستِي ختم ڪري ڇڏي.

مَڪُڙا — بيڙيون.
مـادر مـلاحـن، مـاڱ نـه ڊوئـيـا مَڪُڙا (شـاهـ)

مَڪُڙا — گهوڙن جو هڪ نسل.

ماهي — معشوق محبوب.

ماهَي — ماڻهو جو نالو، ماهي خان.

ماهِي — مڇي.

مستي — شرارت.
1- يـارَ! هينئر تـه مَستي ڇڏ، آئون پـنهنجو ڪَمُ پيو ڪيان.
2- تو بـه ضرور هُن سان مَستِي ڪئي هوندي، تڏهـن تـه موچڙا ڪاڏا اَٿئي.
3- سَڀُ دوستَ بُڌي ڇڏيو تـه، نـه آئون ڪـنهن سان مَستي ڪندو آهيان، نـه وري ڪو ٻيو مونسان مَستِي ڪري.
مـحتـسب مَستِي نـه ڪـر، اَڄ مـان بـه ٻِي مـوتيـو آهيـان.
هِن مُنَل دنـيا انـدر، مَس مـس تـه جِي مـوتيـو آهيان.
(طالب المولا)

مُشڪِي — مُرڪي.
1- مون سـان جڏهن بـه مِلين، تـه مهرباني ڪـري مُشڪِي ملندو ڪَر.
2- مُشڪِي ملڻ سان اَڳلي کي قرب سان پنهنجي ڪرڻ

۾ مدد ملي ٿي.

3- اهو همراه ڪڏهن بہ ڪنهن سان مُشڪِي نہ ملندو آهي، قدرت هن کي رُڪو بڻايو آهي.

**مُشڪِي** گهوڙي جو قسم.

گهوڙا جيڪي رنگ جا ڪارا ٿيندا آهن، انهن جي نسل کي مُشڪي گهوڙا چوندا آهن.

**مُشڪِي** ڪارسرو.

1- همراه جا پارَ پتا ھِي اَٿئي رنگ سانئرو هوندس، مٿو صفا گنجو، قد جو بندرو. هي خط وجي ڏيس اُميد تہ تنهنجو ڪَمُ ٿِي ويندو.

2- مُشڪي ڏي خبر، اڄ خُشڪي چڙهيل اَٿئي، آهي تہ خير!

3- يارَ! همراه رنگ جو سانئرو آهي، پر مُنهن ۾ نمڪُ اٿس.

**مُقامُ** جنازي دفن ڪرڻ جو هنڌ.

مُقامُ هي خاص ماڳ آهي، جتي فقط انسانن جي جنازن کي پوربو يا دفن ڪبو آهي. هر ڳوٺ ۾، هر شهر ۾ مُقام هوندو آهي، جيڪو آبادِي کان ڪجهہ فاصلي تي هوندو آهي. هونءَ بہ جتي ماڻهو قبرون ڏسندو آهي تہ يَڪَ سمجهبو آهي تہ هي مُقام آهي. سنڌ ۾ ڪي مشهور بہ مُقام آهن.

**مثال:** مَڪلي جو مقام، سَتيِن جو مُقام، سونڊن وارو مقام، ڪراچيءَ ۾ ميوا شاهہ مقامُ.

1- ڪڏهن ڳاڙهو گهوٽُ، ڪڏهن مَڙهُ مُقامَ ۾. (شاهہ)

**مُقامُ** درجو يا حيثيت.

1- ماڻهو پنهنجو مقامُ پاڻ ناهيندو آهي.

2- شاعري ۾ لطيف سائين جو وڏو مقام آهي.
3- جيترو تون پاڻ کي سمجهين ٿو، اوترو تنهنجو مقامُ آهي ئِي ڪونه.

مَنِي مخالف.
1- ڏِيءُ! توکي آئون چڱائي تي چوان، پيلا ماءُ جو به ڪڏهن پنهنجي ڌيءُ جي مَنِي تي آهي!
2- پيڻ! تون ڪٽي مون لاءِ چا به سوچين، ليڪن آئون تُنهنجي ڪڏهن به مَني نه ٿيندِيس.

مَنِي خراب يا ڪَسِي.
1- ادا! سونارا هيءَ چاندِي مَني آهي، ٻي ڪا ڏيکارِ.
2- ادي! هڪڙي ڳالهه توکان پڇان، مَني ته ڪانه سَمجهندينءَ.
3- هُن ڪڏهن بـ اوهان جي باري ۾ مون سان ڪا مَنِي ڳالهه نه ڪئي آهي.
1- چَندَا! چوانءِ سَچُ، جي مَني نه پائيين. (شاهه)

مِنِي پياري.
1- الله کان پوءِ مِني مون کي تون ئي مُنهنجي ڌِيءُ آهين.
2- دنيا ۾ ماءُ جَهڙي ڪا مِنِي شئي آهي ئي ڪانه.
1- مِني مصيبت، آهي آريءَ جامَ جِي. (شاهه)
**چوڻي:** ڏِني مِني آهي.

مِنِي چُمي. پيار مان، چِمڙِي ء هَيڙي به چئبو آهي.
1- پُٽ! تورو هيڏانهن ته اَچُ ته هڪ مِنِي ڏيانءِ.
2- پُٽ! ننڍڙي کي گهڙي کن مون کي ڏي ته هڪ به مِني ته ڏيانسِ.
3- امان! تنهنجي اِها مِني مون لاءِ دعا به آهي ته شفا به

آهي.

4- ماءُ جي مِٺي اولاد لاءِ جنت جي خوشبوءِ آهي.

**مِٺي** ذائقي ۾ مِصريءَ جهڙي شئي.

**مِڇ** باهه.

1- يارَ! ڪو مَڇُ ٻاريو ته سِيءُ لاهيون.

2- شڪار به ڪونه لڳو، سيءُ به ڏاڍو هو، پوءِ مَڇُ ٻاري ٻيلي ۾ ويهي رهياسين تان جو سج اُڀريو.

3- بابا! اُتو هلي اوطاق ۾ مَڇُ ٻاريو، مهمان به آيل آهن ته ڪا ڪچهري ڪيون.

1- پَتنگُ چائين پاڻ ڪي، پَسِي مَڇُ مَ موٽ. (شاهه)

2- مُنهَن ۾ ٻَرئِي مَڇُ، تو ۾ ناه پيشاني پرينءَ جي. (شاهه)

3- محبت سندو مَنَ ۾، ماڻڪ! ٻارج مَڇُ. (شاهه)

4- مَتيان مَتي مَڇُ، ٻَرِيَمِ ٻاروچَنِ جو. (شاهه)

**مَڇُ** مصيبت يا پريشاني يا تڪليف.

1- توهان اسان لاءِ ڪنهن به طريقي سان مَڇَ مچايو ڇڏيو.

2- اهو توئِي مَڇَ ٻاريو آهي، ٻيو ڪير نٿو ٻاري سگهي.

3- ٻين لاءِ مَڇُ مچائي، پاڻ هٿي لڪندو وتي.

**مُرادي** ڪمائي.

صبح کان شام تائين دڪان جي ڪمائي کي مرادِي چئبو آهي.

ورهاڱي کان اڳ هندن جو واپار تي وڏو اثر هوندو هو. تنهن ڪري شهرن توڙي ڳوٺن ۾ سندن دُڪان هَٽَ، هوندا هئا. صبح کان شام تائين جيڪو به ڪمائيندا هئا انهن کي هُو مُرادِي چوندا هئا.

1- ڇوڪرا! مرادي ڳڻِ ڪيتري ٿِي آهي. هاڻي دڪان

بند ڪيو.
2- اڄ مرادي مڙوئي گهٽ ٿي آهي.
3- بابا! آئون هاڻي گهر هلان ٿو، دڪان بند ڪري، مرادي ڪنيو اچجانءِ.

**مُرادِي** دعاگو فقير يا مراد وند يا مراد وٺڻ وارا.
1- بابا! اسان بہ اوهان جا مُرادي آهيون، پُٽَ ڄمڻ جي مرادَ وٺڻ آيا آهيون.
2- اسان جو شادي مُرادِي ڪان وٺي هِنَنِ ماڻهن سان پير پَنڌُ آهي.
3- رئيس! پُٽَ جي شادي جون مبارڪون هَجنوَ، هاڻي اسان فقيرن ڪي بہ مُراد ڏيو.
4- اسان وڏن ڪان وٺي اوهان جا مُرادِي (مرادوند) آهيون.

**مري** ناس، نابود، نيست.
1- دونهين پاسي دوس جي، ماڳهين پوان مري (شاهہ)
2- مڃڻ مرين اڄ، ڪاڏي پاراتو پرين ڪي (شاهہ)
3- محروم ٿي مري ويا، ماهر ٿي نہ مٺا (شاهہ)

**مري** بلوچن جو هڪ قبيلو.

**مرِي** شهر جو نالو. ڪوهہ مري.

**مڙس** گهروارو يا ورُ.
1- اَدِي! منهنجو مُڙس اچي، تہ سمورو احوال اوهان جو ڪيس ٻڌائيندِيسَ.
2- پيئڻ! مُڙسَ جي سر بخت جو خير هجي، ٻي ڪابہ تڪليف ڪانهي.

**مُڙسُ** همت وارو يا مَهل ڪرڻ وارو.
1- مَهَلون هميشہ مُڙسُ ماڻهو ڪندو آهي.
2- يارَ! مُڙسُ ٿي، ياڙيو نہ ٿي، اُٿ اسان سان گڏجي

هَلُ.

3- مُڙسُ تہ يارَ ڪنڏار هئو، پر حياتي ايتري نہ ٽِيَسِ.

1- ڪـاني ڪـارائِيءَ جي، مُڙسُ ٽِي مَرِ پـاءِ. (شـاهہ)

چوڻي: مُڙسُ ڪسندو آهي، جُهڪندو ڪونهي.

چوڻي: متـان چويـن تـہ مون کـي ڪو مُڙسُ پتـوئـي ڪونہ!

چوڻي: پاڙئي ماڻهوءَ جي پيلَ مان بہ ڦاسي پئبو، مُڙسَ جي خونَ مان بہ ماڻهو آزاد ٿي ويندو.

**مُڙس** مرد.

**مِڙي** هڪُ ٿي يا ڳڏ ٿي.

1- سڀ مِڙي جڏهن هڪ ڳالهہ تي بيهنداسين تڏهن ڪَمُ ٿيندو.

2- يارَ! خلق تہ ڏاڍي اچي مِڙي، پر اوچتي مينهَن پوڻ ڪري ملاکڙو ڪونہ ٿيو.

1- اَڳـهَنِ مِڙي اَچِ، ڪـيـو سَڏُ صحَتَ ڪـي، (شـاهہ)

2- پِري پـتـنـگ آئِيـا، مِڙي مَتـي مَچَ، (شـاهہ)

**مِڙي** ٻوڙائڻ، بيعزت ڪرڻ.

1- چڱو ٿيو جو اهڙي ڪني ماڻهوءَ کي مِڙي ڪَڍيوَ، نہ تہ پروگرام خرابُ ڪري ها.

2- ابا! اِهو ڪتو گهر ۾ ٿو گهڙي انهيءَ کي تہ مِڙي ڪَڍُ.

**مِڙي** منٺُوئي.

1- سڀـ ڳڏجي مِڙي ٿا هلي پرچايُونس، آخر ڪڏانهن ويندو.

**مِڙي** ڪير ڏنائين.

مينهن مِڙي پيئي آهي.

**مُنِي** ڏکويل يا ستايل.
1- مُنِي! تي مسڪين، همت هوت وڃائيو. (شاهه)
2- مُنِي تِي مَدَعا گهُري، موت تُيو موجودُ. (شاهه)
3- مُنِي مهمانن سِين، ويهي راتِ وهاءِ. (شاهه)

**مُنِي** قاتي يا قاتلَ.
1- آئون ته اوهان مان اڇي هاڻي مُني آهيان. خدا ڪو مون کي موت ڏئي.
2- مُنيءَ کي مون ڏاڍو سمجهايو ته اِتي مِتي مائٽي نه ڪر.
3- ڏيءُ! هاڻي ته مُنيءَ کي آرام ڪرڻ ڏيو. صبح کان وٺي ڪَمُ ڪيو اَٿم.
1- مُتان مُنِي! ڇڏئين، پريتڻو پاڻان. (شاهه)
2- ڪاڻيءَ مَر ڪانيو، مُنِيءَ مَنگُرَ ڏيو. (شاهه)
**چوڻي:** مِني بَه ماٺِ، ته مُنِي به ماٺِ.

**مُنِي** نياڻي.
1- مُني! پڙهيل هجين ها، ته هيترا سُورَ نه ڪائين ها.
2- مُني! چيومانءِ ته گهڻو ڪم نه ڪر، نه ته بيمار ٿي پوندينءَ.
3- ادي! نُنهن ته چڱي مِلي اٿم، پر مُنِي کي گهر جو ڪم ڇَئيس ته ٻَرو چڙهيو وڃيس.

**مَتِيا** ناراض ٿيا، ڪاوڙيا، رنج ٿيا.
1- اسان جو ڪوبه قُصور ڪونهي، خام خواه اسان تي اوهان مَتيا آهيو.
2- جيڪڏهن پاڻ وارا مائٽ هرويرو مَتيا آهن، ته هَلو ته ڪين هلي پرچايُون.
3- ڪاته هنن کي تڪليف يا شڪايت آهي، تڏهن ته

مَتيا آهن.

مَتيا لنگهيا.

مِتو ڪَسو.

1- ماڻهو گفتگو اهڙي ڪري، جو ڪنهن کي مَنو نه لڳي.

2- هي سونُ هُنَ سونَ کان ڪجهه مَنو ٿو معلوم ٿئي.

3- ڳالهه توسان اِتي ڪري نٿو ڪيان، جو تون متان مَنو سَمجهين.

1- موڪِيءَ مَنو نه گهُريا، وهُ نه وِهائيا. (شاهه)

مَتو مخالف يا دُشمن.

1- مون اوهان کي هميشه مَنو نه سمجهو آهي.

توهان کي الائجي ڪهڙي غلط فهمي پيدا ٿي آهي، ليڪن آئون اوهان جو بالڪل مَنو ناهيان.

2- مون کي ڇا ٿو ٻڌائين؟ مون کي سَبُ خبر آهي ته منهنجو مَنو ڪير آهي.

مِتي ڌوڙ يا خاڪ يا دَز.

1- اَڄ سڄو ڏينهُن آسمانَ مان مِتي وَسِي آهي.

2- بابا! ڪپڙو کڻي هي سڀ مِتي ڪرسين تان صاف ڪر.

3- هڪ ڏينهُن هرڪنهن کي مِتيءَ ماءُ حوالي ٿيڻو آهي.

1- هنئون منهنجو هُت ٿيو، ءِ هت متي ءِ ماهُ. (شاهه)

2- ٿَڌي وَسائجانءِ ٿَرن جي، مَتي مَئي متاهُ. (شاهه)

3- پاڻَ ڪنيَرُ آويي ٻٽيو، چَڪُ، مِتي، گهتُ مَتُ. (سامي)

ڇوٽي: سَبُ ڪَئي ڪمائِي، مِتيءَ مِر ملائي ڇڏيءِ.

مِتي جيڪي متي.

**مِٽي** عزازتَ يا مائٽي.

1- اَڄ ڪَلهه ٻِڌي مائٽيءَ ۾ اُهو مَزو نه رهيو آهي.

2- پنهنجن پنهنجو نه ڪيو، تنهن ڪري نئين مِٽي ڪرڻي پيم.

3- ڪوٽڙيءَ ۾ برابر اسانجا مائٽَ رَهنِ، جن سان اسان جي مِٽي آهي.

**مَٽِيا** لنگهيا يا گذريا يا ڦريا.

1- ادا! ڏي خبر، هتان ڪي ماڻهو مَٽيا؟

2- توهان جي مُنهن مَٽيا، ته اسان به ڪٽي پنهنجا قدمَ جهليا.

**مَٽيا** بدليا.

**چوڻي:** اچان هٽن جا نشان مٽيا ڪونهن.

**مَٽي** ڦيرائي يا بَدلائي.

1- پيارا! اسان ان ساڳي جاءِ ۾ تا رهون، جڳهه مَٽِي ڪانه اَٿئون.

2- بَس يارَ! هاڻي ڪُرسي مَٽِي آهي، تنهنڪري مزو مڙوئي گهٽ آهي.

3- جڏهن تو پنهنجي رَوش مَٽِي آهي، تڏهن دوستن جي به دل توکان کَٽِي ٿي آهي.

**مَٽي** لنگهي يا گُذري.

1- هاڻي هِتان مَٽي ته خَبرَ پَويس.

2- جڏهن اوهان ٿي مُنهن مَٽي وِيا، ته اسان به پنهنجا پير ڪٽي جَهليا.

3- يار! اهو ڪهڙو ماڻهو هُئو، جو هتان مَٽي ويو.

4- بَسِ يار! غريب ٿي ويو آهيان، تڏهن دوست، مِٽَ، مائٽ مُهن مَٽِي ويا آهن.

**مَٽي** تبديلَ ڪرڻ يا بدلائڻ.

1- سيٺِ هيءَ ڪندُ سُٺي ڪانهي، ٻي ڪا مَٽي ڏي.

2- اوهان ٻه اهو ساڳيو ڪير هاڻي نٽا ڏِيو، بلڪ مَٽي ٽا ڏيو.

3- سيٺ هي نوٽ پراڻو آهي، ٻيو نوٽ مَٽي ڏي.

**مَٽِي** گهڙي.

1- اَبا! اِنَ مَٽيءَ مان پاڻي ڍُڪُ ته پيار.

2- ڪنيار ڏانهن وجي پيو ڪا ٺاهوڪي ٿڌي مَٽِي وٺيو اچجانءِ.

3- اوطاق جي مَٽي پاڻيءَ سان هروقت ڀريل هجي ۽ ڪڏهن ٻه خالي نه هجي.

4- يار! هَنَ مَٽيءَ جو پاڻي، ڪيڏو نه ٿڌو آهي.

**مِٽي** ڪاوڙي.

1- اَڄ نانيءَ جي مُنهن تي متان چڙهين مَٽي ويٺي اَٿئي.

2- بابا! مامي وارا سڏ ڏيڻ آيا، اوهان الائجي ڇو ڪونه سڏ ٻُڌو، تنهنڪري اما ٻه مِٽي ويٺي آهي.

3- ڇورا! توهان ڪي هزار ڀيرا سمجهايو اَٿم، ته ماسي مريم مُهاڻي سان چرچا نه ڪَيو.

4- هوءَ جڏهن ٻه مِٽي ته رستا بيهاري ڇڏيندي.

**مَتو** ٿلهو ٿيو يا متارو ٿيو.

1- حرام ڪاٺي ڪاٺي، ڏِسُ ته ڪيئن نه مَتو آهي.

2- اَبا! پاڻ وارو يارُ اهڙو ته هاڻي مَتو آهي جو مورڳو هلي ٻه نٿو سگهي.

3- يارَ! تون تہ اڳ ۾ ڏاڍو سَنهِڙو هئين، هاڻي ڪيئن مَتو آهين.

1- مَتو آهين مَڇَ! ٿُلهو ٿو ٿونا هٽين، (شاهه)

مَتو — پَريو.

1- هن سال لطيف سائين جو ميلو ڏاڍو مَتو آهي.

2- ابا! قلندر جو ميلو اهڙو مَتو آهي، جو پير رکڻ جي به جاءِ ڪانهي.

3- پَرُ سال سچل سائين جو اهڙو ميلو ڪونه ٿيو هو، پر هيل واهَ جو مَتو آهي.

مِتو — عروج تي پهتو.

متو — ڪاوڙيو.

1- صاحب! ڏانهن هينئر متان وڃي، مَتو وينو آٿي.

2- سَڄي آفيس تي صاحبُ مَتو وينو آهي، الله خير ڪري!

3- ياءِ! تون رڳو گهرِ وڃ، بابا تو تي مَتو وينو آهي، پاڻهين خبر وٺندُءِ.

مَتِ — پيڙا.

1- پوليس اهڙي مَتِ ڏِني اٿس جو ياد ڪندو.

2- يار! بُخارن اهڙي مَتِ ڏِني آهي، جو هلِي بہ نٿو سگهان.

مَتِ — عَقُلُ يا سمجهہ.

1- بَس خدا اچي پڇاڙي ۾ مَتِ وجائي اَٿس.

2- مَتِ هُجيسِ ها، تہ اهڙو جَڏو ڪَمُ نہ ڪري ها.

3- بَس پُٽَ! وڏيڪ تو کي چا چوان ربُ ڪا مَتِ ڏِيئي.

1- ڪَلاَلَنئُون ڪاءِ، مَتِ نہ سکين مون هنئان! (شاهہ)

2- مَتِ عقل ڍِي مُنجهہ گَئي، آيا عشق امام. (شاهہ)

3- عقل، مت، شرمُ، ٿيئي نينهَن نهوڙيا. (شاهہ)

4- سِيلَ پَجڻَ جي سومرا! مون کي مَتِ مَ آڇِ ميرَ. (شاهہ)

چوڻي: اَسِي مَتِ کَسِي.

چوڻي: ڄٽَ کي ٻَٽُ ڏجي، پر مَتِ نہ ڏجي.
چوڻي: رب رُسي، مَتِ کَسي، هٺي ڪونہ ترار.

**مَت**
صلاح.
اهڙي مت نہ ڏينس جو پاڻيءَ مان نڪري وڃي.

**ماهُ**
ماس.
1- سِيخن ماه پچاءِ، جي نالو ڳيڙُءِ نينهَن جو. (شاهہ)
2- سنڪي سنڌي سُومري، هَڏِ نہ چاڙهيم ماه. (شاهہ)
3- هنئون منهنجو هُتِ ٿيو، هت متي ۾ ماهُ. (شاهہ)
4- گَنڍيءَ نينهُن نہ سَپجي، تُهَ نہ پَچي ماهُ. (شاهہ)

**ماهُ**
مهينو.
1- ڏنو محرم ماهُ، سَنڪو شهزادن ٿيو. (شاهہ)
2- چوڏهينءَ ماه چَنڊَ جِئن، ڪَيو ساميءَ سَهائو. (شاهہ)
3- چوڏهين ماه چنڊ جئن، پِڙ ۾ پاڳِڙياسِ. (شاهہ)

**ماهُ**
چنڊُ.
اڪيون آلو ماهُ، سدا سناسِيُنِ جون. (شاهہ)

**مباحُ**
روا.
1- پنهونءَ جي پيغام تان، منهنجو موتُ مُباحُ. (شاهہ)

**مباحُ**
معاف.
1- هر پيري توکي اسان، هر شئي مباحُ ڪندا آهيون، پر تو ان جو قدر نہ ڪيو.

**مارِي**
سَتِي.
1- يارَ سجڻ جي فراق، ڙِي جيڏيُون! آئون مارِي. (شاهہ)
2- اَچي سارَ لهيج، ساڄَن! سُورَ تُمارِي آئون مارِي. (شاهہ)
مٿيون ٻئي سِٽون شاه سائين جي ٻن وائن جا تلهہ آهن.
3- حُسينيءَ جي هاڪَ، مادَر مارِي آهيان. (شاهہ)

**مارِي**
شڪارِي يا شِڪار ڪندڙ.

1- بَغلَ مَنجهہ بندوق، مارِيءَ ميرا ڪَپڙا. (شاھہ)
2- ڏيلُ جَنهن جو ڏنجهہُ، سو ماري تو مَنجهہ ڦري. (شاهہ)
3- مارِيءَ ماري لَڪَ، وَڱَرَ هَٽي ويچُون ڪَيا. (شاھہ)
4- ڪونجَ نہ لَکيو ڀاڻُ، مارِيءَ سندي مَنَ ۾. (شاھہ)
5- مارِي، مَرين شال! ڍَٻَ وَجنئي ڍِٻيُون. (شاھہ)
6- موتيا نہ مارِي، ڪونُرَ لتاڙي ڪاڪِ جا. (شاھہ)
**چوڻي: مارِيءَ جي گهرَ ۾ هَڏا!**

مارِي
قتل ڪري ڇڏي.
1- توهان هڪ شريف عورت ڪارِي ڪري مارِي آهي، خدا اوهان کي ضرور غرقُ ڪندو ۽ حساب وٺندو.
2- ڪالهہ ڇڱو تيو جو ميونسپالٽيءَ وارن اِها ڇتي ڪُتي مارِي! نہ تہ شهر وارن گهڻن ماڻهن کي ڪاڙِي ڇَٽُ ڪري ها.
اها ڳوهَ جيڪا مُئي پَئي آهي، سا ڳوٺ جي ڪُتن مارِي آهي.
**چوڻي: اَبا! هيءَ ٻَلا ڪَنهن مارِي؟**
جنهن جا چارئي ڇَنبا بارِي.

مارِي
ميربحر يا ملاح يا مُهاڻا.
اصل ۾ ميربحرن ۽ ملاحن کي بہ مارِي چوندا آهن، ڇاڪاڻ تہ اُهي مڇيءَ ۽ پلن کي ماريندا آهن.
1- اَبا! تورو ترسو مارِي اچڻ وارا آهن پَلا کوڙ!
2- اَڄ جمعي جو ڏينهُن آهي، ماري درياہ ۾ ڪونہ ويندا.
3- پريان اِهي مارِي بَتيلو ڪاهيو، پيا اچن، الله ڪري کي پنج پَلا هَنَ ماريا هُجن.

مارِي
دشمنَ.

1- ٻيو ڪير به اسان کي ماري نٿو سگهي، اسان ئي هڪ ٻئي جا مارِي آهيُون.
2- اسان کي هاڻي خبر پئي آهي ته اسان جا اصلي مارِي ڪير آهن.
3- اسان ساکَ ڏيڻ لاءِ اوهان کي تيارُ آهيون، ته اسان اوهان جا مارِي ناهِيون. دشمني جِنَ سان آهي تنِ سان آهي.

مارِي
ناس ڪئي.
1- جن نه مارِي ميسَ، ناٿُ نه نمي تن کي، (شاهه)

مَرَڪُ
ناز، فخر.
1- سودِا صبر تنهنجو، مَرَڪُ لڄاين (شاهه)
2- جي ڪچو چونو ڪوءِ، ته مَرڪ ڀانيان مهٽو (شاهه)

مَرَڪُ
لاڏ، ڪوڏ، شان (نخرو)
1- چت جنين جا چُور، سي مکي مَرَڪ نه ڪنديون (شاهه)

مَرَڪُ
هٺ، وڏائي.
1- مٿئي تي موهجي، مُوڙهي ڪيئي مَرَڪُ (شاهه)

مَرَڪُ
هَٺُ.
1- مَٿئي تي موهجِي، مُوڙهِي ڪَيئِي مَرَڪُ. (شاهه)

مَرُڪُ
اصول.
1- سودِا! صبر تُنهنجو مَرڪُ لَڄايُن. (شاهه)
2- جي ڪَچو چُونمِ ڪوءِ، ته مَرَڪُ ڀانيان مهٽو. (شاهه)

مَرَڪُ
لاڏُ ڪوڏُ يا نازُ نخرو.
1- چِتَ جَنين جا چُورِ، سي لَکي مَرڪ نه ڪنديُون. (شاهه)

مَرَڪُ
آبرو يا عزتَ.
1- هَٺَڻ، هَڪلَڻ، ٻيلي سارُڻ، مانجهيان اي مَرڪُ. (شاهه)
2- ٻَچارون ٻِريَنِ جون، مَحَبَتينِ مَرَڪُ. (شاهه)

مَرَڪُ فَرضُ.
1- مــعــرفَتَ مَرَڪُ، اَصــلُ عــاشِقَنِ كــي، (شــاهــ)

موڙَ ڳانا يا جهاٻا.
1- تـلـيـارا تـوڏن كـي، ڳچيءَ سُونـهَنِ موڙَ، (شـاهـ)

موڙَ مروڙ.
1- سُکَنِ اَچِي ڏکـن كـي، مُحـڪـمُ ڏِني مـوڙَ، (شـاهـ)

موڙَ پيچ.
1- مَنَ جَنِين سان مـوڙَ، سي لاهُوتي لَڏي ويـا. (شـاهـ)

مَتيُون عقل يا سمجهه.
1- منيُون موڙ هيءَ سسئي! کيئي کوهيارو کانڌُ.

مَتيُون صلاحون.
1- مَتيُون موٽڻ سنديُون، کاکيُون! کِيمَ ڏيومِ، (شاهہ)

موريُون اُپريون يا ڦٽيُون.
1- ڳالـهيـونِ انـهيءَ ريتَ، سَلا ٻڌِي موريُون، (شـاهـ)

موريُون نندا وهڪرا.
جتان، فصلن، برساتن ۽ ٻوڏن جو پاڻي نکري ويندو آهي.

مورَنِ اُپرن، نڪرن.
1- اُنــي جِتَن مــورِن، اوپَرَ ولــهـــارِن ۾، (شــاهــ)

مورَن پکيءَ جو قسم 'مور'.
1- اي انسانو! خدا جي واسطي مورَنِ کي نہ ماريو!

مورَنِ جبل جا گيت.
1- رات مورَنِ جي واه جا رهاڻ ٿي.

مورن سُهڻن.

ماءِ ماڳُ يا منزل.
1- رِيءَ هَمراهِي هاديءَ جي، مُورِ نہ مـڙي مـاءِ، (شـاهـ)

2- ماءِ پُڇنا ميرَ، ٻارِ لنگھيائون ٻاجھہَ سان. (شاهہ)

ماءِ
اَمڙ، اَما، جِيجَلَ.

1- ماءِ! مُنھنجي ڪَرھي، پَڌَرِ پِڳَ نَہ لڳ، (شاهہ)

2- وِيندِيسِ ماءِ! مَري ساري سامونڊِيُن ڪي، (شاهہ)

3- وڻجاري جي ماءِ، وڻجارو نَہ پلئين؟ (شاهہ)

4- ڪيڙي ڪيڙي ڪَندَ، ماءِ! سامونڊِي آئِيا. (شاهہ)

مامَ
رَمزَ يا اشارو.

1- مانَ پروڙي مامَ، ساڳاھي سَئينءَ وَھين، (شاهہ)

2- مَرُ تہ آئين مگٽا! مامَ پَروڙي مون. (شاهہ)

3- مورکَ مامَ نہ ٻُجھٽا، هيڏانھن هوڏانھن ڪَنِ. (شاهہ)

4- ڪاجا مامَ مُنَنِ، هِنَ پڻ هُئي هن سين. (شاهہ)

مامَ
لَڄَ يا شرمُ.

1- جَنھِن تو ساماٽي، مامَ نہ پَکِي مارئين. (شاهہ)

مَرِي
ناسُ ٿي يا نابودُ ٿي يا نيست ٿي يا ختم ٿي.

1- دونھين پاسي دوسَ جي، ماڳہَ پوان مَري. (شاهہ)

2- مَچُڻ مَرِي اُڄَ، ڪا ڏئي پاراتو پِرِينءَ ڪي. (شاهہ)

3- مَحرومَ ٿي مَري ويا، ماھَر ٿي نہ مُئا (شاهہ)

مَتِ
مَتاستا.

1- اَمُلُ آڇِ مَ اُن ڪي، جي نہ پَروڙِينِ مَتِ. (شاهہ)

مَتِ
وڻج واپار يا سودو.

1- جِتِ گَڏجيئي جوھري، مائڪِ تِنَهين مَتِ، (شاهہ)

مارو
دُشمنُ.

1- پيارا! آئون ڪنھن بہ صورت ۾ تنھنجو مارو ناهيان.

2- مون کي سڀ خبر آهي تہ منھنجو مارو ڪير آهي.

3- دستور آهي تہ دوستَ ئِي، دوستَ جو مارو ٿيندو آهي.

مارو
حملو يا ڪاهَ.

1- هنَ سال مَڪَڙن اهڙو مارو ڪيو، جو فصل تباهُه ٿي ويا.
2- اِن ڪُتي جو خيال ڪجانءِ، متان اوچتو نه مارو ڪَرَئي.
1- مانجهين ڪئو مارو، چڙهُه محمد عربي. (شاهه)
2- معذور تي مارو ڪَيو، اولاڪَن اَچي، (شاهه)
3- اولاڪَنِ اچِي، معذورِ تي مارو ڪَيو، (شاهه)
4- مانجهُين ڪِيو مارو، چڙهُه ميرمحمد عربي. (شاهه)

**مارو** رازن جو هڪ اوزارُ.
جنهن سان رازا جايون لبندا آهن ءِ سيمينٽ جو پلستَرُ به ڪندا آهن، جنهن کي مارو چئبو آهي.

**مِياڻ** مڇي گڏ ڪرڻ جو ڪو هڪ هنڌُ.
ميربحر مڇيون ءِ پلا ماري هڪ هنڌ گڏ ڪري پوءِ وڪڻندا آهن ءِ واپاري به ان ماڳ جا مڇيون ءِ پلا ڪڻندا آهن. اهڙي هنڌ يا ماڳ کي مياڻ چئبو آهي.

**مِياڻ** تلوار بند ڪري رکڻ جو اوزار.
1- ٻن ترارن جاءِ، ڪا آهي هيڪ مِياڻِ ۾؟ (شاهه)
چوڻي: هڪ مياڻ ۾ تراررون ڪونه پونديون آهن.

**ميڙِيا** مِلايا يا گڏايا.
1- پرين جي پرديسِ، مون کي مِينهَن ميڙيا. (شاهه)
2- جي پرين هُتَزا ڏُورِ، سي مون کي مينهَنِ ميڙيا. (شاهه)

**مَهلَ** وقت.
1- رازُ ڪيائين راءَ سِين، ڪَنهن موچاريءَ مَهَلَ. (شاهه)

**مَهلَ** ڏکيو وقت يا مشڪل وقت.
1- دوست! آئون تنهنجو شڪرگذار آهيان جو مَهلَ ۾ مدد ڪَيئي.
2- يارَ اُهي ڪهڙا چئجن، جيڪي مهل ۾ ڪَمِ نه اَچن.
چوڻي: مهل هميشه مردن کان ٿيندي آهي.

مَهِلَ مدد يا پلائي يا همدردي.

1- يار! شاباس هُجئي جو منهنجي مَهلَ ڪِئي اَٿئي.

2- تون ئي هڪڙو دوست هئين، جنهن منهنجي مَهلَ ڪئي، ٻين تہ يار، ڪُتو جواب ڏنو.

مَهتَ سَتَ يا جهڙپَ.

سياري جي مَهتَ، گرمي جي مَهتَ، ڏينهَن جي مَهت (تتل ڏينهن).

1- سخت سياري جي مَهت بہ ماري وجهندي آهي.

2- يارَ! گرمي جي توري مَهت لڳي آهي، جو اڃان ٺيڪ نہ ٿيو آهيان.

مَهتَ مالش.

1- تيل جي مَهتَ ڪرائي اَٿم، تڏهن وَڃي مَس مَس مٿي جو سُورُ لٿو آهي.

مِهرَ ٻاجهہَ يا رَحمُ يا ڪَرمُ.

1- مِهرَ نہ هُئي ماڙهين، هو سَبُ هندوڪارَ. (شاهہ)

2- مون تان مِهر مَ لاهہِ، آئون تُنهنجي آهيان. (شاهہ)

4- مون تان مِهرَ نظر، پرين لاهہِ مَ پنهنجي. (شاهہ)

چوڻي: مِينهن بہ خيرَ جا تہ مينهن بہ مِهرَ جا.

مَيلو عرس شريف.

1- هن سال لطيف سائين جو ميلو وڏي ڌام ڌوم سان ٿيو.

ميلو ماڻهن جا انبوهہ.

ميلو ملاقات.

1- اُميد تہ ڪانہ هُئي، پر اوچتو توسان ميلو ٿي ويو.

2- الله ڪندو تہ وري جلد ميلو ٿيندو، چڱو هاڻي خدا حافظ!

3- بهتر ٿيو جو توسان ميلو ٿيو، هاڻي ويهہ تہ ڪي حال احوال ڪيون.

# ن

**ناحقُ** ظلم يا ستمُ يا زَبردستِي يا بي واجبي يا بي انصافي.

1- ڪيڏو نہ ظالمن ناحقُ ڪيو آهي جو مڙس 60 سال جو ۽ نياڻي 20 سالن جي نياڻن نڪاح وجهي ڇڏيو.

2- بابا! ٻڌو فيصلو صحيح ڪجو متان مسڪينن سان ناحق ڪيو.

**ناحقُ** اَجايو يا خام خواه.

1- هتي نہ ناحق آيُسِ، ڪٿي ٿا هاڻي دوست ڇڏينِ!

2- هُن غريب کي ناحق ڪٿي ڦاسايو اٿن، هو تقرير مان ڇا ڄاڻي.

**نيزا** ڀالا يا ڏُڦا.

1- جيري جِنين جي، لڳا نيزا نينهن جا! (شاهہ)

2- سي نيزي پاندِ، اُڇل نہ اَڏ ٿئي. (شاهہ)

3- اُنِ سَين طَبَلَ، بازَ، تبرون، نيزا ءِ نيشان، (شاهہ)

**نيزا** سڪل ميوي جو قسم.

1- سياري جي موسم ۾ ماڻهو استعمال ڪندا آهن. خاص ڪري پنائڻ ڳاڏن تي ڪٿي وِڪڻندا آهن.

**نيرُ** رنگت ۾ ڪم ايندڙ فصل.

ڪنهن وقت ۾ نيرَ جو سنڌ ۾ وڏو واپار هلندو هو. انهيءَ نيرَ مان اجرڪون، چادرون، ٽوال وغيره ڪاريگر رڱيندا هئا. نيرَ جو رنگ نيرو هوندو هئو، تنهن ڪري محرم جي مهيني ۾ ماڻهو امامن جي غم ۾ نيرا ڪپڙا پائيندا هئا.

جيئن لطيف سائينءَ فرمايو آهي تہ:

1- كارا رڱج كپڙا، ادا نيرو تي. (شاهه)
2- مُهايَنِ وَهُون، نيرُ مهاتڳو كنديون. (شاهه)

نِيرُ — پاڻي يا آبُ.
1- سِپَ سَمَنديِن سِپَجي، نديءَ پيي تہ نِيرُ. (شاهه)
2- پيو مَتائي نِيرُ، اُپِيُون اَبر آسِري. (شاهه)

نِيرُ — لُڙكن جون جِهيرون.
1- لكئي لامُون كوڙِيُون، نيڻين وَهي نيرُ. (شاهه)

نورِي — نور وارا.
1- نورِي ءِ نارِي، جو ڳيئڙا، جهانَ ۾. (شاهه)

نياڻي — ڌيءَ يا دُختر يا بنتِ.

نَياڻي — عورت.

نَنگ — زيورن جا موتي يا زيورن جا پڙا.

ننگ — عورتون يا زالون.
جڏهن ننگ بہ وَٺي آيا، منتون بہ كيائون، تہ پوءِ اسان سڀ كجهہ معاف كري كين عزت سان رواتو كيو.

ننگ — لڄون.
1- جي ننگ ڇڏي نانگا ٿيا، تن نانگن كهڙو ننگ. (روحل)

نَنگ — واسطا يا منتون يا ميڙُون.
1- گهٽئي نَنگ وڌاسون، پر اسان كي كونہ ميڙيُون.
رمز رندن جي رولَيا چاڻن، ننگ تہ سڃاڻن نيهي. (مصري شاهہ)

نَنگ — عدد.
1- پنهنجا ننگ ڳڻيو تہ پورا آهن.

نَقُلَ — ڏسي لكڻ.

نَقُلِ — ڳالهيون يا آكاڻيون يا پراڻا قصا.

نَقُلِ — كاڻڻ جي شئي.

نِم — جُهكَ.

1- رَب اڳيان نمُ، تہ سوڀارو ٿئين.
2- خدا کان سواءِ ٻئي اڳيان هرگز نہ نمُ.

**نمُ** وڻ جو نالو نمُ.
جيڪو نهايت ڪارآمد وَڻُ آهي، اڪثر سنڌ ۾ گهڻو ٿو ٿئي.

**نمُ** نيازمندي ڪر.

**نَارِي** باهہ وارا.
1- نـوري ۽ نـاري، جو ڳـتـڙا جهـان ۾. (شـاهـہ)
2- ڏولان هَٿي ڏنگُ، نارِي، ڪارِي نانگٽي، (شاهہ)

**نارِي** عورت يا زال.
1- نارِي ويچارِي، ڪري تہ ڇا ڪري مِيان! (شهيد سومرو)
ناري جو جمع نارِيُون.
2- نارِيُون نـاڏ ڪريـنِ، راڇا رات رمـگـيـو. (شـاهـہ)

**نَاسَ** نَڪَ ۾ وِجهڻ واري ناسَ.
پوڙها مرد، پوڙهيون مايون گهڻو ڪري ناسَ استعمال ڪندا آهن. ڪي ماڻهو تہ ڏندن کي بہ ناسَ ڏيندا آهن.

**نَاسَ** نڪ جا سِنگهڻ وارا ٻئي حصا.
اڳئين زماني ۾ يا اڄان بہ ٻهراڙي ۾ ماڻهو نَڪَ کي ناسَ بہ چوندا آهن.
چوڻي: بي حيا ماڻهوءَ کي نڪو ناسَ، نڪو پتو.

**نَاسَ** حيا، شرم.
1- هُنَ کي ناسَ هجي ها، تہ پنهنجي پيءُ جي سامهون نہ ٿئي ها.
2- ادب ۽ اخلاق بہ ڪنهن ناسَ واري ماڻهو کي ٿيندو.

**نَالو** نانءُ يا نامُ يا اسمُ يا سڃاڻپ.
1- اِنسانَ کي گهرجي تہ جيڪو بہ ڪَمُ ڪري تہ اول رب

جو نالو وَٺي ٻوءِ ڪَمَ ڪي لڳي.
1- الله جئن نالوءِ، تئن مون وڏو آسرو، (شاهه)
2- نالو رب سندوءِ، رَهيو آهِم روحَ ۾، (شاهه)

**نالو** پاڻيءَ جي نيڪال واري جاءِ.
1- بابا! اسان جي گهٽي مان نالو نه ڪڍ جو متان اسان جي جاين کي نقصان ٿئي.
2- بهتر ائين آهي ته ڪِني پاڻيءَ جو نالو شهر کان بالڪل پَري هجي.

**نالو** مشهوري يا شهرت.
1- دنيا ۾ ڪيئي ماڻهو اهڙا آهن جن چڱا ڪم ڪري پنهنجو نالو ڪڍيو آهي.
2- پٽ! نندي وڏي جو ادب ڪندين ته اُن ۾ تنهنجو نالو ٿيندو.
3- اَبا! شابس هجئي! هاڻي پنگ ٿو پِين، واه جو ماٿن جو نالو ڪڍايو اٿئي.
4- نالو انهيءَ ماڻهوءَ جو ٿيندو آهي، جيڪو محنت، محبت ۽ سچائيءَ سان هلندو آهي.

**نَذرُ** نذرانو.
نَذرُ ٻَنِيءَ جامَ جو، چڙهندي چيائون، (شاهه)

**نَذرُ** ڪنهن بزرگ هستِي جي نالي خيرات يا خدا جي خلق کي کاڌو کارائڻ.
1- محرم جي مهيني ۾ هميشه مسلمان حضرت امام حسين عليه السلام جي نانءُ ۽ ياد ۾ نذرُ نياز ڪندا آهن.
2- خدا جي راهَ ۾ جهڙو حضرت امام حسين عليه السلام نَذرُ ڏنو اهڙو اڄ تائين ڪنهن به قوم جي هڪ به

ماڻهوءَ نه ڏنو آهي.

**نَذرُ** قربان ٿيڻ يا صدقي ٿيڻ.

**نَذر** حوالي ڪرڻ يا ٻلي ڪرڻ.

**نِرتِ** اِنصافُ.

1- ميتِ مَدايون موتُ تون، ڪري نِرتِ نياءُ. (شاهہ)

2- جامان اڳي ڄائيُون، تن جي نِرتِ نوريءَ ناهِ. (شاهہ)

**نِرتِ** هوش.

1- يارَ! هو نِرتِ ۾ ئي ڪونهي، تون پيو هُن سان بَحث ڪرين.

2- ويچارو جهونو ٿي ويو آهي، نِرتِ ۾ ڪونهي ڪو، هُن جي دل ۾ نه ڪر.

**نِرتِ** سوجهرو يا روشنائي.

1- عمر جي لحاظ سان يار، اکين جي نِرتِ بہ گهٽي آهي.

2- ڪاڙهي ۾ رلنديِن تہ، اکين جو نِرت گهٽجي ويندءِ.

**نَظَرُ** ٻاجهہ ڪَرڻُ يا ڪَرمُ ڪرڻ.

1- اسان عبادتَ نَظرُ، ناز پرين جو. (شاهہ)

2- نَظرُ نزديڪون، سَهي نه سگهان ساعتَ سِئَن. (شاهہ)

3- جتي نَظرُ ناٿَ جو، اُتي اوتارانِ. (شاهہ)

4- ڪَٿي نيڻ خمار مان، جان ڪيائون ناز نَظَرُ. (شاهہ)

**نَظَرَ** نِهارڻ، ڏِسڻ.

1- مون تان مهر نَظر، پرين لاهہ مَ پنهنجو. (شاهہ)

**نَظَرَ** سارسنڀال لَهڻُ يا نظرداري ڪرڻ.

1- يارَ! دڪان تي پيو نَظرَ ڪجانءِ، آئون ٿورو ڪَمُ لاهي اچان.

2- ابا! مَالَ تي نَظَر ڪجانءِ، متان ٻَني ۾ نه پوي.

3- ڀائو! هاڻي شهر ۾ گهٽ پيا اچون، ٻني ٻاري تي نظرَ

ڪيو وينا آهيون.

**نَظَرَ** اکين جي روشني يا سوجهرو.

1- ڀائو! هاڻي عمر جي خيال کان اکين جي نَظرَ به اُها نه رَهي آهي.

2- يار! اکين جو آپريشن ڪرايو اٿم، هاڻي مڙوئي نَظَر تيز ٿي آهي.

**نَظَرَ** تَڪَڙُ، نَظرَ سان ڪنهن کي نقصان ڏيڻ.

1- يار! الائجي ڪنهن جي نَظَرَ لڳي آهي، هاڻي ڪونه کو نقصان ٿئي ئي ٿئي پيو.

2- ڀليءَ شئي کي هون ئي نَظَرَ لڳندي آهي.

3- ڀلو گهوڙو احمد وٽ آيو، پر ٻئي ڏينهن جي نَظَر لڳس، منڊو ٿي پيو.

# و

**وارو** مدد ڪرڻ يا همدردي ڪرڻ يا واهر ڪرڻ.
1- يار! وارو ڪيو، مون کي ڪُتو ٿو کائي.
2- سيئي دوست جيڪڏهن وارو ڪندؤ، تہ ڳوٺ جو اسڪول ٺهي پوندو.
1- وارو! مون وٽراهِ! ڪا سُڌِ سُونهپَ جي نہ ڏيو؟ (شاهہ)
2- وارو! وَرُ وٺي ويا، ڏاڙهيءَ پنيا ڏيرَ. (شاهہ)
3- وارو! وَرُ وٺي ويا، آريچا اَظلامَ. (شاهہ)

**وارو** موقعو يا مَهلَ.
وڃڻ مون وارو، ڪينَ وِهنديَس وِچ ۾. (شاهہ)

**وارو** مَلَهہ وڙهڻ جو هڪ اَنگ.
هڪڙو وارو، ٻيو وارو، ٽيون وارو ٺڪا جو ڪرائينس تہ همراه جا وڃي پُٺا لڳا ۽ واه جا ملهہ ڪيائين.

**وارو** مَهَرِ ڪرڻ.
جي وَرُ ڏيئي وارو، تہ سُونهان سرتين وِچ ۾. (شاهہ)

**وارو** موقعو.
1- اَبا! ياد ڪجو اَڄ ٻنيءَ ٻني پاڻي جو وارو آهي.
هاري فصل لاءِ پاڻ ۾ ويهي پاڻيءَ جا وارا ٺاهيندا آهن ۽ هڪ ٻئي جي مرضي ۽ مناسبت سان اِهي مسئلا حل ڪندا آهن.

**وارو** خوشحالي.
1- يار! شڪر آهي جو هِنَ سال وَنِڻُن واهہ جو وارو ڏنو آهي.
2- بابا! هِنَ سال مامي وارن کي فصل ڏنو آهي وارو!

سُو جڳهه به عاليشان ٺو ٺَهرائي.
3- الله سائين جڏهن به وارو ڏنو ته گنج ٺي ويندا.

**وارو** وقت.
1- اسان جو به جڏهن وارو ايندو ته سڀ ڪجهه ٺيڪ ٺي ويندو.
2- بس هن دنيا مان هرڪو وارو وڃائي وڃي ٿو.
3- هنن جهونن جو به ڪو وارو هئو، هينئر ويچارا بيوس آهن.
4- هرڪنهن انسان جي موت جو وارو مقرر ٿيل آهي.
5- توکي ته دوست واه جو وارو مليو هئو، پرتو اُهو بيڪار ۾ اجايو وڃائي ڇڏيو.

**وارِيُون** والاريُون يا پَريلَ.
بَس مان ڪابه سيٽ خالي ڪانهي، سڀ واريون پيون آهن.

**وارِيُون** واريءَ جو جمع.
1- هتي ته رڳو واريون پيون وسن.
2- ٿرن ۾ جڏهن واريون اُڏامنديون آهن، تڏهن ماڻهو آرام سان ويهي نه سگهندو آهي.
واريُون جو واحدُ واري.
1- ڪرڙا ڏونگر ڪَهَ گهٽِي جتِ واتن تي واري، (شاهه)

**واريُون** خيرات ڪري ڇڏيون.
1- جنِين جي خميِس، واريــون، واري ڇڏيــون. (شاهه)

**واچَ** طوفانُ، مٿي، ڏوڙِ.
1- يــارَ! اَهڙي واچَ لــڳي جو گــهرن جون ڇِتــيُون اُڏامِي ويون.
2- يائر! نقصان وڏيڪ اِن ڪري ٿيو جو مينهن سان گڏ

واچ ٻہ لڳي.

**واحَدُ** (هڪ) رب جي ذات.

1- والِي، واحدُ، وحدهُ، رازقُ، رب، رحيم، (شاهہ)

2- واحدَ وڏائي ڪيا، مَتي گسن گاه، (شاهہ)

3- تنهن واحدَ کي واهُ، جو سُترِ سيپيئي ڪري، (شاهہ)

**واحِدُ** اڪيلو.

1- هي واحِدُ ماڻهو آهي جنهن هيڏو ڪم ڪيو آهي.

2- هي هيڏو سارو هيترو ڪمُ، اهي واحِدُ ماڻهو ڪري، سا وڏي ڳالهہ آهي.

3- هِي واحدُ ماڻهو آهي، جو سڄي گهرَ جو خرچ هلائي ٿو.

**وَرنِدي** موٽندي يا واپس ايندي.

1- مينهن تہ وَرائي وڃهنداسين، پر ڏاڍي مشڪل سان وَرَندي.

2- هنَ ٻَڪري جي اها عادت آهي جو سڄو ڏينهن چَرِي چَري شام جو سڌو گهرَ ڏانهن وَرنِدي آهي.

وَريتيُون! ورو، آئون نہ وَرنِدي وَرَ ري، (شاهہ)

**وَرَنِدي** جوابُ.

1- مون جيڪا توکان ڳالهہ پُڇي آهي، اُن جي وَرَنِدي چو نٿو ڏين؟

2- جنهن ڪمَ لاءِ توکي موڪليان ٿو، ان جي ورنِدي جلد وٺي اَچُ.

3- اهڙو تہ اشراف آهي جو جيئن ماڻهن ۾ ڇاپہ چَئي ويندوسانس تہ ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيندو، پر وَرَندي ڪونہ ڏيندو.

**وَرندي** انڪار.

**وَنڊَ** حصو يا پتي يا ڀاڱو.

1- مون کي هاري جي حيثيت ۾ پنج ڳوٺيون ونڊَ ۾ آيون آهن.

2- سچو ڏينهن ڏهن چٽن ڳڌجي شهر ۾ پورهيو ڪيو شام تائين هرهڪ کي سَٺِ سَٺِ رپيا ونڊ ۾ آيا.

پيارا! ونڊ ايمانداري سان ڪجو، ائين نہ ٿئي جو ڪنهن کي ڪَسُ لڳي.

**ونڊَ** ابتدائي تعليم ۾ حسابن سيکارڻ جو هڪ طريقو وَنڊَ ( ÷ ) معنيٰ حصا ڪرڻ. شروعاتي تعليم ۾ حسابَ سيکارڻ ۾ چار اهم اصول هوندا آهن. وَنڊ ( ÷ ) ضرب (X) جوڙ (+) ۽ ڪَٽَ (-).

**ونڊَ** خيرات جي ماني.

اڳئين وقت ۾ مڪتبن ۽ مدرسن ۾ خاص ڪري جتي ديني ۽ مذهبي تعليم ڏني ويندي هئي. اُتي ڳوٺن مان انهن مدرسن جي غريب شاگردن کي ونڊَ جي ماني ملندي هئي.

چوڻي آهي تہ:

1- ادا آئون تہ ونڊَنِ جي ٽڪرن تي پليو آهيان.

2- يار مون تہ ڳوٺ جا ونڊ کائي محنت ڪري هينئر شُڪر آهي جو هيڏي تعليم حاصل ڪئي اٿم.

**وَڙُ** احسانُ يا ٿورو.

هڪ وائي جي مصرع:

مون جي وَڙُ وڃائيو، اَئين پنهنجو وَڙُ ڪريجا. (شاهہ)

والي! ڪَجَ وَڙُڪو، تہ ٻاري لنگهيان ٻاجَهہ سان، (شاهہ)

وَڙُ جو جمع وَڙَ.

پريَنِ جي پارا، مونسين وڏائي وَڙَ ٿيا. (شاهہ)

ٿُلهي ۾ ٿوري، ويچاريءَ سان وَڙُ ٿيو. (شاهه)

وَڙُ سلوڪ يا ورتاءُ.

1- مون جي وَڙُ وڃائيو، اَئين پنهنجو وَڙُ ڪريجا. (شاهه)

2- جو وَڙُ جڙي جن سين، سو وَڙُ سيئي ڪَن. (شاهه)

3- وهڻ وَڙُ نه اُن جو، پاڻي لُڙَ لَلاهه. (شاهه)

4- مَتان وَڙُ وڃائيين، ڪنهن ٻئي دَر ليلائي. (شاهه)

وَڙُ نمونو يا جِنس.

1- بابا! دڪان تي هر منائي جو وَڙُ رکيل آهي، جيڪو چئين سو توريان.

2- دڪان تي سڀ شئي جو وَڙُ رکيو اٿئون، جيئن گراهڪ موٽي نه وڃي.

3- سائين! سڀ شيون اوهان جي سامهون آهن، جيڪو وَڙُ وڻيو سو وٺو.

وَسَ وَسَندي.

1- پانڌي پرين پهنوارَ جا! جان ٿو وڃي وَس. (شاهه)

2- وَسي تڏهن وَسَ، مُند مڙوئي مِينهن جي. (شاهه)

وَس طاقت آهر.

3- هُئا وڏي وَسَ، پاروچا پنهور ۾. (شاهه)

وَسَ حيلا يا وسيلا.

1- ڪِئا ويچاريءَ وَسَ، ڪارڻ ڪوهياري گهڻا. (شاهه)

2- ڪارُون وَسَ ڪيامِ ڙي! منهنجو هوتُ نه موٽيو. (شاهه)

3- پَسَڻ ڪارڻ پرينءَ جي، وڏا ڪيائون وَسَ. (شاهه)

4- وينِي ڪريان وَس، ايڏانهن جي اَچڻ جا. (شاهه)

وَسَ مِينهن يا برسات يا وَسڪارو.

1- هن سال جبل تي وَسَ ٿي ڪانهي تنهن ڪري اُتي ڏڪار جهڙيون حالتون آهن.

2- الله ڪري هن سال ڪا سُني وَس ٿئي، پَرُ سال تہ مينهَن پيا ئي ڪِينَ.
3- ٿَرَ، جبل ۽ ڪاڇي ۾ جڏهن وَس پوي، تہ ماڻهو بہ وَسَ ۾ آهن، جي وَس نہ ٿئي تہ ويچارا ٻنهہ بيوسِ ٿيو پَونِ.
1- وَري وَڏي وَس جُونِ، ڪيُون ڳالهيُون ڳنوارن، (شاهہ)
2- جي پانئين وَس چَران، تہ سنگهارن سين لَڏ، (شاهہ)
3- وطن وَس وَسنديُون، هيئڙي نِتُ هُري، (شاهہ)

**وَسَ** اختيار.
1- اهو توهان وارو ڪمُ منهنجي وَسَ کان ٻاهَرِ آهي.
2- اوهان پنهنجي وَسَ وارا آهيو ۽ جيڪو بہ فيصلو هوندو سو اسان کي بہ قبول هوندو.
3- پيارا! جيڪا بہ ڳالهہ منهنجي وَسَ ۾ هوندي، ان لاءِ آئون ضروري مدد ڪندسُ.

**وَرَنِ** موٽن يا واپس اَچنِ يا وَري اَچنِ يا اُٿلنِ.
1- ڪو جو ڦَهرُ ڪُنَنِ ۾، ويا ڪين وَرَنِ. (شاهہ)
2- لَڳي اُتر اُهَريا، واهُندي وَرَنِ، (شاهہ)
3- پَنجَن منجهان پنڌرهَن ٿِيا، اِئن تا وَرَقَ وَرَنِ، (شاهہ)

**وَرَنِ** گهوٽَنِ يا مُڙسَنِ.
1- سنجَڙَ واريُون سُٽيُون، وجي ويڙه وَرَنِ، (شاهہ)
2- وَجو سَڀِ موٽِي، اَئين وَرَنِ واريُون. (شاهہ)
3- واڳيُون جي وَرَنِ سين، تن سَرتَينِ سيجَ سُهاءِ، (شاهہ)
4- ڪَليُون ڪين ڪچَن، ويچاريُون وَرَنِ ري. (شاهہ)

**وَرَنِ** وَڪَڙنِ يا ڏَڪين پيچرن.
1- نيٽُنِ نندَ اُکوڙ، جمَ متان، وَرَن م واڪا ڪرين (شاهہ)

**وَرَ** مڙس، خاوند، ڪانڌ، ڀتار.
1- وربتيون ورو، آءُ نہ ورندي وَر ريءَ (شاهہ)

2- لڙ لال لطيف چئي، وَرَ لئه وهايان (شاهه)

وَرَ قيرا، گهُمرا، اچڻ وڃڻ.

1- ويچاري ڏيئي وَرَ، پير نه لهي پرينءَ جو (شاهه)

وَرَ وڪڙ، ڏڪيا گس، پيچيده پيچرا، آڏا ابتا پنڌ.

1- وَرَ وراڪا وچ ۾، لڪين آڏا لَڪَ (شاهه)

2- هوءَ جي وَرَ وندر جا، ماريندا مونکي (شاهه)

3- آڏ تراڇا آهڙا، وندر وراڪا وَرَ (شاهه)

وَرُ پڳَ جو وَرُ يا پَٽڪي جو وَرُ.

1- ڪالهه ميان احمد علي کي علم جي دِستارَ (پڳَ) ٻڌائون، پهريون وَرُ سَندس استاد محترم ڏنس.

2- يارَ! پَٽڪي جو ته وَرُ واهُ جو هنيو اٿئي.

3- انهيءَ همراه جي مُنهَن ۾ سدائين وَرُ هوندو آهي، شايد ماءُ پيءُ جو پٽيل ٿو ڏسجي.

وَرُ تڪبر، غُرور، هٺُ.

1- اَبا! همراه کي ڪَنڌَ ۾ اهڙو وَرُ آهي جو ڪنهن ڏانهن نهاري به نٿو.

2- اجان هاڻي ڪجهه فضيلت ۾ ٿيو آهي، اڳ ۾ ته يارَ کي ڏاڍو ڪَنڌَ ۾ وَرُ هوندو هو.

3- پوليس نيٺ ڪنڌَ مان وَرُ ڪڍي ڇڏِيس.

وَرُ پَلِ يا پَلي.

1- سو وَرُ چشمَن تي چَلي، جو درٻارِي دوسَ جو. (شاهه)

2- اَديون! وَرُ اگهاڙَ، وِهانُ جنهن وساريو. (شاهه)

3- وَرُ سي وَطَنَ جائيُون، صحرا سَترُ جن. (شاهه)

4- وَرُ لَڪَنِ جي لوڏَ، گهوريا سُڪَ پنيور جا! (شاهه)

وَرُ نَعمت يا سَعادت

1- وَرُ پريان سِين پِڪَ، ٻيا ياڻَ پَرِبائِي گهوريان! (شاهه)

2- وَرُ لوئيءَ جي لُون، ڏاڏاڻن ڏِنيامِ جا. (شاهه)

وَرُ — ياڪر يا ٻَڪُ.

1- وِڇهيو وَرُ وَنجهه ڪي، روئي وٽجارِي، (شاهه)

واجَهه — حيلا وسيلا.

1- راڻي جي رهاڻِ ڪي، ويڙِي وِڇهان واجَهه، (شاهه)

2- سانبِيڙن سَداءِ، ويڙو واجَهه وِڇهي هيون، (شاهه)

3- ويڙو واجهه وِڇهي هِيُون، پِر ۾ پهنوارِن، (شاهه)

واجَهه — نوڙَ يا رَسا.

1- واجَهه ڪَٽي اچو تہ اُٺَ ڪي ٻَڌُون، نہ تہ سَپِنِ ڪي ڪائيندو.

2- شهر وِچين پيو، واجَهه وٺيو اچجانءِ.

وارَ — مٽي جا وارَ.

1- وارَ وِڍي واڱُون ڪَيان، پَوان هوند پَلاڻَ، (شاهه)

2- چُوڙا پِيڙا چِڪَ ۾، لُڙَ ۾ لڙهيسِ وارَ، (شاهه)

وارَ — دير.

1- گهاتو گهرِ نہ آئيا، وَڏي لڳِيس وارَ. (شاهه)

وَارَ — مهل يا وقت.

الست برڪم، چيائون جَنهن وارَ، (شاهه)

وارَ — ڦيرا يا دفعا يا گهمرا.

1- تہ وارِيو وارِيو وَڍِيان، سِسيءَ ڪي سَو وارَ، (شاهه)

وَٽُ — ڳنهُ.

1- جيڪا شئي وٺي اٿئي سا وَٽ، وري وقت ڪونہ ملندو.

2- پئسا هجُنئي تہ زمين پِلي وَٽُ.

1- سونهنِ جي صلاح، وَٽُ تہ وِيرِ لنگهي وِڃين. (شاهه)

2- وَٽُ ڪاتِي، وَڍِ اَنگڙا، اَدبُ ڪرمَ ڪوءِ، (شاهه)

**وَٽُ** مصيبت.

1- خدا جي ڪا مُئن ڪي وَٽُ پوي، هڪڙي ٻَڪري هئي سا بہ ڪاهي ويا.

2- خدا جا پنهنجا فيصلا آهن، هاڻي اهڙي تہ اچي وَٽُ پئي اٿس جو سيئي پيو حساب ڪتاب ڏئي.

**وَٽُ** قابو ٿيڻ.

1- اَبا! اهو همراه اجان تہ ڪنهن ڪي بہ وَٽُ نٿو ڏِئي.

2- اسان تہ يار تو ڪي گهڻو ئِي تا چاهِيُون، پر تون وَٽُ ئي نٿو ڏين.

3- ڏاڍو هوشيار ماڻهو آهي، جنهن ڪي تنهن ڪي وَٽُ ڏيڻ وارو ڪونهي.

**وَٽُ وَٽان** هڻ پت يا چِڪَ چِڪان.

1- شهر ۾ اڄ الائجي ڇا هئو، ماڻهن جي وَٽُ وٽان لڳي پئي هُئي.

2- ڏسين ٿو تہ آئون پنهنجي وَٽُ وَٽان ۾ لڳو پيو آهيان، تنهن ڪري وري ٻئي دفعي ڪچهري ڪنداسين.

3- اجان تہ ٻَئي ڏريُون وَٽُ وٽان ۾ لڳيُون پيون آهن، الله ڪري تہ پاڻ ۾ نهي وَجنِ.

**وَٽِيُون** پيالِيُون.

سنڌ ۾ وَٽا ۽ وٽيون گهرن ۾ خاص ڪري هوندا آهن. وَٽا وڏا ٿين ۽ وِٽيُون وٽن کان ننڍيون ٿين. ٻئي ٿانوَ پيئڻ ۾ استعمال ڪبا آهن. ٻهراڙي ۾ مائرون پنهنجن ٻارڙن ڪي کيرَ جون وٽيون ڀري پياريندِيون آهن. ڀِٽ لطيف سائين وَٽيُون وِهَ (زهر) ۾ قلم بند ڪيون آهن.

1- گهُٽَن ۾ گهُٽڪَن، وَٽيون پِيَنِ وِهَ گاڏيُون. (شاهہ)

2- وِٽيون ڏِبئي وِهَ وِات، متارا جنهن ماريا. (شاهہ)

3- ايـنـدا تـو دربـار، وهَ پـيـنـدا وتـيُون. (شـاهـ)
4- ڪڙو جو ڪَڪُوه، تہ بہ وَتِ سرَ گهُرن وَتيُون. (شاهـ)
5- وهَ سـنـديـون وِتيُون، پَري چونــہ پئـين. (شـاهـ)

وَتيُون: ڪتي جون ڪناريـون يا رَئي، رِلـي، پـوتـيءَ، چادر جون ڪناريون.
1- ڪَتيءَ وتـيـون ڪُتـيُون، سَتي سِيـٽـي سي. (شـاهـ)

وَتيُون: شمعدانن جون وتيون، ڏيَنِ ڏياتين جون وتيُون.
1- ابا! هِي وَتيُون نيُون وَتيُون اٿم، وِجي گهر ڏِئي اَچُ.
2- اَبا! واندا وينا آهيون، وينـا نوڙيون وتيون، پيو ڇا ڪَيون.
3- ڪجهہ حياءُ ڪر، وڃي ٻني ٻاري جو ڪم ڪر، رڳو مڇون وَتيون پيو هلين.

وَتَ: زمين جي وَتَ.
زمين کي اول پاڻي ڏِئي پوءِ ٻني هَرَ ڏبا آهن. توري وقت کان پوءِ زمين جڏهن پوک جي لائق ٿيندي آهي ۽ وَتَ ۾ هوندي آهي، تڏهن هاري ٻج پوکي فصل جي شروعات ڪندا آهن. اهڙيءَ تيار ٿيل زمين کي وَتَ چوندا آهن.

وَتَ: موڙ يا ٻيچ يا اٽڪلون.

وِتَ: اٽڪلون، ڳالهہ ۾ وتُ نہ وجهہ.

وَتَ: نئون لٽل فصل.
1- بَس يـار! انب تازا لٿا آهن، ڇيـم تہ يـارن کـي وڃي انبن جي وَتَ ڪرائي اچان.

وَتَ: تورا.
وَتَ جو واحدُ وَتُ: ٻانُ واپاري وڻج ٿيو، ٻانُ تارازي وَتُ. (سامي)

چوڻي: وَتَ پراڻا، پر تورَ سوائي.

وَتَ سورَ يا آزارَ يا تڪليف.
آندن ۾ وَتَ پيٽَ ۾ وَتَ، ڪاڪوس جا وَتَ.

وَتَ امانت يا عنايت.
بزرگن، فقيرن ۽ درويشن کان ڪا دعا، عنايت يا نوازش عطا ٿيندي آهي ته ان کي به وَتَ چوندا آهن.
1- ابا! انهي فقير کي به ڪا وَتَ مليل آهي، ڪٿان ملي اَٿس سا خدا کي خبر!
2- اَبا! مُلي ملوڪَ کي به پنهنجي مرشد کان وَتَ مليل اَٿئي، تڏهن ته ڏاڍو ڦيٽو ڪري پيو، پنهنجو پيٽُ گذر ڪري.
ٻيو پاسو وري زندگي جو هي به آهي ته جيڪو ماڻهو جنهن به فيلڊ ۾ يا جنهن به ميدان ۾ سچائي سان، قرب سان، پيار سان، انصاف سان ۽ محنت سان ڪَمُ ڪري ٿو، ان کي قدرتي طرح ئي عظمت حاصل ٿئي ٿي.
منهنجي خيال ۾ ان عظمت کي ئي وَتَ چئجي ٿو.
نوٽ: مٿين منهنجي پنهنجي ذاتي راءِ آهي.

وَتِ پرسان يا ويجهو يا اوڏو.
1- وَتِ چَڏي مون واڳهُ، آرِي! وئين عشق جو. (شاهه)
2- واڃي وَتِ مَ وَڃُ، ٻُڌُ ته ٻيائي لَهي. (شاهه)
3- ڪَهان تان ڪيچان ٻري! وِهان تان وَتِ مون. (شاهه)

وَتِ ڏئي جي وَتِ.
جيڪا ڪَپهه جي نهيل هوندي آهي.
وَتِ شمع دانن ۽ ٻتين ۾ به هوندي آهي، پر اُها سُٽَ جي ڏاڳن ۾ ٻَٽيءَ وانگر نهيل هوندي آهي.
وَتِ سورِبندي ولها، وِئو تيل ٻري، (شاهه)

وَتِ ويڙهه.

1- نانا! هاڻي تون رڳو پيو نوڙين وَٽ، توتي ٻيو ڪوبہ ڪَمُ ڪونهي.

**وايون** ڳالهيُون ٻوليُون.

1- نہ سي تَرَ هوڙاڪَ، نہ وايون وڻجارن جُون! (شاهہ)

2- اڄ پڻ وايُون ڪَين، وڻجارا وڃڻ جون. (شاهہ)

3- پِرهَ جو پَتَن تي، ڪَنِ وِلوڙا وايُون. (شاهہ)

4- پرين پَسِي منجهہ خوابَ وِهاڻيءَ وايُون ڪري. (شاهہ)

5- مون ڪي جياريِن، وايُون وڻجارن جون. (شاهہ)

**وايون** سوچَ، سمجهہَ، دماغ، عقلُ.

چوڻي: وايُون بتال ٿي ويون اَٿس.

**وايُون** شعر جي صنف.

جنهن جُون وايُون مينهَن قُڙيُون،

جنهن جا سُرَ سانوڻ جي شام!

(شيخ اياز)

**ويلَ** مَهَل يا وقت.

1- رڳون تيون رَباب، وَڄَن ويلَ سَيڪَهِين، (شاهہ)

2- راڻو رات نہ آئيو، ويلَ تري ويئي، (شاهہ)

3- سياڻو ٿيءَ ساڃاهہ، اڃا ويلَ وَئي نہ آهي. (شيخ اياز)

**ويلَ** ظلم.

ڪيڏا ويلَ وَهي ويا، تُنهنجن ٻچڙن سان. (شيخ اياز)

**واهہَ** واٽَ، رَستو، ڳسُ.

1- ويندو ڏسان واهَ، اَڄُ پُڻ آيا ڪين ڪِي، (شاهہ)

2- توريءَ تارِي ناهہ ڪا، والِي توريءَ واهَ. (شاهہ)

**واهَ** پاڻيءَ جا رستا، پاڻيءَ جا واهہ. جن جي وسيلي زمينون ۽ فصل آباد ٿيندا آهن. جهڙوڪ: جمڙائو واهہ ۽ منڙائو واهہ.

**واهَ** ڀَلو يا سُٺو.

1- اَڄ رات واهَ جو راڳ ٻڌوسين.

2- يارَ! اهو تو واهَ جو ڪم ڪيو آهي، جو مسافر کي ماني کارائي اَٿئي.

3- اڄ تہ تو يار واهَ جو ڳالهيون ٻڌايون اٿئي، دل خوش ڪري ڇڏيئي.

1- لَتو ڪَتُ قَلُوبَ تان، تِي ور وُهَڻَ واهَ. (شاهہ)

2- آنديون ڪانگَ قرِيبَ جُون، اَڄ واڌايون واهَ. (شاهہ)

**واڙِ** واڙو جو مونث.

واڙ کي ڏنگرن ۽ ڪنڊن جو چوڌاري لوڙهو ڏنل هوندو آهي. جتي ٻڪريون آرام سان ٿينديون، ويهنديون ۽ ڦولهڙيون لاهينديون آهن. گويا واڙ ٻڪرين لاءِ هڪ بچاءَ ۽ قلعو آهي جتي هو محفوظ آهن.

**واڙِ** گدرن پوکڻ جو هنڌ. جنهن کي گدرن پوکڻ جي واڙي بہ چئبو آهي.

جنهن جاءِ تي گدرن جو فصل پوکيل هوندو آهي، ان کي گدرن جي واڙ بہ چوندا آهن. ٺٽي ضلعي ۾ سال واري علائقي جهرڪن جي آس پاس ڪنهن وقت ۾ گدرن جون واڙيون گهڻيون هونديون هيون ۽ سالَ جا گدرا پوري سنڌ ۾ مشهور ۽ تمام مٺا هوندا هئا. هاڻي اُهي ٻج ختم ٿي ويا آهن، تنهن ڪري سالَ جي گدرن جو نالو بہ ختم ٿي ويو آهي.

**واڳُون** گهوڙي جون واڳون يا اُٺن جون واڳُون.

1- اسان جون واڳون آهن اوهان جي وَسِ، جيڏانهن ڇڪِيندا، تيڏانهن هلنداسين.

2- گهوڙي جون واڳون مضبوط ڪري جهلجانءِ، متان

کيرائي نه وِڃهنئي.
1- وارَ وَڏي واڳون کيان، پوان هوند پَلانڻ. (شاهه)

**واڳُون** وَس.
1- واڳون ورائي، ڦيرين مانَ فقير تي! (شاهه)

**وِالي** الله پاڪ جو نالو.
1- وِالي واحد، وحده، رازقُ، رب، رحيم، (شاهه)
2- پورهيو سندو پورهيتين، والي! ڪيمَ وِڃاءِ. (شاهه)
3- وارِيين سي، والِي! هِينئڙو جَنين هَٿِ ڪيو. (شاهه)
4- والِي! ڪَجِ وَڙُ ڪو، ته ٻارِ لَنگهِيان ٻاجهه سِين. (شاهه)

**والي** بادشاه، حاڪمُ.

**وِالي** زيور ڪَن ۾ پائبو آهي.
1- ادي! منهنجي ڪَنَ مان هڪڙي وِالي ڪٿي ڪِرِي پئي آهي.
2- پيڻ! واليون ته واهَ جون جوڙايون اٿئي.

**والي** وارثُ.

**وائي** ڳالهه ٻولهه، خبرچار، سڏ سماءُ.
1- تون ته رڳو پنهنجون پيو خبرون ڪرين، هن جي به وائي ٻڌ.

**وائي** ٻولي، گفتگو، آغاز.
1- ڪرهي ڪاڪ ته ڇڏي، وريس نه وائي (شاهه)
2- اڄو آيا نِچ، سمي وائي وات ۾ (شاهه)
3- وڳر ۾ وائي، ڪالهه تنهنجي ڪونجڙي (شاهه)

**وائي** شاعريءَ جي هڪ صنف.

**ويڙهه** ڳوٺ يا وسندي.
1- هَهِڙو حال همِيرَ! وَنِي شال ويڙهه وَڃان! (شاهه)
2- مَن منهنجي ڪي، واڪو لَهي ويڙهه جو. (شاهه)

3- ويڙه پَسان سو وَرُ، جيڏانهن عالم نه آسرو. (شاهه)
4- وَرُ سا سُڃِي ويڙه، جتي سَڄڻُ هيڪڙو. (شاهه)

ويڙِه — اهو ماڳُ جتي گهٽيون چاريُون ۽ کٻ ڙ هجن. مالوند ماڻهن لاءِ چاريون ۽ کَپڙَ سهارو ۽ بچاءُ هوندا آهن.
1- سنجڻ واريُون سُتيُون، وچي ويڙه وَرَن. (شاهه)

ويڙِه — جَنگِ، لڙائي، فسادُ، جهيڙو.
1- جيڪو محبت ۾ مزو آهي، سو ويڙه ۾ ڪونهي.
2- ويڙه ۾ دشمن خوش ٿيندا آهن، سَڄَڻ سُورَ سَهندا آهن.

ويڙِه — ويڙهڻ.
1- ڏيءُ! هَندَ سڀ ويڙه، مينهَن پيو اچي.
2- پيارا! پنهنجا ٿَپَڙَ ويڙه، بدلي جو آرڊر اچي ويو اٿئي.

وِير — سمنڊ جي مقرر وقت تي اٿندڙ وڏي ڇولي.

وير — درياءَ جي ڇولي.
1- توڏي تا ڪُنِ وِچَ ۾، متان وِير وري. (شاهه)
2- جي توه ٿئي توڏانهن، ته وِيرَ وَهيڻو ناه ڪِي. (شاهه)

وِير — بهادر يا سورهيه يا دلير.
1- جسودن جِها يارَ، پِئَڙا وِيرَ وماسَ ۾. (شاهه)
2- صبح سِگَڙيُون ڪٽي، ويا وَڃائي وِيرَ. (شاهه)
3- هَنُ نه ڪجي هيترو، هَتَ وڃايا وِير. (شاهه)
4- اُسرِي اُتهين وِيرَ! تون، آرِي جامَ اچيج. (شاهه)

ويرَ — مَهلَ يا وقت يا وِيلَ.
1- ڏنائون ڏاتارَ کي، وڏيءَ ويرَ وهاڳُ. (شاهه)
2- وَرُ اُهائي ويرَ، جنَن ڏَنُ تَسِي تَرَ آئيو. (شاهه)
3- سنجَنِ سانيڪنِ تي، وَڏيءَ ويرق وهُون. (شاهه)
4- واهيري جي ويرَ، ڇِلُون ڪريان ڇيرين! (شاهه)

**وير** دُشمني.

1- جنين سائس وير، ٿئي تنين جو واهرو. (شاهه)

2- هڪ هندو، ٻيو مسلمان، وچ وڏائون وير. (روحل صوفي)

3- ڪَپُرَ! ڳاروڙين سين، وڏو وڏوءِ وير. (شاهه)

4- سَمُوتَنِ سَڏُ ڪَري، جَن تي وَڏو وير. (شاهه)

5- سُنهاري صُبُوحَ سين، وجهي ويٺين وير، (شاه)

**وِيرُ** بدلو يا پلاندُ يا عيوضو.

1- ظالمن سان مظلوم ماڻهو مُنهُن ته نٿا ڏئي سگهن، پر قدرت هُنن ڪان ضرور وير وٺندي.

2- تو جو هُنن کي هيترو نقصان رسايو آهي، سو تو ڪان اهو ضرور وير وَٺندا.

**چوڻي:** ڪارونانگ ٻارهين مهيني به پنهنجو ويرُ نه ڇڏي.

گذارش!

وَريلَ نالي هڪ شخص شاعر ٿي گذريو آهي، آهي ته الائجي ڪهڙي دور جو، سا ڳالهه تحقيق طلب آهي. پر سندس هڪ بيت وير متعلق منهنجي هِڪَ دوست ائين ڪچهري ڪندي ٻڌايو، جو منهنجي دل ۾ چڙ ته ويهي ويو، بلڪ ٻيهي ويو. اوهان به ٻُڌو!

1- ڪاتيُون ڪُهَنِ سڀ ڪي، ڪاتيِنِ ڪُهي ڪير، جي وَريلَ ڇڏيو وير، ته ڪاتيُون سَڀُ ڪُسِي پيون.

**وَهِي** هارجي.

1- رڳو ڇِت جي صفائي ڪري ڇڏيو، پوءِ نيسارن مان پاڻي سولائي سان وَهي ويندو.

2- ٽانڪي ۾ ڪو سوراخُ هئو، خبر ڪانه پئي ڪافي ڪير وَهي ويو.

3- ڏيءُ! رڌڻي جو خيال ڪَج، متان اُپامي وَهي نه وڃي.

وَهِي مدد، ساٿُ.
1- پيارا! جَسُ هجئي جو اسان سان مشڪل وقت ۾ وَهِي ويو آهين.
2- اسان توسان هرحال ۾ وَهِي ويندا آهيون، پر تون اسان پيري هميشه نتائي ويندو آهين.
3- يار! مسڪين، غريب ۽ هٿين خالي هُئس، پر دوست مون سان واه جو وَهِي وِيا!

وَهِي گذري ويا.
1- ڪيڏا ويلَ وَهِي ويا، تُنهنجن ٻچڙن سان. (شيخ اياز)
2- وَڳَرَ ويا وَهِي، ڪالهه تُنهنجا ڪونجڙي! (شاهه)
3- اولـيُون اُجَهڻ لـڳيُون، وِئـا وَنـجهَ وَهِي. (شـاهـه)
4- وئـڙا سي وَهِي، جَنـبُ گـذاريمِ جَنَ سـين! (شـاهـه)

وَهِي جواني.
1- وَهِي ۾ ماڻهو سڀ ڪجهه برداشت ڪري ويندو آهي.
2- اسان جي به اوهان وانگر وَهِي هئي، پر تون وانگر دانهون ڪونه ڪدرايونسين ۽ نڪي مائٽن کي پريشان ڪيوسين.
3- ان ماڻهوءَ کي انوقت سخت چوٽ لڳي ٿي، جڏهن کو سندس پياءُ يا فرزند وَهِيءَ ۾ وفات ڪري وڃي ٿو.
چوڻي: ٻچاڙي واري پُٽ کان، وَهِيءَ واري ڌِيءَ چڱي آهي.
چوڻي: ابا! تون ڀلي مستي ڪر، تُنهنجي وَهِي آهي.

وَهِي عُمر يا حياتي يا زندگي.
1- ايڏو تہ هُو شريف انسان هو، جو آخري وَهِيءَ ۾ به کَنهن جي وارَجو به نالو نہ ورتائين.
2- اَبا! اسان جي هاڻي اُها وَهِي ڪانهي، جو ڪوڏر کڻي ٻَنيءَ جو ڪَمُ ڪيُون.

وَهَ تيز وَهڪرو.
1- وَهَ تکَ، واهڙَ تکَ، جت نينهُن، تکَ نرالي، (شاهه)
2- ڏينـدا مُون ڏکَنَ، وَهَ وَحهندا جندڙو! (شاهه)
3- پاڻ اُچلي آبَ ۾، وَهَ سِر وڏائين، (شاهه)
4- اورارِ نه پَرار، ويچارِي وِهَ وِچَ ۾! (شاهه)

وِهِ واهَ جو، واهوا، وٽندڙ.

وه ڇَرِبي، سٽيُ.
متاري جانور ۾ وَهَ تمام گهٽي هوندي آهي. خاص ڪري مينهِن جڏهن متاري (ٿُلهي) ٿيندي آهي ته ڪير گهٽ ڏيندي آهي، تنهن ڪري مالڪ ان مينهن کي ڪاسائيءَ جي حوالي ڪندا آهن.
وَهَ گهٽِي ءِ دنبي ۾ به فطري طرح گهٽي ٿيندي آهي.

وصالُ ميلاپُ يا مِلڻُ.
1- لاَلَنَ جو، لطيف چئي، وِساري نه وِصالُ. (شاهه)
2- وِهائِيءَ وِصالُ، اُتيان آرامِي ڪري. (شاهه)
3- رات ڏينهن هان روحل چوي، واليءَ ساڻ وصال، (روحل)

وصالُ وفات يا لاڏاڻو.
1- ويجهڙائي ۾ ڪي دل وارا ماڻهو وصالُ ڪري ويا آهن، جن جيءَ ڪي جهوري ءِ پوري وڌو آهي.
2- لطيف سائين صفر مهيني جي چوڏهين تاريخ سنه 1165 هجري ۾ وصالُ ڪيو هو.

وِڍُ غَمُ يا ڏُکُ.
1- جان تو هُنڙو وِڍُ، ڪندا! ڍورَ ڏٽين جوءِ. (شاهه)
2- وَرِي وَرَڻُ پِئو، گڏيمِ وِڍُ وصالَ جو، (شاهه)
3- تو جا سمجهِي سِٽ، سا آهي وائيءَ وِڍُ، (شيخ اياز)

وِڍُ چير يا زخم.

# ھ

هَٿُ
انساني عضوو. جنهن سان ڪم ڪار ۽ ڪاٿبو پئبو آهي.
(هَٿ)
1- پاٻوهيو پُڇَنِ، ڪِٿي هَٿُ حبيبَ جو؟
2- پُڇو پير پِرَي، تہ ڪِ نَرِئو هَٿُ حبيبَ جو؟
3- هادِي! هَٿُ ڏري، اُونهي مان اُڪاريين.
چوڻي: هَٿُ هَٿُ ڪندؤ، تہ ڇَپَرُ ڪجي پوندو.

هَٿَ
سهارو.
1- مون تان لاهِ مَ هَٿَ، ڪامل ڏِٺي ڪاڪِ جا! (شاهہ)

هَٿَ
گهڙيل.
هٿ جون پيو هٽي، اعتبار نہ ڪرينس.

هيرَ
هينئر يا هاڻِ يا هاڻي.
1- هِنئڙي سڄڻ ساريا، ڪِٿي هُوندمِ هيرَ. (شاهہ)
2- هي جي آيا هيرَ، مون اَڳُ نہ ڏٺا ڪڏهين. (شاهہ)
3- ناهِ جَمعيت جانِ کي، هوت پُڄاڻا هيرَ. (شاهہ)
4- اولي! ڳوِڙي آڻيين، ڪو هُتي جو هِت هيرَ. (شاهہ)
5- مڱ وهاڻيءَ مڱڻا! مَتو هيرَ موجُودُ. (شاهہ)

هيرَ
عادَتَ.
1- ماءِ! منهنجي ڪَرهي، تازي ڦُلَنِ هيرَ. (شاهہ)
2- آئيون اڳِئين هيرَ، اَصُلَ سندي آسري. (شاهہ)
3- اِن در سندي مڱڻي، اڳي ايئن نہ هيرَ. (شاه ڪريم)
چوڻي: هيرائي سندي هيرَ، تنگَ پَڳِي نہ لَهي.

هَٺَ
وڏائي يا تڪبر يا غرور.
1- هَٺُ نہ ڪجي هيترو، هٺَ وڃايا ويرَ.

2- هَٺَ مُنهنجي هاڻِ، قدرُ لڌو جَنِ ري. (شاهه)

**هَنجَ** گود.

1- هوتُ تنهنجي هنجَ ۾، پُڇين ڪوهُ پَرياڻُ، (شاهه)

2- جي هٿان هوتَ مَرَن، هوتُ تنين جي هَنجَ ۾. (شاهه)

3- چَرِيءَ منجهان چُونهَ، ڪَٺي هوتق هَنج ڪيو.

**هَنجَ** پکيءَ جو قسم.

1- سَرَ سُڪي سال ٿئا، هَنجَ هَريوئي پيرُ، (شاهه)

2- ماٺڪَ چوٽو جَن جو، هنجَ حضوري سي، (شاهه)

3- هَنجَ مڙوئي هَنجَ، ميرو مَنجهن ناهِ ڪو، (شاهه)

**هولَ** ڏِپَ جا اوتارا.

1- من اندر مهارَ جا، هيَڙي اَچَنِ هولَ، (شاهه)

2- تو پچاڻان سُپرين! هيَڙي اَچَنِ هولَ، (شاهه)

**هولَ** تڪڙ، هَبچ.

1- بس يار! هولَ ۾ گهٽو ڪائي وينس، تنهنڪري بيمارُ تي پيُس.

2- پاونگُ اُيو پڙَ ۾، هَٽِي هزارِي هولُ، (شاهه)

**هولُ** لالچ يا هوس يا لوبُ.

1- جنهن هولُ ڪيوسو هٿَن مان ويو، جنهن شُڪُرُ ڪيو تنهن کي سَبُ کي مليو.

**هاڙهو** جَبَلُ. هاڙهو جَبلَ جو نالو.

1- ڪوءِ هاڙهو! بَنِ هوتُ! ڪوءِ پُنهون، بَنِ پريتٽو! (شاهه)

2- هوتن لءِ هاڙهو، رجائيندِيس رَتَ سين. (شاهه)

3- هورنِ هاڙهو ڪنگهيو، تيءُ جُريدي جوءِ! (شاهه)

4- هاڙهو هيٺيءَ ڪي، لنگهائج لطيف چَئي. (شاهه)

**هاڙهو** ناليوارو، ناميارو.

هاڙهو لفظ اڪثر ڪنهن وقت ۾ ڪنهن وڏي مشهور

چور يا ڏاڙيل کي چوندا هئا.

1- ابا! اهو هاڙهو چور آهي، ڪنهن جي ٻه پرواه ڪيندو ڪونهي.

2- ڪنهن وقت ۾ غلام حسين واڍو هاڙهو ڏاڙيل هوندو هو.

3- چون ٿا تہ ڪانڊيري جو ڪاڪو ٻہ پنهنجي وقت ۾ هاڙهو چور هو، پر هاڻي جهونو ٿي ويو آهي.

**هَٽُ** ڏُڪان.

1- ٻانيڻ چوي، ٻيائيءَ ري، ڪَڏي وينو هَٽُ. (سامي)

2- ڪڏهن ڪانہ وَهِي، هوتُ ڳولڻ هَٽَ تي. (شاهہ)

3- موتِي مچي هَٽَ تي، ڪوڏِن جنءِ ڪڍيائين. (شاهہ)

4- هَٽُ ڪڍيو آهي، سَنتن سودي سارَ جو. (سامي)

**هَٽُ** ٻوئتي تِي.

**هارَ** گُلَن جا هار، موتين جا هارَ.

1- سيئي سُهاڳڻيون، سَيِني ڳچيءَ هارَ. (شاهہ)

2- سونا ڪُرَڪَنين ۾، ڳچيءَ ڳاڙها هارَ. (شاهہ)

3- ڪٽيو وڃهان مَچَ ۾، هاٿيءَ هَٿان هارُ. (شاهہ)

**هارَ** شڪست.

1- نہ ڪا رات نہ ڏينهُن ڪو، نَڪا جيتَ نہ هارُ. (روحل)

2- هارَ جِيتَ ڏک سک ڪون، اَڳم اَلادِي. (سامي)

**هارَ** هارَڻُ، پاڻيءَ جو هارَڻُ.

1- اهو پاڻي پيئڻ جو ڪونهي، هارَ وير جو آهي.

2- اهو ٻہ پاڻي چوتا هاريو، پيو هُجي هارَ وير جي ڪم اچي ويندو.

**هِيرَ** ٿڌي هوا، وڻندڙ هَوا.

1- سدا وَهن سامُهان، عاشق اُتر هيرَ. (شاهہ)

2- لڳي ڏکڻ جي هيرَ، مارو منهنجا ميرَ!

آئون هت بند ۾ بنديائي آهيان. (شاهہ)

سنڌي ٻوليءَ جي هڪ خوبي اها ب آهي ت ان جون حرفي پيچاڙيون متحرڪ ۽ سُر واريون آهن. اعرابن جي معمولي ڦير ڦار سان لفظن جي معنيٰ ۽ مطلب ۾ واضح فرق سامهون اچيو وڃي. ڪيترائي لفظ ت وري اهڙا آهن، جيڪي ساڳيون اعرابون رکڻ جي باوجود ب پنهنجي اندر معنيٰ ۽ مطلب ۾ انفراديت رکندي نظر اچن ٿا. محترم عبدالخالق "شهيد سومري" پاران تيار ڪيل سنڌي ٻوليءَ جي خاص لفظن ۽ اصطلاحن جي هيءَ تقابلي ۽ تشريحي لغت ان سلسلي ۾ هڪ جامع اپياس پيش ڪري ٿي. ان ڪان علاوه هن لغت ۾ مختلف جاين تي اهڙن خاص لفظن جي تشريح ۽ سمجهاڻي بيان ڪندي حوالي طور شاه لطيف جي بيتن کي پڻ ڪتب آندو ويو آهي، جيڪي ڄڻ ت هن تحقيق جي سَنَد جون ساکون پريندي نظر ٿا اچن. سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا ۽ تقابلي اڀياس واري موضوع تي تيار ڪرايل هن لغت جي ڇپائيءَ سان ن صرف ٻوليءَ ۾ گهٽ ۽ ساڳي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندڙ لفظن کي محفوظ ڪري سگهبو، پر ٻوليءَ تي تحقيق واري سلسلي کي پڻ هٿي ڏئي سگهبي.

مون پنهنجي زندگيءَ جو ڪِپل حصو درس و تدريس ۽ گذر معاش جي سلسلي ۾ ڀهراڙيءَ جي ماڻهن سان گذاريو آهي. انهن سادن ۽ صاف انسانن وٽ جيڪو ٻوليءَ جو خزانو آهي، سو ڏگريون ۽ سرٽيفڪيٽ رکندڙ پڙهيل لکيل ماڻهن وٽ مشڪل نظر اچي ٿو. مون کي ٻوليءَ جا گهڻا لفظ انهن هارين ۽ پورهيت ماڻهن کان حاصل ٿيا ۽ اُهي موتين جهڙا لفظ جڏهن شاه سائين جي رسالي سان پيٽيم ت ساڳيا لفظ هوبهو ملڻ شروع ٿي ويا. البت هن ڪتاب کي مڪمل لغت چئي نٿو سگهجي، ڇاڪاڻ ت مڪمل لغت لکڻ لاءِ وڏا علمي اصول ۽ قاعدا آهن. جتي ڏونري جهڙا ٿلها ڪارائتا لغت جا ڪتاب لکيل آهن، اتي هيءَ ڪتاب ٻانهون ٻڌيو بيٺو آهي. بس هڪڙي ادبي ۽ علمي جهُوپڙي ٺاهي ان ۾ هڪ ڏيئو ٻاريو اٿم. الله کيس هوائن کان بچائي.

شهيد سومرو

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيـڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Club Exclusive نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٺي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوء چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها تـوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
۔ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)